# پنج گنج

(قرآن، حديث، مثنوي، شاھ لطيف، حڪايت)


عبدالقادر عرف قادر بخش

بيدل

رحمة الله عليه



پٽ شاھ ثقافتي مرڪز ڪميٽي

حيدرآباد سنڌ

فيبروري 1976ع

# پيش لفظ

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

حضرت شاه عبداللطيف رحمة الله عليه جي رسالي جي هڪ جامع ۽ معياري متن تيار ڪرڻ بابت سنه 1966ع ۾ بنده راقم، اعزازي سيڪريٽري جي حيثيت ۾ ”شاه عبداللطيف ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز ڪاميٽي“ جي آڏو هڪ تفصيلي تجويز پيش ڪئي، جنهن جي مد نظر ڪاميٽي پنهنجي گڏجاڻي مؤرخ 30 سيپٽمبر 1966ع ۾ فيصلو ڪيو ته پهريائين شاه جي رسالي جي مختلف قلمي نسخن توڙي شاه جي سوانح بابت بنيادي ماخذن کي سُوڌي سنواري شايع ڪجي، ۽ ان کان پوءِ رسالي جي معياري متن تيار ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيو وڃي. ڪاميٽي انهي سڄي ڪم جي ذميواري بنده جي حوالي ڪئي.

هن تحقيقي ڪم جا ٻه مکيه پهلو هئا:

(1) شاه صاحب جي سوانح بابت اڻ ڇپيل يا اڻاتي ڇپيل ذخيري کي شايع ڪرڻ، جنهن تفصيلي سوانح حيات لکڻ لاءِ مواد موجود ٿي سگهي،

(2) شاه صاحب جي رسالي جي معياري متن جي مرتب ڪرڻ لاءِ رسالي جي جملي قلمي ۽ ڇپيل نسخن جو پتو لڳائي، انهن کي پيٽڻ ۽ شاه جي ڪلام جي لغت ۽ معنيٰ کي سمجهڻ، جنهن شاه صاحب جي پيغام کي پروڙي سگهجي.

هن وقت تائين انهن ٻنهي پهلوئن تي تحقيق ۽ اشاعت کي اڳتي وڌايو ويو آهي ۽ جملي پندرهن ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن ۽ هي انهي سلسلي جو سترهون ڪتاب آهي، جيڪو شايع ٿي رهيو آهي (سورهين ڪتاب تي ڪم جاري آهي.)

هيءُ ڪتاب شاه جي ڪلام ۾ سمايل معنيٰ ۽ فڪر سان تعلق رکي ٿو. ڀٽائي صاحب جي حياتي ۾ سندس بيتن ۽ واين کي سندس فقيرن، راڳاين توڙي عالمن فاضلن ٻڌو ۽ انهن ۾ سمايل معنيٰ کان متاثر ٿيا. جن ڀٽائي صاحب جي ڪلام کي سهيڙي قلمبند ڪري ’رسالي‘ جي صورت ڏني، تن پڻ معنيٰ ۽ مفهوم کي سمجهڻ جي ڪوشش

ڪئي. اِهو انهي مان معلوم ٿو ٿئي جو شاه جي رسالي جا قلمي نسخا، جيڪي اسان تائين پهتا آهن، تن مان گهڻو ڪري سڀني ۾ ڪن خاص لفظن يا فقرن جي هيٺان يا پاسي کان حاشيي ۾ انهن جون معنائون فارسي زبان ۾ لکيون ويون آهن. ڪن لفظن جون معنائون البت اوٺ تي ڪيون ويون آهن ۽ صحيح ناهن، ته به رسالي جي معنيٰ کي سمجهڻ جون اهي اوائلي ڪوششون هيون ۽ انهي لحاظ سان قابل قدر آهن.

جن عالمن فاضلن رسالي جي ڏکين لفظن، اصطلاحن يا فقرن جي ’معنيٰ‘ کان اڳتي وک وڌائي بيتن جي ثابت سٽن، سڄن بيتن، واين جي مصرائن يا سڄين واين جي مفهوم ۽ معنيٰ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي، تن مان سڀ کان پهريون غالباً جناب پير محمد راشد صاحب رحمة الله عليه هو، جن جي ملفوظات ۾ مختلف معنوي نڪات تي شاه جا بيت شاهدي طور آندل آهن. حضرت پير صاحب جن ڀٽائي صاحب جي وفات (1165 ھ) کان پنج سال پوءِ سنہ 1170 ھ ۾ ڄاوا ۽ سنہ 1233 ھ ۾ وفات ڪيائون ۽ انهي لحاظ سان هو ڀٽائي صاحب کي

ويجهي ۾ ويجها عالم ۽ ولي هئا، جن ڀٽائي صاحب جي بيتن ۾ سمايل معنيٰ کي مثال طور آندو.
ان بعد موجوده معلومات جي روشني ۾ ائين معلوم ٿئي ٿو ته ڪم از ڪم ٻن ٻين عالمن ڀٽائي صاحب جي بيتن جي معنيٰ تي غور ڪيو، ۽ خاص طرح قرآن پاڪ، حديث شريف ۽ مولانا جلال الدين رومي جي مثنوي جي روشني ۾ ڀٽائي صاحب جي بيتن ۾ سمايل معنيٰ کي سمجهايو.
فقير قادر بخش بيدل روهڙي ۾، ۽ ميين نور محمد درس، ڳوٺ راڄي خاناڻي (ضلعو حيدرآباد) ۾، اها خدمت سرانجام ڏني.
ميين نور محمد درس، شاه جي رسالي جو نسخو پنهنجي هٿ اکرين لکڻ شروع ڪيو ۽ تاريخ 15 ذوالقعده 1283 هجري تائين ڪلياڻ کان وٺي سر سسئي آبري تائين پهريان نو (9) سُرَ لکي پورا ڪيائين. ان بعد باقي سُرَ سندس پٽ ميان دوست محمد ۽ پوءِ احمد فقير لکي پورا ڪيا. ميين نور محمد رسالو لکندي حاشيي ۾ پنهنجي طرفان نه فقط ڏکين لفظن جون معنائون لکيون، پر ڪن بيتن جي تصوف جي لحاظ سان تشريح ڪئي ۽ مضمون جي مناسبت سان ڪلام پاڪ جون آيتون، حديثون ۽

مولانا رومي، شيخ سعدي، خواجه حافظ، شيخ فريد الدين عطار ۽ مولانا جامي جا اشعار شاهدي طور آندا *.

ميين نور محمد درس جي تشريح کان ويھ سال اڳ سنہ 1264 هجريءَ ۾ بيدل سائين پنھنجو هيءُ ڪتاب لکيو، جنھن ۾ انسان جي سچائي عملي زندگي، اخلاقي بلندي، ذهني ۽ قلبي صفائي، حقيقت جي تلاش ۽ حق جي شناس جي درجي بدرجي چاڙ موجب ’چاليھ درجا‘ چوندي انھن مان هر هڪ تي پنجن سرچشمن، بلڪ معرفت جي پنجن خزانن يا گنجن مان دليلن ۽ مثالن سان روشني وڌائين ۽ انھيءَ لحاظ سان ان کي ’پنج گنج‘ سڏيائين. اهي پنج سرچشما يا معرفت جا پنج خزانا يا پنج گنج، جيڪي پنجن پختن دليلن طور هر ’درجي‘ جي مفهوم ۽ ماهيت کي روشن ڪن ٿا، تن جي وضاحت خود بيدل سائين سندس پنھنجن لفظن ۾ هن طرح ڪئي آهي:

”پھريون دليل قرآن شريف مان موافقت رکندڙ آيت مبارڪ آهي.

ٻيو دليل صداقت سان ڀرپور حديث شريف آهي.

ٽيون دليل فيض ڀريل مثنوي معنوي جا بيت آهن.

چوٿون دليل وجد ڀريل شاھ صاحب ڀٽائي جو بيت آهي.

پنجون دليل راه هدايت ڏانهن ترغيب ڏيندڙ حڪايت ۽ بيان آهي.
سو مقرر تعداد جي ڪري انهيءَ جو نالو ’پنج گنج‘ رکيوسون (يعني منجهس پنج گنج سمايل آهن) ۽ پنهنجي طاقت ۽ قوت آهر انهيءَ جي لکڻ جي ميدان ۾ اجتهاد ۽ ڪوشش جي سواريءَ کي ڊوڙايوسون. الله جي آسري ۽ انهيءَ تي ڀروسو آهي، جنهن مان شروعات آهي ۽ ڏانهنس ئي انتها آهي.“
انهن پنجن سرچشمن مان هڪ سرچشمو شاه صاحب جو رسالو آهي، جنهن مان بيدل سائين طرفان چونڊيل چيدا بيت اعلى معنوي حقائق تي شاهد آهن ۽ ڀٽائي صاحب جي سوچ ۽ فڪر جي معيار کي روشن ڪن ٿا. شاه صاحب جي اعلى فڪر کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هن صدي دوران جيڪي ڪجھ لکيو ويو آهي، ان ۾ علامہ آءِ. آءِ. قاضي جن جون تحريرون بين الاقوامي حيثيت رکن ٿيون. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته قاضي صاحب جن حضرت شاه صاحب جي فڪر جا وڏي ۾ وڏا ڄاڻو هئا. اهو ايڏو وسيع موضوع آهي، جنهن تي هن ڪان پوءِ پڻ سنڌ جا بلڪ دنيا جا عالم سوچيندا رهندا ته نت نيون

حقيقتون واضح ٿينديون. مگر شاه صاحب جي بيتن ۾ سمايل معنى ۽ فڪر کي پروڙڻ لاءِ جيڪي پهريون ڪوششون ٿيون، تن ۾ بيدل سائين جو ڪتاب ’پنج گنج‘ معياري حيثيت رکي ٿو.

هن ڪتاب کي بيدل سائين جي خاندان جي هڪ نيڪ مرد ۽ بيدل سائين جي درگاه جي سجاده نشين جناب فقير سبحان بخش صاحب صوفي مهاڳ، سوانح ۽ سنڌي ترجمي سان سينگاريو آهي. اها محنت ۽ محبت کيس مبارڪ هجي.

بيدل سائين جي سوانح بابت هن کان اڳ پورو تحقيقي ڪم نه ٿيو آهي ۽ انهي ڪري فقير سبحان بخش جيڪي معلومات مهيا ڪيا آهن، سي هن سلسلي ۾ هڪ خاص اضافي جي حيثيت رکن ٿا. آءٌ فقير صاحب جو ممنون آهيان، جو منهنجي ترغيب تي هيءُ ڪتاب حضرت شاه عبداللطيف بابت هلندڙ تحقيق جي سلسلي ۾ شاه عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي کي اشاعت لاءِ ڏنائون

حيدرآباد سنڌ — خادم العلم

9- فيبروري 1976ع — نبي بخش

# مهاڳ

## (لاشيءِ[1] فقير سبحان بخش)

نحمده و نصلي علی رسولہ الڪريم

الله تعالی انبياءَ عليهم السلام ۽ اولياءَ ڪرام کي پنهنجي عرفان ۽ قرب سان هن ڪري نوازيو آهي ته بيخبر انسانن کي الله جي عرفان کان واقف ڪن ۽ وچڙيل ماڻهن کي الله جي قريب ڪري کين صبغت الله جي رنگ ۾ رنگين ۽ سندس قرب ۽ عرفان حاصل ڪرڻ جا ذريعا ۽ وسيلا بڻجن. انهيءَ ڪري ئي سندس وجود مبارڪ سروپا رحمت آهي. انهن حضرات منجهان هڪ اهل الله حضرت ”بيدل“ قدس سره به هڪ آهي.

---

1 لاشيءَ فقير معنيٰ اهو جيڪو ڪا شي ناهي، يعني هيچمڪس، فقير صاحب نوڙت ۽ نهٺائي جو نالو پاڻ تي رکيو آهي، جو ذرتيءَ تي گهٽائي آهن جيڪي پاڻ ٿا پڏائين، (”عالم آئون ساڻ پريو ٿو پير ڪري.“) الله تعاليٰ کين ان جو اجر ڏئي.

جيئن دنيا جي فيلسوفن ۽ سائنسدانن پنهنجي عقل ۽ سوچ سان قدرت جا ڪيئي راز کولي ظاهر ڪيا آهن، جن جي ڏسڻ ڪري ڏندين آڱريون آهن، اهڙي طرح تصوف جي مفڪرن معرفت جي اٿاه سمنڊ ۾ ٽٻي هڻي اهي راز کوليا، جن کي ڏسي نه فقط انسان حيرت جي درياءَ ۾ غرق (حيرت زده) ٿيا پر انهيءَ تان جان فدا ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ۽ حقيقت جي محققن، قدرتي ڪرشمن مان ولايت ۽ عرفان جا اهي راز کولي ظاهر ڪيا آهن، جن جي اڳيان تحت الثرى کان عرش اعظم تائين حجاب هٽيو وڃن. فقط حيرت ئي حيرت وڃي رهي. هي درويش به انهن مان هڪ وحدت جو مفڪر هو.

انهيءَ جو ثبوت سندس لکيل تصوف جا ٿيويهه (23) ڪتاب آهن، جن مان صرف سنڌي زبان ۾ هڪ ڪتاب ڇپجي ظاهر ٿيو آهي. پر جيڪڏهن سندن سموري تصنيفات اشاعت هيٺ اچي وڃن ته پڙهڻ کان پوءِ خودبخود سندن حال ۽ خيال جي حقيقت نروار ٿي پوندي ۽ ڪنهن جي تشريح ڪرڻ جي ضرورت ئي نه رهندي.

بيدل صاحب پنهنجي وقت جو زبردست عالم، عارف ۽ شاعر هو. سندس مذهب سني حنفي هو. سندس طريقو

قادريہ صوفيہ ۽ قلندريہ هو ۽ سندس خيال هميشہ وحدت ۾ غرق هو ۽ خيال سندس هن چهه ديواري کان اعلیٰ ۽ بالا هئو. جيئن پاڻ فرمايو اٿس:

سني است باعتقاد مذهب
صوفي است باتحاد مشرب
تن تابع شرع، جان بوجدان
بيرون زخيال کفر و ايمان

انهيءَ هاديءَ اعظم جي سوانح حيات جي لکڻ جي خدمت جو شرف حاصل ٿيو آهي، جو شائقن اڳيان لکي پيش ڪئي اٿم.

**لاشيءِ فقير سبحان بخش**

خادم درگاه عاليہ بيدل و بيڪس قدس سرهما
روهڙي

# سوانح حيات

بيدل صاحب جي پڙ ڏاڏي جو نالو ميان عبدالقادر قريشي هو، جيڪو اصل ملتان شهر جو رهاڪو هو. پاڻ قريشي صديقي ۽ غوث بهاوالحق جي گهراڻي سان تعلق رکندو هئو. هو پاڻ واپار ڪندو هو، جنهن ڪري سندس وقت سٺو گذرندو هو. پاڻ ظاهري علم جي تحصيل کان پوءِ معرفت جي علم ۽ سلوڪ حاصل ڪرڻ جي شوق ۾ اهل الله جي صحبت جي تلاش ۾ رهيو. آخرڪار صوفي سيد جان الله شاهه روهڙائي، جيڪو ملتان روانو ٿي چڪو هو، انجي خدمت ۾ رهڻ لڳو. سندس بيعت ٿي ته ذڪر فڪر جي تلقين وٺي دم جي ڌمال شروع ڪري ڏنائون، حضرت بيدل سندس تعارف هن طرح ڪرايو آهي:

سيد سادات سلوڪ و صفا

خارق عادات عقول و نها

گل گلستان نبي و ولي

شمع شبستان ش ه کربلا

جان محمد رضوي بکهري

غوث زمان زبده آل عبا
قادري صوفي مهدي دهر
صاحب ارشاد كثير العطا
جان طلب از سال عروجش نمود
مرشد وقت و قطب آمدند
سنه 1167 ه بمطابق 1754
حضرت بيدل صوفي شاه عنايت الله ميران پور واري جو
تعارف هن طرح ڪرايو آهي:
شهنشاهي قدم عرش آستاني
همائي عشق قدسي آشياني
زقيد جسم جسماني مقدس
مجسم نور در عالم عياني
وجود لا تعين بي تنزل
شهود ذات بحت و بي نشاني
باسم الله مضافي شد عنايت
برائي اسم بي جسمي چوجاني
چو در ميران پور آمد راس اشرف
بنو شد ماتم اندر خادماني
سر پيوست با جسم مظهر

درون روضه رشک جناني
چودل سال شهادت جست جان گفت
شهيد حق همو مرشد زماني
سنه 1130 ھ بمطابق 1717ع

پيو دفعو 1130 ھ ۾ صوفي شاھ عنايت الله ميران پور واري جي شهادت بعد صوفي جان الله شاھ ملتان روانو ٿي ويو. پوءِ ڪجھ ڏينهن بعد جڏهين روهڙي واپس آيو ته ميان عبدالقادر به پوري خاندان سميت پنهنجي وطن کي هميشہ لاءِ الوداع چئي، پنهنجي مرشد سان گڏجي روهڙي آيو ۽ پاڻ ريشم باف محلي ۾ هڪ جاءِ خريد ڪري رهڻ لڳو. اها جاءِ جنهن ۾ بيدل صاحب جي اولاد جا موجوده پاتي رهن ٿا، سا جاءِ 1302 ھ ڌاري ڊهرائي نئين نموني تيار ڪيل آهي.

ميان عبدالقادر گهڻو ڪري هر وقت پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ گذاريندو هو ۽ آخرڪار مرشد جي خدمت ۾ گذاريندي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو. سندس آخري آرام گاھ بيدل صاحب جي درگاھ جي اتر ۾ مولوي عبدالحليم صاحب جي ٺڪريءَ تي آهي.

## ميان عبدالقادر جي اولاد جو احوال

ميان عبدالقادر کي ملتان مان اچڻ وقت ٻه نينگر ساڻ هئا: (1) غلام فريد (2) غلام لطيف.
اهي ٻئي پڻ صوفي جان الله شاه جي فرزند صوفي قلندر علي شاه جي صحبت ۾ گذاريندا هئا. اتان فيضياب ٿي معرفت جون منزلون ماڻيائون. پاڻ ظاهري ڌنڌو واپار ڪندا هئا. آخرڪار وڃي بقا جو جهان وسايائون. سندن آخري آرام گاهه سندن والد جي پرسان آهي.
حضرت بيدل صوفي قلندر علي شاه رضوي جو تعارف هن طرح ڪرايو آهي:
آن کريمي که فيض مشحون هے
مسرت بخش جان محزون هے
شہ قلندر علي که ارشادش
بحر مواج و رشک جيحون هے
در مقامات از مشائخ دهر
آن قلندر سرشت افزون هے
درج توحيد و کان معنى را
سخن اوچو درّ مکنون هے

آفتابش باستوا چو رسيد
گفت هاتف ڪہ ذات بيچون هے
سن 1187 هجري

## غلام فريد ۽ غلام لطيف جو اولاد

ميان غلام فريد کي هڪ نينگر ميان محمد محسن نالي هو ۽ ميان غلام لطيف جي نينگر جو نالو ميان بيگ محمد هو هي ٻئي نينگر پڙ وڏن جي دستور مطابق صوفي قلندر علي شاه جي وڏي فرزند فتح علي شاه عرف جمن شاه جي خدمت ۾ گذاريندا هئا.

## سيد عبدالوهاب شاه عرف شاه شاهان
## جي روهڙيءَ ۾ آمد

حضرت صوفي جان الله شاه اول پنهنجي خليفي ميان غلام رسول وٽجاري کي وصيت ڪئي ته ”اسان جي اولاد مان هڪ سجاده نشين اهڙو ٿيندو، جنهن کي فيض جي ضرورت حاصل ٿيندي، تنهن ڪري اوهان ماٿهو سيڙائي

روهڙيءَ موڪليندا جيڪو مٿين وصيت جو فرمان سرانجام ڏئي“. آخرڪار ان فرمان جي سرانجاميءَ جو سهرو سيد عبدالوهاب شاهه پاڳناڙيءَ تي آيو، جنهن کي شاهه شاهان سڏيو ويندو آهي.

جڏهن شاهه شاهان روهڙيءَ ۾ وارد ٿيو، تڏهن صوفي جان الله شاهه اول جي گاديءَ تي مير فتح علي شاهه عرف جمن شاهه مسند نشين هو. پاڻ کين مؤدبانه نموني وصيت جو پيغام پيش ڪيو، پر جمن شاهه ڪاوڙجي ويو ۽ چيائين ته ” ڪڏهن ائين به ٿيو آهي جو مريد مرشد کي فيض بخشي اهڙي فيض جي اسان کي ڪا به ضرورت نه آهي“. انهيءَ جواب ملڻ تي شاهه شاهان اُٿي کڙو ٿيو ۽ دستور موجب محافي ۾ چڙهي روانو ٿيو ته جمن شاهه جي ننڍي پاءُ جان علي شاهه ڊوڙي وڃي صوفي شاهه شاهان جي محافي کي ڪلهو ڏنو. صوفي شاهه شاهان محافو جهلائي نينگر کان نالو دريافت ڪيو، جنهن جواب ۾ چيو ته ”منهنجو نالو آهي جاني“ پاڻ فرمايائين ته:

”وا هه وا هه جاني آيا- جاني دا مٺ نهين ڪوئي ثاني“

پوءِ پاڻ محافي کان لهي فيض عطا ڪيائين ۽ وصيت جو بار ادا ڪيائين.

مٿيون صورتحال فقير محمد محسن ۽ فقير بيگ محمد جي روبرو ٿيو. انهيءَ ڪري محمد محسن صاحب آداب بجا آڻڻ کان پوءِ صوفي شاهه شاهان کي دعوت ڪري پنهنجي گهر جي لڳ مسجد جي حجري ۾ رهائڻ لڳو ۽ هر قسم جي خدمت سرانجام ڏيڻ لڳو ۽ فيض برڪت حاصل ڪندو رهيو. صوفي شاهه شاهان انهيءَ حجري ۾ ڇهه مهينا رهيو ۽ وعظ ۽ فيض جي تلقين ڪندو رهيو. اڪثر هرشام جو وعظ اٿي ويهي ڪندو هو، سندس وعظ موثر ۽ فيض پريو هوندو هو. سندس وعظ ۾ ايترو اثر هو، جو مسجد جي ٻاهران جيڪڏهن راهه گذر ماڻهوءَ جي ڪن تي سندس وعظ جو آواز پهچندو هو ته اهو ماڻهو سندن وعظ ٻڌڻ کان سواءِ اڳتي وڌي نه سگهندو هو. انهيءَ ڪري مسجد جو نالو ئي ”وعظ واري مسجد“ پئجي ويو. انهيءَ عرصي ۾ صوفي جان علي شاهه کي سلوڪ طئي ڪرائي ۽ فيض سان پرپور ڪري، پنهنجي نياڻيءَ جو ساڻن نڪاح ڪرائي، پوءِ پاڻ پاڳناڙيءَ روانو ٿي ويو.

پاڳناڙيءَ رواني ٿيڻ وقت فقير محمد محسن ۽ فقير بيگ محمد کي خلافت عطا ڪري، اها وصيت ڪيائين ته

”هميشہ جان علي  شاھ جي خدمت ۾ رهجو“ ۽ هيٺيون شيون تبرڪ طور ڏنائين:
1- تاج مبارڪ
2- گودڙي مبارڪ (گيڙو رتل)
3- هڪ بيت: ميءِ ڪہ خوردم ببلد بهاگ بلوچ
نشہ در لوه ري نمود تمام
اهي شيون هن وقت به موجوده سجاده نشين فقير صوفي سبحان بخش وٽ موجود آهن.
تبرڪات جي ملڻ وقت خليفه محمد محسن، شاھ شاهان جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته: قبلا! نيڪ نينگر عطا ٿئي. پاڻ هٿ کڻي دعا گهرڻ کان پوءِ فرمايو ته ”انشاءَ الله تعالى اوهان کي نر نينگر عطا ٿيندو.“

**وصيت جي ترتيب جو سلسلو:**
ميان غلام رسول وڏجارو اصل خراسان جو ويٺل هو ۽ واپار سانگي روهڙي اچي نڪتو. صوفي مير جان الله شاھ جي ذڪر فڪر جي تلقين وٺي، ڪجھ ڏينهن کان پوءِ سمورو سامان وڪڻي مرشد جي خدمت ۾ رهي پيو. سلوڪ ۽ فيض حاصل ڪرڻ کان پوءِ کين وطن ورڻ

جي اجازت ملي، پر مٿي بيان ٿيل وصيت ڪيائين. پوءِ پاڳناڙيءَ ۾ سندس رهڻ جو سبب بڻجي پيو، انهيءَ ڪري وصال ڪرڻ وقت پنهنجي خليفي غلام محمد پاڳناڙيءَ واري کي وصيت ڪيائين ته ”اوهان جو هڪ مريد سيد عبدالوهاب شاهه فيضياب ٿيندو، اُن کي روهڙيءَ ڏانهن وصيت جي سرانجاميءَ لاءِ موڪلجو.“

**ميان عبدالقادر عرف بيدل جي ولادت جو احوال:**

شاهه شاهان جي دعا کان پوءِ فقير محمد محسن کي 1230 ھ ۾ هڪ نينگر تولد ٿيو. اُن وقت پاڻ صوفي جان علي شاهه جي صحبت ۾ ويٺو ته کيس دائيءَ وچي اطلاع ڏنو ته سائين جن کي مبارڪ هجي، جو اوهان کي چمندي ڳالهائيندڙ هڪ نينگر ڄائو آهي، پر هڪ پير کان ڪجهه منڊو آهي“. تنهن تي صوفي جان علي شاهه فرمايو ته ”اهو منڊو نه آهي. پر روهڙيءَ جو جهنڊو آهي.“

يعني مشهور معروف اهل الله ٿيندو. ائين چئي خليفي صاحب کي مبارڪ ڏنائين.

دائي چمندي ڳالهائڻ جي باري ۾ هيءُ ٻڌايو ته نينگر جي ناڙي وڍڻ لاءِ چري ڳوليائين ٿي ته نينگر چري جو ڏس پاڻ ڏنو آهي (معلوم ٿئي ٿو ته بيدل صاحب چمندي چام هو). خليفي محمد محسن پنهنجي نينگر جو نالو ”عبدالقادر“ رکيو، پر پاڻ جڏهين وڏا ٿيا ته محبوب سبحاني جي اسم گرامي سبب پاڻ کي ”قادر بخش“ به سڏائڻ لڳا.

## خليفي محمد محسن جي وفات

هڪ دفعي خليفو محمد محسن دستور مطابق فجر نماز تي صوفي جان علي شاه جي خدمت ۾ آيو. نماز بعد صوفي صاحب کي غمگين ڏسي عرض ڪيائين ته:
”قبلا! ڇا ڳالھ آهي، جو اوهان جي طبيعت تي سخت ملال آهي ۽ صاحبزادي علي اڪبر جي طبيعت ڪيئن آهي؟“
صوفي صاحب وراڻيو ته ”نينگر علي اڪبر شاه جي طبيعت سخت ناچاڪ آهي“.
تنهن تي خليفي محمد محسن چيو ته ”قبلا! اجازت ملي ته سمورو احوال معلوم ڪجي“. صوفي صاحب اجازت ڏني ته پاڻ ڪچهري ڇڏي گھر هليو ويو.

ٻئي ڏينهن خليفو محمد محسن فجر نماز تي آيو ۽ نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ عرض ڪيائين ته ”قبلا! گذريل رات لوح محفوظ جو معائنو ڪيو ويو، نينگر جي عمر ختم ٿيل هئي ۽ بنده جي عمر اجا ٻارهن (12) سال باقي هئي، تنهن ۾ هڪ سال بيماريءَ جو، باقي 11 سال صحت سلامتي جا هئا؛ سو هڪ سال بيماريءَ وارو پنهنجي لاءِ جهليو مون، باقي يارهن سال نينگر جي نالي داخل ڪيا اٿم. خدمت قبول پوي ۽ اميد ته قبول پوندي.“ صوفي جان علي شاهه اهو ٻي دفعا پڇيو ته ”اوهان پنهنجي رضا ۽ خوشيءَ سان ڪيو آهي؟“

پاڻ چيائين ته ”قبلا! هائو“.

پوءِ خليفي محمد محسن گهر وڃڻ جي اجازت گهري ۽ گهر وڃي بستري داخل ٿيو ۽ پورا ٻارهن مهينا بيمار رهيو، سال 1259 هه ۾ رحلت ڪيائين؛ ۽ سيد علي اڪبر شاهه پورا يارهن سال زنده رهيو، جنهن عرصي ۾ مٿي ۾ سور به نه پيو.

سيد علي اڪبر شاهه جي وصال جي تاريخ بيدل صاحب هن طرح سان بيان ڪئي آهي:

چون علي اڪبر شهه والا گهُر

صوفي و رضوي نجيب و نامور
صاحب سجاده سلک قادري
شجره حسنين را نيکو ثمر
ره برون جستہ ز قالب عنصري
در هوائي لا مکان بکشاد پر
تافت بر ديوار نور از آفتاب
باز قرص آفتابش شد مقر
گفت تاريخ وصالش هاتفي
قد ولق عند المليک المقتدر
سنه 1270 ھ

جڏهين خليفو محمد محسن صاحب 1259 ھ ۾ وصال ڪري ويو ته صوفي جان علي شاه پنهنجي درگاه ۾ خليفي صاحب کي اهڙي هنڌ رکايو، جو هن وقت صوفي جان علي شاه جي بلڪل قدمن ۾ موجود آهي. خليفي صاحب بابت بيدل صاحب جا ارشاد:

هو ويچارن واهرو، مساڪينن ماڻ
يمحوالله مايشاءُ و يثبت، آذوتين اُهچاڻ
ڪِي ٿهين جي ڪاڻ، ته وسئون کي ويجهو ٿئين.

---

هو ويچارن واهرو، مسڪينن ملجاءِ
وجي آگِ ھُ اُن جي، سور سپيئي سلجاءِ
تنهن ريتيءَ سان رلجاءِ، جا پٽي پرين جي پيرن ۾.

———

هو ويچارن واهرو، يتيمن ياور
ترت رسن تک تار ۾، دانا دلاور
اهڙا اَڪابر، ماندن لئي مولى مڪا.

———

هو ويچارن واهرو، شارڪ چڙ تون شڪ
هاهوتي ٿيا حق، نالي آهن آدمي.

## خليفي بيگ محمد جي اولاد جو احوال

خليفي بيگ محمد کي سنه 1248 ھ ۾ فقط هڪ فرزند تولد ٿيو، جنهن جو نالو عبدالله هو. کيس ظاهري علم جي تعليم ڏياري وڏو عالم ۽ فاضل ڪيائين، جنهن هڪ وقت پنهنجي گهر جي لڳ اوطاق ۾ مدرسو قائم ڪيو، جنهن ۾ بيدل صاحب جو فرزند محمد محسن عرف بيڪس، سيد ويڏل شاه ۽ قاصي غلام حيدر وغيره شهر جا ڪافي

معزز حضرات پڙهي وڏي علم جا صاحب ٿيا. انهيءَ کان سواءِ سلوڪ ۽ فقيري جي تعليم ۽ تلقين بيدل صاحب کان وٺي معرفت جو مقام حاصل ڪري رباني عالم ٿيو. انهيءَ کان پوءِ بيدل صاحب پنهنجي نياڻي ”پرور ڏني“ کيس نڪاح ڪري ڏني، جنهن مان هڪ صاحبزادي تولد ٿي پر ڪجھ وقت گذرڻ بعد سنه 1282 ھ ۾ بيبي پرور ڏني رحلت ڪري وئي. سندس مزار بيدل صاحب جي درگاه تي هڪ تجر جي اندر آهي.

* مبين نور محمد جي معنى ۽ تشريح جي تفصيل لاءِ ڏسو: ’لطيف سالگره مخزن‘ بابت ٻه سو ايڪيهين ۽ ٻاويهين ورسي سال 1973-1974ع، ڇپايل شاه عبداللطيف ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاه- حيدرآباد، سنه 1975ع، ص 35-

## خليفي بيگ محمد جي محويت جو هڪ مثال

هڪ دفعي دستور موجب سياري جي موسم ۾ پنهنجي اوطاق ۾ ٻا ھ ٻاري ويٺو هو. تان جو کيس محويت ۽ استغراق ٿي ويو. انهيءَ حالت جي ڪري سندس وارن کي اچي ٻا ھ لڳي پر کيس ڪا به خبر ڪا نه رهي. جڏهن وارن جي سڙڻ جي بوءِ سندس فرزند فقير عبدالله کي ڪوٺيءَ جي ٻاهرين حصي ۾ پهتي ته جلد اُٿي اُها ٻا ھ

وسائڻ لڳو ته خليفو صاحب چوڻ لڳو ته: ابا ڇا آهي؟ ٻڌايو ويو ته :قبلا! وارن کي باهه لڳي هئي. سنه 1272 هه ۾ پاڻ انتقال ڪري ويو، سندس مزار به سيد صوفي جان الله شاه جي درگاه تي خليفي محمد محسن صاحب جي لڳ آهي.

## فقير عبدالله جي اولاد جو احوال

فقير عبدالله سنه 1287 هه ۾ ٻي شادي ڪئي، جنهن مان به نينگر تولد ٿيا: پهريون (1) بيگ محمد 1290 هه ۾ ۽ ٻيو (2) غلام اللطيف 1295 هه ۾.
فقير عبدالله پنهنجي وڏي پٽ کي سنڌي تعليم ڏياري. تان جو ميان بيگ محمد پرائمري ماستر ٿيو. ننڍي پٽ سنڌي تعليم سان گڏ عربي ۽ فارسي تعليم حاصل ڪري، سڄي زندگي فقيري خيال ۽ راڳ ويراڳ ۾ گذاري. انهيءَ کان سواءِ جهوڪ شريف جي سجاده نشين صوفي عبدالستار کان زباني راه ونئي، سيد رکيل شاه ۽ نصير فقير جو پير پائي ٿي، دم جي ڌمال ڏيڻ لڳو. فقير عبدالله جي انتقال جو جڏهن وقت قريب آيو ته دستور موجب فجر نماز لاءِ سرديءَ جي موسم ۾ اُٿي ٻاهر نڪتو ته کيس سرديءَ جي

سٺ آئي ۽ انهيءَ بيماريءَ ۾ سنه 1301 ھ ۾ رحلت ڪيائين. سندس مزار بيدل صاحب جي مزار جي لڳ ڪٺهڙي جي اندر آهي ۽ سندس مزار تي هي نظم لکيل آهي:

## نظم

وه معلم و فقير حق آگاه
(عجيب قسم جد استاد ۽ حق کان باخبر فقير هو)
گل گلزار فيض عبدالله
(عبدالله فيض جي باغ جو گل هو)
يوم يک شنبہ بيست و پنجم
(آچر ڏينهن پنجويهين تاريخ)
کرد رحلت بجنب باغ ارم
(رحلت ڪيائين باغ ارم ڏانهن)
سنه 1301 ھ

**فقير قادر بخش عرب بيدل جي اولاد جو احوال:**

فقير بيدل صاحب پهرين شادي پنهنجن عزيزن مان سنه 1257 ھ ۾ ڪئي، جنهن مان فقط هڪ نياڻي تولد ٿي،

پوءِ ڪج ھ وقت گذرڻ بعد حرم گذاري ويا. ٻي شادي سنه 1271 ھ ۾ ڪيائين، جنهن مان ٽي پٽ تولد ٿيا:

(1) محمد محسن عرف بيڪس 26 جماد الثاني 1275 ھ ۾
(2) محمد فريد 23 جماد الاول 1277 ھ ۾
(3) خدا بخش جيڪو ننڍي هوندي ئي گذاري ويو.

**فقير محمد محسن عرف بيڪس جي اولاد جو احوال**

بيدل صاحب جا ٻه نينگر محمد فريد ۽ خدا بخش ننڍي عمر ۾ ئي رحلت ڪري ويا، باقي فقير محمد محسن عرف بيڪس 1138 ھ تائين ظاهري علم فقير عبدالله کان حاصل ڪيو ۽ معنوي علم ۽ سلوڪ پنهنجي والد بيدل صاحب کان پرايو. جڏهن پاڻ تيرهن سالن جو ٿيو، تڏهين سندس والد فقير بيدل صاحب سنه 1289 ھ ۾ رحلت فرمائي ويو ته ڪيس سورن اچي سيهو ڪيو. جيئن پاڻ فرمايو اٿس ته:

ماهي مئن نون بخش ڏکان دا ڏاج
روئيندي پٽيندي مئن رين گذاري
ٻاٻل مائي مئن جيئري ماري
جيوين رانجهن چوڙيا راج

انهيءَ ڪري جسم ڪي جوشون جلائي جيءَ ۾ جهاتڙيون پائڻ لڳو. رات جو گهر ڇڏي مولوي عبدالحليم صاحب جي ٽڪريءَ تي دم جي ڌمال جي ڌن مچائڻ لڳو ۽ ڏينهن جو رنگين ڪپڙا پهري شهر جون گهٽيون گهمڻ لڳو. جڏهين سندس عمر سترهن سالن جي ٿي، تڏهن فقير عبدالله کي خيال آيو ته نينگر کي شادي ڪرائجي ته سندس طبيعت مان جوش گهٽجي ۽ قرار اچي، سو صاحبزادي کي شاديءَ لاءِ چيائين پر هن صفا انڪار ڪري ڇڏيو. تنهن تي سيد رسول بخش شاهه بڪار وارو هڪ ٻيو سيد نامعلوم ۽ ٽيون پائي ڪشنچند پير ڳوٺ وارو اهي ٽيئي بيدل صاحب جا پيارا مريد هئا. عبدالله فقير انهن ٽنهي تي زور رکيو ته ڪنهن طرح سان صاحبزادي کي شادي ڪرڻ لاءِ مڃايو. آخرڪار پنهنجي سالي سندس نڪاح ۾ ڏنائين. پر درد جي دونهين ڪيس فرصت نه ڏني جو شادي ڪرڻ مان جو مقصد آهي سو ٿئي. انهيءَ ڪري فقير عبدالله وري ٻيهر بيڪس سائين ڏانهن مٿين ٽنهي چڱن جي ميڙ موڪلي، جن وڃي عرض ڪيو ته ”قبلا! شادي ڪرڻ مان مطلب آهي ته اولاد پيدا ٿئي، سو مهرباني فرمايو ته جيئن اوهان جو نينگر اکين

سان ڏسون.“ پاڻ مشڪي چوڻ لڳو ته ”چاچا ڏاڍو زورآور آهي! اسان کي ته نينگر چائو آهي.“ تعجب مان پڇڻ لڳا ته ”قبلا! اهو نينگر ڪهڙو آهي؟“ فرمايائون ته ”چاچا جو وڏو پٽ بيگ محمد چاچا جو آهي ۽ سندس ننڍو پٽ فقير غلام لطيف اسان جو آهي.“ اهو ٻڌي سڀ خاموش ٿي ويا.

انهيءَ کان پوءِ فقير صاحب نينگر تي شفقت جي نظر رکڻ لڳو ۽ لب مبارڪ سندس منهن ۾ وڌي، انهيءَ ڪري سڀني مريدن ۽ معتقدن جون نظرون نينگر ڏانهن کڃي ويون. جڏهين فقير محمد محسن عرف بيڪس سنہ 1298 ھ ۾ رحلت فرمائي تڏهين دستور موجب ٽئين ڏينهن تي وعظ واري مسجد ۾ فقير بيڪس صاحب جي دستار فقير غلام اللطيف کي ٻڌائي وئي. هيءَ دستار سيد وڏيل شاھ ٻڌائي، جو اُن وقت مسجد ۾ موجود هو. فقير غلام اللطيف پنڌرهن سالن تائين ته عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جي تعليم ۾ گذاريو، انهيءَ کان پوءِ ميران پور جي سجاده نشين صوفي عبدالستار کان رباني راه وٺي ذڪر فڪر ۽ دم جي ڌمال ۾ گذارڻ لڳو. سيد رڪيل شاه ۽ نصير فقير جلالاڻي سندس پير پائي هئا.

انهيءَ ڪان پوءِ ڪيس آواز ڪلام ڪرڻ جو شوق ٿيو، انهيءَ ڪري ٿولو ٿاهي هر روز شام جو بيدل صاحب جي درگاهه تي آواز ڪلام ڪرڻ لڳو ۽ پنهنجي شعر ۽ ڪلام ۾ پنهنجو تخلص ”مسڪين“ رکيائين. مشهور ڳائيندڙ ”لعلو“ ۽ ”منو“ سندس شاگرد هئا.

ڪيس پنج فرزند هئا:

(1) داتا بخش

(2) حيدر بخش

(3) مهدي بخش

(4) سبحان بخش

(5) سردار بخش.

فقير غلام اللطيف انٺيهن سالن جي عمر ۾ 23 ربيع الثاني جي سنہ 1333 ھ ۾ رحلت ڪئي. سندس مزار بيدل سائين جي ڏاڪڻي ٿلهي تي آهي ۽ سندس مزار جي تختيءَ تي هي فارسي نظم لکيل آهي:

پُر نور فقير از زمره فقرا بود

(اهو نور پريو فقير، فقرا جي ٽولي مان هو)

خوش طبع و خوش خلق و مسڪين بود

(خوش طبع، خوش خلق ۽ مسڪين هو)

آن منظور نظر فقير محمد محسن بود
(اهو فقير محمد محسن جو منظور نظر هو)
فرزند آن و سرگروه فقرا بود
(سندس فرزند ۽ فقراءَ جو سرگروھ هو)
تاريخ آن از هاتفہ پرسيدم و گفت
(انهيءَ جي تاريخ هاتف کان پڇيم ته چيائين)
آن هادي خوش رو از لطيف بود
(اهو خنده پيشاني هادي، لطيف کان هو)

## شجره سبحانيه



# فقير قادر بخش ”بيدل“ جو احوال

**تعليم:**

فقير صاحب جي ولادت سنہ 1330 ھ ۾ ٿي. (سندن ولادت جو احوال گذريل صفحن تي ڏسڻ گهرجي.) ننڍپڻ کان ئي ذهين ۽ بلند خيال هئا، انهيءَ ڪري جڏهن عمر جا پنج سال پورا ٿيا ته 1236 ھ ۾ کين تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ تعليم گا ھ ۾ وهاريو ويو. انهيءَ کان پوءِ سندن والد صاحب به وقت به وقت پنهنجي نينگر کي تعليمي نڪتن ۽ تصوف جي اسرارن کان واقف ڪندو رهيو. تنهنڪري سنن ورهين جي عمر ۾ ئي برک ۽ بيمثال تعليم يافته ٿي پيو، ۽ تقوى ۽ طاعت، ورد ۽ وظائف جي شغل ۾ رهڻ لڳو.

**تلقين:**

سندن والد صاحب سنہ1243 ھ ۾ صوفي جان علي شاهه وٽ سندن بعيت ڪرائي، ذڪر فڪر جي تلقين ڪرائي. انهيءَ کان پوءِ کهڙي ذڪر فڪر ۾ لڳي ويا ۽ کهڙي جوش مان جيرا جلائڻ لڳا، اهو صورتحال هن طرح سان بيان ٿيل آهي:

ذال ذکر دي نال اُٺائين ساھ پساھ سدائي
ٻاجھ ذکر دي جا ئي گذري سا سپ عمر اجائي
فاذکروني اذکرکم سڻ رانجھن راہ ٻتائي
ھوئي صفائي

---

يي ياد مولی دي وچ نت رھين ٻاجھ ذکر نہ دم اُٺاوٹاھي
نال فکر فنا دي راتيان ڏينھان خيال ٻڌ خودي نو گواوٹا
ھي
در پير منان دا متان چوڙين، اھين خاک دي نال رل جاوٹا ھي
بيدل مرشد جڏان وت مھر کري، تڏان مطلب کلي پاوٹا ھي

---

دم دي سرت سنڀال رکين، دم ھي اسرار الاھي دا
دم دي نال تون جوشون جالين، دم دي وچ دوئي نون ڳالين
دم نون بيخود ھوکي پالين، ويکين نور صفائي دا
دم دي سرت سنڀال رکين، دم ھي اسرا الاھي دا

---

فکر نفي اثبات کسي دن، مار کي ڦر جيوا ويگا
”لا اِللہ“ دي شيشي کولون، ماھي مک وکلاويگا
”بيدل“ مطرب عشق دا آخر، گيت اناالحق ڳاويگا

---

جوشون جلائي جسم کي جيءَ ۾ ڪي پائج جهاتڙيون
ريءَ درد سپ ڳالهيون ڦڪيون وهواه برهه جون باتڙيون
جي تو طلب تڪرار آ گوندر گذارج راتڙيون
تو سر سگهو ٿيندين ادا بيشڪ برهه برساتڙيون

---

نحو و فقہ سي ميري خاطر ملول هي
کسب۔ فنا مين ڪوشش کرتا هون اور بس
”بيدل“ نه هو درد کي درياءَ مين اتنا غرق
مين بهي تيري خيال مين رهتاهون اور بس

---

ے

يا رب دوئي کے سے مجکون فراغ بخش
وحدت کي ميکده سے لبالب اياغ بخش
اندهارے مين پڑا هون مين کثرت کے وهم سے
وحدانيت کے لطف سون روشن چراغ بخش

ازانسواءِ رسالت ماب جي درگاهه ۾ هيٺين التجا اڪثر ڪندا رهيا:

مين هون پابند ڪثرت مين اغثني يا رسول الله
پڙا هون چاه ظلمت مين اغثني يا رسول الله
بهت بدڪار هون ليکن صبح اور شام رکهتا هون
نظر تيري شفاعت مين اغثني يا رسول الله
گنهگاران کي حالت پر نهين هر گز کوئي مشفق
سوا تيرے قيامت مين اغثني يا رسول الله
تيرے ديدار سے ابتک نه هون فائز که رهتا هون
نفس اپني کي شامت مين اغثني يا رسول الله
لطائف سب ميرے اپنے نظر رحمت سے زنده کر
پکڙ لے هاتهه غفلت مين اغثني يا رسول الله
سلوک راه عرفان ميرے پر في الفور آسان کر
مين هون عاجز مشقت مين اغثني يا رسول الله
نهين کوئي رهنما ”بيدل“ مسڪين بے سر وپاڪا
تيرلآ بن راه- وحدت مين اغثني يا رسول الله

انهيءَ ڏن ۽ ڏيان ۾ ۽ الله وارن جي درگاهن تي مراقبا ڪندي برابر ٽي سال گذري ويا. انهيءَ هوندي به تعليم ۾ ڪو ناغو نه پيو. انهيءَ زماني ۾ هڪڙي وقت مخدوم

شاهہ حيدر حقانيءَ جي درگاهہ روهڙيءَ تي ٿي راتيون رهيا، جنهن جي وصال جو سنہ فقير بيدل صاحب هنن لفظن ۾ فرمايو آهي:

شاهہ حيدر که هست غوث زمان

هادي فيض بخش عالمان

سال معراج او خرد مي جست

گفت دل شڪل مصطفى <u>است بدان</u>

1039 هہ

پهرين ۽ ٻي رات خواب ۾ ڏٺائون ته هڪ نوراني شڪل واري ڪين ارشاد فرمايو ته ”اوهان جي امانت اسان وٽ آهي.“ آخر ٽين رات فقير صاحب عرض ڪيو ته: قبلا! اوهان ڪٿي جا آهيو؟

ارشاد ٿيو ته”آءُ لعل شهباز سيوهڻ جو آهيان.“

**سيوهڻ شريف جو سفر:**

فقير صاحب لعل شهباز جي ڏس ملڻ بعد خواب جي حالت ۾ ئي روهڙي دريا جي ”حاجي تڙ“ ڏانهن سيوهڻ شريف وڃڻ لاءِ روانا ٿيا، جتان انهيءَ زماني ۾ ٻيڙا سيوهڻ ۽ ڪراچي تائين ويندا هئا. پر جڏهين اُتي پهتا ته ٻيڙو ڪنارو ڇڏي اڳتي نڪري ويو هو. پاڻ اهو ڏسي غمگين

ٿي بيهي رهيا ته اوچتو هڪ نوراني شڪل واري شخص کين مٿي ڪٽي ٻيڙي ۾ ويهاري ڇڏيو، فقير صاحب انهيءَ درويش کان ناليٰ جي پڇا ڪئي ته جواب مليو ته آءُ سيد عبداللطيف آهيان، تان جو اک کلي وئي. ان وقت سندن عمر 15 سال هئي.

سندن شاهه صاحب جي باري ۾ فرمايل اظهار – عقيدت هن طرح سان آهي:

مرشد وقت سيد السادات
مظهر جلوهائي غيب شهود
شاه عبداللطيف کز لطفش
طالبان مير سند بامقصود
ساقي بزم عشق و محفل درد
اولين نور آخرين بنمود
پيشوائي موحدان که رهاند
سالکان را کلام او زقيود
عرش و کرسي زوجد او در چرخ
آسمان پيش مسجد او بسجود
فيض بخش- جهان در ايامي
کس بمثلش نديده و نشود

سال وصلش سروش غيبي گفت

شاھ شاھان عشق وجد وجود

سنہ 1165 ھ

صبح ٿيڻ تي پاڻ دريا جي ”حاجي تڙ“ تي پھتا ۽ ڏٺائون ته راتوڪي خواب موجب ٻيڙو چڙھي ويو آھي. خيال آيُن ته رات شاھ صاحب وڏا قرب ڪيا، ھاڻي ڏسجي ته ڪھڙو ٿو سبب بڻجي ته اوچتو ھڪ زميندار گھوڙي تي چڙھي اچي ويو ۽ ننڍي ٻيڙيءَ تي سوار ٿي وڏي ٻيڙي کي وڃي پھتو. زميندار سان گڏ فقير صاحب به ٻيڙيءَ تي سوار ٿيا.

وڏي ٻيڙي ھلندي ھلندي ھڪ ھنڌ لنگر ھنيون، تنھنڪري سڀئي ٻيڙي وارا ھيٺ پٽ تي لھي ماني کائڻ لڳا. فقير صاحب ٻيڙي تي ئي ويھي رھيو. تان جو ھڪ نوراني صورت درويش ظاھر ٿيو، جنھن جي ھٿ ۾ ماني ۽ کير ھو سو فقير صاحب جي اڳيان رکيائين، فقير صاحب ماني ۽ کير کائي ٿانو واپس ڪري عرض ڪرڻ لڳا ته پنھنجي نالي کان واقف ڪريو، وراڻي ملي ته ” آءُ خواجه خضر آھيان“، ائين چئي غائب ٿي ويو. اھو صورت حال موجود ماڻھن ڏٺو ته حيرت ۾ پئجي ويا ۽

سيوهڻ شريف جي پهچڻ تائين هرڪا خدمت سرانجام ڏيڻ لڳا.
فقير صاحب سيوهڻ شريف جي پتڻ تان لهي سڌو قلندر شهباز جي درگاه ڏانهن روانا ٿي ويا. جڏهن درگاه جي ٻاهرئين دروازي وٽ پهتا ته ”سوره مزمل“ جي تلاوت شروع ڪري درگاه شريف ۾ داخل ٿيا. داخل ٿيندي ئي مٿن مدهوشي طاري ٿي وئي ۽ انهيءَ حالت ۾ برابر ست ڏينهن ۽ اٺ راتيون درگاه ۾ محو ۽ مدهوش پيا رهيا. خادمن ڪافي زور لڳايو ته فقير صاحب کي درگاه کان ٻاهر ڪجي پر ڪو به حيلو هلي نه سگهيو، تنهنڪري انهيءَ حالت ۾ ئي ڇڏي ڏنائون. انين ڏينهن جيئن اک کلي تيئن پاڻ ۾ قلندري رنگ جون صفتون ۽ جوش جلال ڏٺائون. انهيءَ ڪري کين لعل شهباز جون اهي سڀ ٻوليون ڳالهائڻ آسان ٿي پيون، جيڪي قلندر شهباز ڄاڻندو هو. فقط سنڌي مادري ٻوليءَ تي ٻنجو اچي ويو، تنهنڪري سنڌي زبان ڳالهائڻ جي جاءِ تي ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ ۾ جواب ڏيندا هئا. انهيءَ وقت وجد جي حالت ۾ هي شعر چوڻ لڳا.

ميرا مرشد مڪمل هے قلندر
حسيني حيدري سلطان سرور

قلندر چون محمد رهنما هے
قلندر چون علي مشڪل ڪشا هے
قلندر نور حسن المجتبى هے
قلندر نسل شاه ڪربلا هے
ميرا مرشد مڪمل هے قلندر
حسيني حيدري سلطان سرور
قلندر آفتاب اوليا هے
قلندر مظهر سر صفا هے
قلندر صورت شير خدا هے
قلندر محض ذات ڪبريا هے
ميرا مرشد مڪمل هے قلندر
حسيني حيدري سلطان سرور
”بيدل“

فقير صاحب فنا في القلندر ٿي، قلندري فيوضات ۽ جلالي انوار ۾ رڱجي لعل ٿي نڪتا ۽ دل دلبر ڪي ڏيئي ”بيدل“ بڻجي پيا. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ قلندريه دربار ۾ عرض ڪيائون ته: قبلا!

تن تابع شرع، جان بوجدان
بيرون ز خيال ڪفر و ايمان

(يعني: ظاهر هر شريعت جي حد اندر هجي ۽ باطن لا مڪان تي)
جو عرض قبول پيو ۽ اُن سان گڏ ارشاد ٿيو ته ائين ٿيندو پر هتان ”پير ڳوٺ“ سيد رُشد الله شاهه وٽ وڃجو ۽ ان کان پوءِ ”پريان لوءِ“ مخدوم محمد اسماعيل وٽان ٿي پوءِ روهڙيءَ وڃجو. انهي فرمان مطابق سڌو پير ڳوٺ آيا ۽ اچي مسجد شريف ۾ ويٺا. ان وقت معلم سيد علي گوهر شاهه کي مثنوي جا ڪجهه سبق پڙهائي رهيو هو. فقير صاحب ڪجهه اڳڀر وڌي اُنهن بيتن جي شرح ڪرڻ لڳو، جن بيتن جي معنى نينگر کي سمجهه ۾ نٿي آئي ۽ اهڙي ته سليس نموني ۽ موثر نموني ۾ سمجهايائون، جو نينگر کي سمجهه ۾ اچي ويو. انهيءَ ڪري استاد ۽ شاگرد جو رخ فقير صاحب ڏانهن ويو ۽ کين محبت ڏيڻ لڳا.
جڏهين صاحبزادو فارغ ٿيو تڏهين پنهنجي والد صاحب کي عرض ڪيائون ته: هن قسم جو فقير آيو آهي، سو مون کي اجازت ڏيو ته جيترا ڏينهن هتي آهي، اوترا ڏينهن مان وٽس پڙهان. سندس والد صاحب فرمايو ته: ان فقير کي مون وٽ وٺي اچ. جڏهين فقير صاحب کي عرض ڪري پير صاحب وٽ وٺي ويا ته ڏسندي ئي فرمايائون ته ”رات هي فقير اسان

سان مليو هو.“ پٺ کي چيائون ته ”توهان ان فقير وٺ پلي پڙهو، هي اسان جو معزز مهمان آهي.“

پوءِ جيترا ڏانهن فقير صاحب اُتي هئا ته نينگر کي پڙهائيندا رهيا. انهيءَ نينگر وڏي هوندي پنهنجو تخلص ”اصغر“ رکيو. فقير صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ علي گوهر جي تاريخ هن طرح لکي آهي:

جناب پير علي گوهر آن کريم رشيد
چو رمز اِرجعي از پرودگاه راز شنيد
گزاشته جسم دربن واگاه ناسوتي
بسوي گلشن لاهوت مرغ جانش پريد
بسوي اصل خود آرد رجوع هر چيزي
به بحر وحدت آن قطره سفر رسيد
بتافت رخ ظهورات آن سراپا نور
بقاف معنی سيمرغ وش نهان گرديد
دلم چو سالش بجست هاتف گفت
به آفتاب به پيوست نور حيّ وحيد
سنه 1268 ھ

پير ڳوٺ ۾ ڪجھ ڏينهن رهڻ ڪري سندن جلال ۽ جذبو سمائجي ويو. ان کان پوءِ پريالوءِ روانا ٿي ويا. مخدوم محمد اسماعيل جي زيارت کان پوءِ شريعت جي اتباع جو شوق پيدا ٿيو. ان بعد پاڻ روهڙيءَ ۾ اچي پنهنجي والد صاحب جي خدمت ۾ قدم بوس ٿيا. ٻئي ڏينهن فقير صاحب پنهنجي والد جي فرمان موجب سکر مولانا عبدالرحمان وٽ پڙهڻ ويا ته سهي، پر جوش ۽ جلال ڪري اڳتي پڙهي ڪونه سگهيا. جيئن هڪ ڏينهن جو واقعو آهي ته فقير صاحب شرح مُلاّ جو دستخط تي پڙهي رهيا هئا ته طبيعت جوش سان پرجي وئي ۽ منهن مبارڪ سرخ ٿي ويو ۽ اوچتو اکين مان زور سان نير وهي ڪتاب جي لفظن کي ميٽي ڇڏيو. تڏهين مولانا صاحب فرمايو ته: ٻچا! اوهان جو ڪجھ پڙهيو آهي، سو اوهان واسطي ڪافي ۽ وافي آهي. اڳتي اوهان پڙهي ڪونه سگهندا، تنهنڪري والد صاحب کي سلام عرض رکي، پڙهڻ جي باري ۾ مجبوريءَ جي معذرت پيش ڪجو! مولانا صاحب جو فرزند مولوي عبدالڪريم ڳالھ ڪندو هو ته بابو جڏهين به شاگردن کي پڙهائيندي انهيءَ جاءِ تي پهچندو

هو ته فقير صاحب جي ڏنل صورت حال جي ڪري، سندن اکين مان نير وهي ايندا هئا.

**لعل شهباز جي ٻي ظاهر ملاقات:**

ڪجهه ڏينهن گذرڻ کان پوءِ فقير صاحب وٽ هڪ نوراني صورت وارو درويش آيو ته پاڻ اُٿي آداب بجاءِ آڻي درويش کي باعزت وهاريو. درويش فرمايو ته: اوهان جي سنڌي ڪلام ٻڌڻ واسطي آيا آهيون. فقير صاحب عرض ڪيو ته: قبلا! سنڌي زبان کي گويا تالو لڳي ويو آهي، انهيءَ ڪري سنڌي ۾ ڪو به ڪلام چيل نه آهي. درويش فرمايو ته اوهان سنڌي زبان ۾ ڪلام شروع ڪري ڏيو، انشاءَ الله هاڻي ڪو به اٽڪاءُ نه ٿيندو. ائين چئي اُٿي کڙا ٿيا ته فقير صاحب به اٿي ساڻن دروازي تائين گڏجي آيا. پوءِ واپس وري اچي پنهنجي وٿاڻ تي ويٺا. صحبت وارن مان ڪنهن ڪانئس سوال ڪيو ته: قبلا! ڪير درويش هئا. پاڻ فرمايائون ته: سنڌ جا سلطان لعل شهباز هئا ۽ به قرب ڪري ويا: پهرين وحدت الوجود جو حال عطا ڪيائون. ٻيو سنڌي زبان جو تالو کوليائون.

قلندر دل اندر، من اندر قلندر

سدا شائقن جي، دل اندر قلندر

---

سرور سنده قلندر کہ زين سلطان بود
مخزن سرّ لدن مطلع نور جان بود
شهبازيست کہ در عالم تکين عروج
وصف طيرانش بيرون زحد امکان بود
در دريائي معارف چمن باغ بقا
مرقد روشن او شهر بہ سيوستان بود
جامع شرع و توحيد شہ قطب الدين
مير مخدوم حسيني و ولي عثمان بود
دل چو تاريخ و صالش بجستہ ز سروش
هاتفم گفتہ او لعل يمن عزفان بود
سنه 1650 ھ

**مک ماهي دا:** شهباز قلندر جي دوباره نوازش کان اڳي، بيدل صاحب ورد وظائف ۽ تقوى طاعت ۾ مشغول ئي هئا ته ڪجھ ڏينهن کان پوءِ سنہ 1245 ھ ۾ اوچتو ڪرمچند جي اولي اهڙو تير تفنگ لڳو، جنهن سرت گنوائي ساري. جيئن پاڻ فرمايو اٿن:
ٿل: عشقي سانون چاٽي چڪائي

پل ڳئي ساڏي سرت سپائي

1. صرف نحو تي فقہ مئن پڑھيا

تقوی وچ ٻھون مين کريا

پيچ زلف وچ جڏان مين اڙيا

مذهب دين دي وسري وائي

2. عشقي اپنا تاب ويکايا

علم عقائد ياد نه آيا

جلوي حسن دي هوش گنوايا

چسم سيہ جڏان چوٽ لٻائي

”بيدل“

مجاز جي حقيقت سندن تصنيفات ۾ ڪافي بيان ٿيل آهي پر اسان بوالهواس ۽ سَڌون ڪندڙن کي گمراهيءَ کان بچڻ لاءِ سندن صرف ٽي نڪتا پيش ڪريون ٿا:

مجاز هڪ ”حال“ آهي نه ”قال“، يعني جيڪڏهن طالب بت پرست. مان وحدت جو نور نظر نه آيو ته اها صورت بُت اهي ۽ طالب بُت پرست. جيڪڏهن ”حال“ غائب نه آهي ۽ اجا ”غير“ ۽ ”دوئي“ نظر ٿي اچي ۽ مرڻ کان اڳي پاڻ نه مئو آهي ته اهو عشق قال، برباد ۽ باطل آهي. جيئن پاڻ ارشاد فرمايو اٿن: مَنْ يَّعْشِقُ عَلى صُوْرَتِ وَلَمْ

يُطْلِعَ مَعنَاه كَعُبُدُ الصّنَمِ (بيدل) يعني جيڪو طالب ڪنهن صورت تي عاشق ٿئي ٿو ۽ ان جي معنى ۽ حقيقت کان آگاه نہ آهي، سو بت پرست وانگر آهي.

بيدل ويک حسن دي اولي نور سارا نروار (بيدل)

—

قاف قدر معشوقاندا سوئي جاني،
جوئي آپ ڪنون آزاد هوندا
جان جان غير سراپا گم نهو،
تان تان بره سيون برباد هوندا
نيهن لاوڻ دي وچون سالڪان نون،
موتو اقبل الموت مراد هوندا
بيدل گم ٿيون سيئي پُر پيون،
اينوين عشق ڪنون ارشاد هوندا
”بيدل“

**غلام محمد جو بيک:**_فقير صاحب ڪرمچند جي عشق ۾ وحدة الوجود جي ڪرشمن ۾ برابر ٽي سال گذاري ”فنا“ جا مقام ۽ منزلون طئي ڪري اجان مس فارغ ٿيا ته اوچتو سنہ 1248 ھ ۾ غلام محمد دارونگر (مغل) حال

درزڪو ڪم ڪندڙ شڪارپوري جي بيڪ ۾ هڪ اهڙو
ڦهري ڪان لڳو، جو دانهن ڪري چوڻ لڳا:
ظوئي ظاهر هوندا تيڏي اکيان وچون
ڪوئي غازي غمزي باز هين تون
دل نال ڪرشما لُٽ ڳڌءِ
سهڻي چال سراپا ناز هين تون
پنبڙين تير پواندي سيگ تينون
ڪيسا تِکڙا تير انداز هين تون
بيدل درس تيڏي وچ مست هويا
سانون ساقي محفل راز هين تون
عين عشق تيڏا هے امام ساڏا،
ڏوجها مذهب دين نه چاڻندا مين
مين طرف تساڏي سجود ڪيتا،
قبلا هورنسي ڪو پچاڻندا مين
مين ٿون علم عقائد پل ڳيا، ٿيسان خادم در خوباندا مين
”بيدل“ بره جيسي ڪائي چيز نهي، چاوندا قسم پلي قرآن
دا مين
انهيءَ مقناطيس ڪشش غلام محمد کي به اهڙو جڪڙي
وڌو جو کيس گهر ۾ رهڻ ئي نه آيو ۽ وقت بوقت

شڪارپور ڇڏي سڌو فقير صاحب وٽ روهڙيءَ هليو ٿي آيو. اها روش به ڪافي وقت هلي. غلام محمد جي مائٽن کي اها روش نه وڻي. انهيءَ ڪري ڪيس فقير صاحب وٽ اچڻ کان ڪافي روڪيائون ۽ ڪيترا حيلا هلايائون پر ڪجھ به ڪين وريو. آخرڪار غلام محمد کي سندس مائٽن هڪڙي ڪمري ۾ بند ڪري قلف هڻي ڇڏيو ۽ ماني وغيره جو انتظام به اندر ڪمري ۾ رکيو ويو. غلام محمد جي وڇوڙي ۽ جدائيءَ فقير صاحب جي اندر ۾ اهڙو دود دکيايو، جو فرمائڻ لڳا ته:

جان بہ لب آمده است زهجران حبيب کو

(هجر ۽ وڇوڙي کان جان چپن تي اچي وئي آهي ڪٿي آهي يار)

دردم زحد گذشت خدارا طبيب کو

(درد حد کان لنگهي ويو آهي خدا واسطي ڪٿي آهي طبيب)

آفاق کرد ساخت مرا دور چشم تو

(مون کي تنهنجي ديدار کان دنيا جي دور پري ڪري ڇڏيو آهي)

آخر زکس بپرس کہ ”بيدل“ غريب کو

(آخر ڪنهن ڪان پڇ ته سهي ته غريب بيدل ڪاڏي وڃي)

—

اندر ٻاهر مينون ڀهڻ نه آوي
ٻاهر ڦران تيڏا برهه ستاوي
فوج حسن دي چڙهه چڙهه آوي
جوڙ ڪري جنسار جذبي دل جڙي هي

—

بره ڪاسائي دي دست پيوسي
حسن ڪيتي قربان ٿيوسي
سر نشانا ناز ڪيتوسي
تير ستم دا گهاوندا گهڙي گهڙي هي
”بيدل“

آخرڪار هن طرح فرمائي سڌا شڪارپور روانا ٿي ويا ته:

”بيدل“ چوڙ بزرگي سڃي
پيچون يار سهٽي دي وڃي
بند حيا و شرم دا پڃي
نيٽن ويک نظارا عشقي ديد اڙي هي

شڪارپور پهچڻ شرط امين شاه چشتي جي مزار تي ڪجھ وقت مراقبو ڪري، دلربا ڏانهن رخ رکيائون ۽ گهر جي اهڙي هنڌان اچي ويٺا، جتان غلام محمد جي ڪوٺي هئي. فقير صاحب جوش جي حالت ۾ اشهد آڱر سان ديوار کي ليڪو ڪڍيو، نتيجي ۾ ديوار کي شگاف ٿي پيو. غلام محمد ٻاهر نڪري آيو ۽ ٻئي گڏجي روهڙيءَ پهتا. جڏهن گهر وارا ڪوٺيءَ جو تالو کولي اندر گهڙيا ته ڏسن ته ڪوٺي خالي آهي. سو جاچڻ لڳا ته متان غلام محمد ديوار کي ڪو سوراخ ڪري نڪري ويو هجي، پر ڪو به سوراخ يا شگاف نظر نه آين. وڏي سوچ ويچار ۾ پئي سڌو روهڙي فقير صاحب وٽ آيا. ڏسن ته غلام محمد فقير صاحب وٽ ويٺو آهي. انتظار دور ٿيو ۽ فقير صاحب جي قدمن تي ڪري پيا، ۽ چيائون ته: قبلا! اسان جيڪي به اوهان سان بي ادبيون ۽ گستاخيون ڪيون آهن، تن جي معافي ملي. غلام محمد اوهان جو آهي ۽ اوهان کي پرتو آهي. اسين هن وقت واپس وڃڻ جي اجازت ٿا وٺون، جو گهر وارن کي تسلي ڏئي انتظار دور ڪريون. ائين چئي موڪلائي هليا ويا.

انهيءَ کان پوءِ پاڻ تصوف جي ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ ۽ ”وحدت الوجود“ يا ”همہ است“ (سڀ سو آهي) جي خيال ۾ ٿيپيون هڻڻ لڳا. جيئن پاڻ فرمايو اٿن:

1. هستيءَ ڪي همہ اوست ۾، ڪيو گم جني
ڏنو ترت تني، اکين شعاع شهود جو
2. هوڪو همہ اوست جو، سٽج ساڻ يقين
اينما تولوا فثم وجہ الله، حق ريءَ آهي ڪين
فرق ڪفر ۽ دين، بيشڪ بهانو اٿئي.
3. هوڪو همہ اوست جو، سٽج ذيان ذري
الا اِنہ بڪل شيءِ محيط، پرين ناهہ پري
ٿو سهسين ويس ڪري، سپوئي آهہ سپرين.
4. هوڪو همہ اوست جو، سٽي رک ويساهہ
وهو الله و في السمٰوات والارض، هرجا آپ الله
اوهو شهن شاهہ، اولي عبديت جي.
5. مڙوئي محبوب آهہ، سدائي سپ پار
ولا اسم الا وجود واحد، صورت سهس هزار
جامان سو جنسار، پهريندڙ هڪ پرين.

فقير صاحب انهيءَ ڌُن ۽ ڌيان ۾ هئا ته سنہ 1256 ھ ۾ فقير غلام محمد، بيدل صاحب جي خدمت ۾ عرض ڪيو

ته: قبلا! بندي جا ٻه سوال آهن. هڪ ته پنهنجي غلاميءَ ۾ داخل ڪري، ذڪر فڪر جي تلقين ڪري ۽ طريقت ۾ هلائي پار پهچائيو. ٻيو ته پنهنجي قدمن ۾ رکجو. فقير صاحب قرب جي نظر سان ڏسي مشڪڻ لڳا ۽ تلقين ڪري طريقت ۾ داخل ڪيائون. انهيءَ کان پوءِ فقير غلام محمد ناز ڇڏي نياز ۽ مريدانو رويو اختيار ڪيو.

**سندن مريد:**

انهيءَ کان پوءِ سندن جوانيءَ جي وقت ۾ جيڪي شخص طريقت ۾ داخل ٿي فيض ياب ٿيا، تن جا اسم گرامي هي آهن:

1- فقير عبدالله سندن سوٽ جو ساٿن گڏ رکيل آهي.

2- لعل محمد فقير

3- ڏاڙهون فقير، جيڪي سڄي عمر سندن خدمت ۾ رهيا ۽ فوت به اُتي ٿيا ۽ درگا ھ جي مقام ۾ رکيا ويا.

4- ديوان شوڪت راءِ خيرپوري.

5- پارو شاه ٺڪر تي رهندڙ پائي وسڻ رام جو گرون.

پهرين شادي: سنہ 1257 ھ يعني 27 ورهين جي عمر ۾ سندن والد کين شادي ڪرائي، جنهن مان هڪ نياڻي تولد

ٿي. انهيءَ ڪان پوءِ سندن حرم فوت ٿي ويا. جيڪي بيدل صاحب جي درگاه ۾ اولهه طرف زناني مقام ۾ رکيل آهن.

**ابتدائي دور جون تصنيفون:**

سنہ 1258 ھ ۾ فقير صاحب ”رياض الفقر“ فارسي نظم ۾ لکيو، جنهن ۾ اهل بيت عظام، اصحاب ڪرام ۽ اولياءَ الله جي خدمت ۾ عقيدت جا گل پيش ڪيل آهن ۽ ڪيترن عارفن جي سخنن جي شرح به ٿيل آهي. هيءُ ڪتاب 80 صفحن جو آهي.

وري سنہ 1259 ھ ۾ ”سلوڪ الطالبين“ ۽ ”رموز القادري في شرح قصيده غوثيہ“ لکيائون. سلوڪ الطالبين فارسي نظم ۾ آهي ۽ پنهنجو تخلص ”طالب“ ڏنو اٿن. هي نظم سي حرفي جي صنف ۾ چيل آهي. فقط ”الف“ جي چيل شعرن جو انداز اٺ (8) آهي، اهڙيءَ طرح نظم ۾ جملي پنجاسي (85) شعر آهن.

”رموز القادري“ ۾ سيد عبدالقادر جيلاني قدس سره جي عربيءَ ۾ چيل ”سقان الحب“ جي شعرن جي فارسي نظم ۾ شرح آهي. هيءُ ڪتاب جملي ٻائيتاليھ (42) صفحن جو آهي.

سندن والد صاحب جو انتقال: انهيءَ کان پوءِ ساڳئي سال 1259 ھ ۾ سندن والد خليفو محمد محسن صاحب گذاري ويو، جنهن جي وصال جو مفصل بيان اڳ اچي چڪو آهي. سندن آخري آرامگاه صوفي مير جان الله شاه جي درگاه تي آهي.

فقير غلام محمد جو انتقال: سندن والد بزرگوار جو صدمو اڃا پورو لٿو ئي نه هو ته سنه 1261 ھ ۾ سندن محبوب ۽ مريد فقير غلام محمد اربعا ڏينهن 19 جمادي الثانيءَ ۾ پرواز ڪري ويو، بيدل صاحب، فقير غلام محمد جي مزار اهڙي هنڌ مقرر ڪئي، جو قدمن ۾ رهڻ واري وصيت بلڪل پوري ٿي ۽ فقير غلام محمد، فقير بيدل صاحب جي بلڪل قدمن ۾ آهي.

بيدل صاحب فقير غلام محمد جي فراق ۾ ڪافي شعر چيا آهن، پر هتي صرف هڪ عربي (ترجمي سان) ۽ ٻه فارسي شعر هن لاءِ پيش ڪجن ٿا ته فقير غلام محمد جو مرتبو ۽ پاڻ ۾ جو عشقي جذبو هون، سو معلوم ٿي وڃي.

عربي شعر (ترجمي سان)

1 – يا اَخيٌ اَين اَنت، اِن الدهر فرق بيننا.

(اي منهنجا ادا! تون ڪٿي آهين، آءُ ڪٿي آهيان بيشڪ زماني اسان جي وچ ۾ فراق ۽ جدائي وجهي ڇڏي.)
2 – ما اطعنا فراقكم، لَكن برضاءِ القدير سلمنا.
(اسان کي توهان جي فراق سهڻ جي طاقت نه آهي پر قادر جي رضا کي تسليم ۽ قبول ڪيوسون.)
3 - كنت دهراً انيسنا، فالان ليس الا خيالكم معنا.
(ڪو زمانو اهڙو هو، جو تون اسان سان اُنس ۽ محبت ونديندو هئين، هاڻي اسان سان صرف توهان جو خيال ۽ تصور آهي.)
4 – منذ يوم الوداع عيني جرت الدع حسرت حزنا.
(وداع ۽ جدائي جي ڏينهن کان وٺي، ڏک ۽ غم جا نير وهي رهيا آهن.)
5 – خلت اَن لا تكون تفارقنا، اذ تفارقت بغتة انا.
(مون ڀانيو ٿي ته تون اسان کان جدا نه ٿيندين پر اوچتو تون مون کان ڌار ٿي وئين.)
6 – قدرمان الزمان من بعدك بنبال الهموم ممتحنا.
(توکان پوءِ مون کي زماني امتحان وٺندي ڏکن ۽ ڏولاون جا تير اڇلائي هنيا)
7 - لست انا قادر اعلى فرج، ضاق عيشي بذكر ماكنا.

(مون کي طاقت نه آهي اُن زندگيءَ کي کشادي ۽ بافرحت بنائڻ جي، جيکا منهنجي زندگي تنگ ۽ ڏکن ڀري ٿي پيئي آهي، (روح رهاڻ کي) ياد کري جنهن ۾ گڏ هئاسون.)

**فارسي نظم**

1. آن مخلص يگانه که خوش بود محبتش
رفت از جهان، بماند دل داغ حسرتش
2. مقبول حق غلام محمد که دور زد
خون شد دلم ز سوز غم و درد فرقتش
3. يا رب دوام باد بحق حبيب تو
فيضان ابر رحمت برخاک تربتش
4. جانش مدام غرق به بحر وصال دار
شادان نما به هويت نور وحدتش
5. شب چهار شنبه نوزدهم آخرين جهاد
رسته ز قيد هستي تاريخ رحلتش

—

1. بزير خاک جا کردي بهرجايت خدا حافظ
غلام احمدي بادت محمد مصطفی حافظ
2. ره نا ديد سر کردي به تنهائي مطاعت را

زشر رهزنان بادا علي المرتضی حافظ
3. مذاق روح تو شرين ز شربت جام عرفان باد
زتلحيهائي غم بادت حسن المجتبی حافظ
4. بسويء عالم ارواح زين جا کرده رحلت
زهر کرب وبلا اي جان شهيد کربلا حافظ
5. بہ درويشي بسر بردي حيات مستعار خود
بهر سختيت بادا همت آل عبا حافظ
6. زپا آفگند مارا محنت دوري و مهجوري
ترا اي جان شہ بغداد تاج الاوليا حافظ
نيارد بيدل مسکين بجز فاتح فرستادن
دعايء مخلصان بادت زهر رنج و عنا حافظ
سير سفر
غلام محمد فقير جي را ه رباني وٺي وڃڻ ڪري سندن
حالت هن طرح ٿي پئي:
اندر ٻهان مين نون ٻهڻ نه آوي
ٻاهر ڦران تيڏا بره ستاوي
فوج حسن دي چڙه چڙه آوي
جوڙ ڪري جنسار جذبي دل جڙي هي
مين نون تساندڙي يار چنتا لڳ کڙي هي

(بيدل)
انهيءَ ڪري سير ۽ سفر جي ارادي سان مختلف اولياء ڪرام سان ملاقاتون اختيار ڪندي، الله وارن جي وصال جون تاريخون لکيون اٿن. بعضي حضرات جي خدمت ۾ اهڙا عقيدت جا گل پيش ڪيا اٿن، ڄڻ ته سندن مريد ۽ طالب آهن. اهڙي قسم جي بيتن ۽ ڪلامن جا مصرعا آهن پر اُنهن کي پيش ڪرڻ جي گنجائش نه آهي، تنهن هوندي به شاهه خير الدين سکر پراڻي واري جي لاءِ چيل ويهن مصرعن مان فقط ست بيت پيش ڪريان ٿو ۽ شڪر گنج اروڙ واري جي لاءِ چيل ستن مصرعن مان چار پيش ڪريان ٿو.
بيدل صاحب سنڌ خواه پنجاب ۾ جيڪي همعصر يا پرده نشين اولياء ڪرام هئا، گهڻو ڪري تن سڀني سان روح رهاڻ ڪئي آهي. سندن لکيل ڪتاب ”تاريخهاي رجال الله“ ۾ سرور عالم صلي الله عليه وسلم، اهل بيت عظام، اصحاب ڪرام ۽ ٻين حضرات جي وصال جون تاريخون نظم جي صورت ۾ ڏنل آهن. سنڌ ۽ پنجاب جي اولياء ڪرام جون تاريخون ٻاويهه عدد آهن.
**شاه خير الدين قدس سره**

درون روشن ز تنوير كمالات
برون سر خوش باظهار كرامات
زهي مرقد منور ديده دل
زهي را قدر شهنشاهي مكمل
نواز شهايء او بيرون ز تعداد
بر اقطاب و بر ابدال و بر اوتاد
ز فيض مقدم آن مصطفيٰ زاد
معلا قدر شد سكهر چو بغداد
بر اوراق زبرجد گشت مرقوم
صفاتش شاه خير الدين مخدوم
مسيح از پرده داران حرم او
كليم و خضر مشتاق كرم او
خدا تا دل و جان همقدم باد
سر بيدل بخاک آن حرم باد
—
شاه محمود شكر گنج قدس سره
زير اين گنبذ خضرايء كه خوش سامان است
شاه محمود و شكر گنج معلى شان است
قطب اقطاب، زمان غوث الاغواث كريم

هادي اهل طريقت بره عرفان است
پيش تو آمده اين ملتجي اي شاه شهان
زارو خجلت زده از بسکہ گر و عصيان است
بيدل از غايت پندرا ست بجان ولي
نظر لطف تو هر درد مرا درمان است

—

بيدل اهل دلون دا تون تهدلون بنده ملهہ خريد رهين

——

عشق جو يارو درازن ۾ عجيب اسرار هو
مست سالڪ منهن سچو عارف اتي اظهار هو

——

قربدارن جي ڪنڪ ۾ مرد منصبدار هو
در تنهين داتا جي بيدل پرت جو پينار هو

——

مٿين چيل ڪلام جي ڪري، ڪن حضرات بيدل صاحب کي سچل سرمست جي مريدن واري فهرست ۾ لکيو آهي. اُنهن جي خدمت ۾ عرض آهي ته پهرين بيدل جي ”تاريخهائي رجال الله“ ۽ انهيءَ قسم جا ٻيا ڪتاب چڱي

طرح مطالع ڪري پوءِ اهڙي فتويٰ جاري ڪرڻ گهرجي ها.
انهيءَ سفر جي دوران بيدل صاحب تاريخهائي رجال الله ڪان سواءِ ٻيا جيڪي ڪتاب تصنيف ڪيا آهن، تن جي سنه وار فهرست هن ريت آهي: سنه 1264 ھ ۾ ”نسخه دلڪشا“ ۽ ”نهر البحر“ ٻه ڪتاب لکيا اٿن.

## دلڪشا نسخي جو تعارف

هي هڪ ننڍو ڪتاب ذڪر ۽ فڪر ڪرڻ جي باري ۾ فارسي نظم ۾ لکيل آهي. ذڪر فڪر جي باري ۾ قرآن جون آيتون، حديثون ۽ عارفن جا سخن پيش ڪري، انهن جي شرح ڪئي اٿن.

## مثنوي نهر البحر جو تعارف

هي ڪتاب فارسي نظم ۾ 96 صفحن جو آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ فرمايو اٿن ته مولانا رومي جي مثنوي بحر آهي ۽ هي انهيءَ جي نهر آهي. هن ۾ قرآن جي آيتن، حديثن ۽ عارفن جي سخنن جي شرح ٿيل آهي. اُهي سندون جملي 88 آهن.

**سنه 64 ھ** ۾ ”مصباح طريقت“ ۽ ”منهاج الحقيقت“ فارسي شعرن ۾ چيل آهن، هي ٻئي ننڍا ڪتاب آهن. منجهن ”الف“ کان ”يي“ تائين غزل چيل آهن. هن طريقت ۽ حقيقت جو طور ۽ طريقو بيان ڪيو ويو آهي.
**سنه 66 ھ** ۾ سندالموحدين لکيو اٿن.

**سند الموحدين جو تعارف**

هن ڪتاب ۾ وحدة الوجود جي ثبوت واسطي 27 عارفن جا شعر سند طور پيش ڪيل آهن ۽ پنهنجي طرفان ڪج ھ به پيش نه ڪيو اٿن. هي ڪتاب 36 صفحن جو آهي.
**سنه 67 ۽ 68 ھ** ۾ ”ڪرسي نامہ ۽ ”رموز العارفين“ لکيو اٿن. ڪرسي نامو فارسي شعرن ۾ آهي. وڌيڪ شرح انهيءَ ڪري نه ڪئي اٿم جو مون وٽ غير موجود آهي.

**رموز العارفين جو تعارف**

هن ڪتاب ۾ 25 عارفن جا ”حال“ بيان ٿيل آهن ۽ پاڻ انهن جي فارسي نظم ۾ شرح ڪئي اٿن. هيءُ ڪتاب 46 صفحن جو آهي.

**قاضي پير محمد جو بهانو.**

بيدل صاحب مردن جي ملاقات ۽ تصنيفات جي شغل ۾ مصروف ئي هئا ته اوچتو قاضي پير محمد جي بهاني سنہ 1261 ھ ۾ کين چشمن جي چوٽ اهڙي لڳي جو دانهن ڪري چوڻ لڳا:

تي ترڪ اُتاولي نين تيڏي، هين سوار برق رڪاب ڏوهين
جهٽ پٽ آون ڦرلٽ جاون، ڪرن عقل دا خانا خراب ڏوهين
وقت سوال جواب اسيران دي، هن لاشڪ ملڪ عذاب ڏوهين
بيدل لڙه تناندي لڳ رهيا، سهڻا سٽ گنا ه ثواب ڏوهين

ٿل:

حيران هون کہ قد تمهارے کو کيا کهون
طوبى کهون که سرو که نخل وفا کهون

1. تيرے حسن کي ديکھ تجلي اے رشک حور
سورج کهون که چاند که نور خدا کهون
2. مشکين زلف تيري کون اے غيرت ختن
مار سيه کهون که کمند دغا کهون
3. ابرو تماري کون جو هے شکل هلال عيد
محراب مسجده طاعت اهل صفا کهون

4. تیرے نین پر خمار کون سرمست بادہ ناز
یا بیخودي کا جام یا سحر بلا کھون
5. مژگان تیري کون جو هین چنگل عقاب کے
ناوک کھون که نوک سنان جفا کھون
6. غمزلآ تیري کون جو هین ستمگر غریب کش
جلاد خلق جانون که آفت خدا کھون
7. خال سیہ تیري کون، جو هین عکس داغ دل
اسود حجر که دانہ مرغ هوا کھون
8. لب لعل تیرے سے در دندان چمکتین هین
مین اس شفق کے رنگ کون پروین نما کھون
تیري گلي کي خاک کون بیدل کے واسطے
غالیه کھون عبیر کھون طوطیا کھون

---

نازنین سب هین سنگدل لیکن
تون هین ممتاز بي نیازي مین
گذري بیدل کي عمر شمع صفت
گریه و سوز و جانگدازي مین
جسم جور جفا انهان ظالمان دا، عین مهر وفا ڪر چاڙ
سپو

گهڻي زهر انهان دي دستئون پي، پڇي شهد شفا ڪر ڄاڻ سپو
بار درد فراق دا چاهون چا، اهو درد دوا ڪر ڄاڻ سپو
بيدل مطلب ڪُلي عشق سمجهه، ٻيا خيال خطا ڪر ڄاڻ سپو

---

فقير صاحب کان ڪنهن سوال ڪيو ته قبلا! اوهان جو مذهب ڪهڙو آهي؟ جواب ڏنائون ته:
مذهب بيدل چہ پرسي زاهد خاموش باش
هر گلي را بلبل و هر شمع را پروانہ ام
بيدل صاحب درد جي دونهين دکائڻ جو شائق هو ۽ ڪسب- فنا جو ماهر هو. جيئن پاڻ فرمايو اٿن:
جو غم کا بار چاهتا هے اسے فرحت سون کيا مطلب
جو اپنا سر گنواتا هے اسے راحت سون کيا مطلب
اسي ره مين کوئي آوي، جو آوي ول نهين جاوي
جو لذت فقر کي پاوي اسے دولت سون کيا مطلب
عشق کا زخم پاوي جو، خودي اپني کو کهاوي جو
فنا کے جل مين ناوي جو اسے نعمت سون کيا مطلب
موحد رند مرادنہ هوا اپنے سے بيگانہ

جو پيوي جام رندانہ اسے عزت سون کيا مطلب
عشق کيا مرکے جينا هے، درد کا جام پينا هے
جسيکا غم خزينا هے، اسے عشرت سون کيا مطلب
خوشي سون لوک بستے هين، آپت مين ملکے هستے
هين
جو عاشق دلشکستے هين اسے الفت سون کيا مطلب
بهت مذهب هين کثرت مين نجا بيدل مشقت مين
هوا جو غرق وحدت مين اسے ملت سون کيا مطلب

## قاضي پير محمد جو تعارف:

قاضي پير محمد روهڙيءَ جو رهاڪو هڪ شريف خاندان جو فرد هو ۽ شادي ڪيل نوجوان، بيپرواه، لاجواب حسين شخص هو. سنڌي، عربي ۽ فارسي چڱي ڄاڻندڙ هو ۽ خوشخطيءَ ۾ ته پنهنجو مٽ پاڻ هو، تنهن ڪجهه وقت گذرڻ بعد بيدل صاحب کي پنهنجي محلي ۾ مسواڙ تي هڪ جاءِ جي وٺڻ جو مشورو ڏنو. انهيءَ ڪري بيدل صاحب قاضي صاحب جي گهر جي بلڪل سامهون اٺ آنا مسواڙ تي جاءِ وٺي ويٺا.، انهيءَ جاءِ جو صورت حال هن طرح سان هو. هڪ ڪشادو صحن ۽ وڏو ڪمرو هو، جتي تڏا ۽ توريون پيل هونديون هيون،

جنهن تي سندن صحبت ۾ رهندڙ سادات، عالم، فقير ۽ عام ماڻهو سندن ريجهه رهاڻ ۽ عارفانا نڪتا ٻڌڻ واسطي اچي ويهندا هئا. بيدل صاحب جتي ويٺو هوندو هو، اهو هنڌ ايترو هيٺ هو، جو سندن ڪٺ پوڻ کان پوءِ وچي ڪمري جي ٿلهي جي برابر لڳندي هئي ۽ ڪٺ جي لڳ کوه جي پاڻيءَ جو هڪ دلو رکيو هوندو هو، جنهن مان پاڻي پري پيئندا هئا. انهيءَ اوطاق جي پاڻي ۽ صفائيءَ جي خدمت اڪثر سندن طالب سليمان فقير ڪندو رهندو هو.

بيدل صاحب جي انتقال کان پوءِ مٿين جاءِ جڏهين سندس مالڪ وڪڻڻ لاءِ تيار ٿيو ته فقير صاحب جا مريد ۽ معتقد جاءِ جي مالڪ کي اوترا پيسا ڏيڻ لڳا، جيڪي ڪيس ٻين وٽان مليا ٿي پر انهيءَ هوندي به هڪ نفساني ضد ڪري، ٻين ماڻهن کي وڪرو ڪري ڏنائين. اُها جاءِ هن وقت ٻن حصن ۾ تقسيم ٿيل آهي ۽ نئين نموني ٺهيل آهي. جتي بيدل صاحب جي ڪٺ پئي هوندي هئي، انهيءَ هنڌ جاءِ جي مالڪ احترام طور هڪ پڪ سريءَ جو ٿلهو ٺهرائي ڇڏيو آهي.

**ٻي شادي ۽ اولاد:**

سنه 1271 ھ ۾ بيدل صاحب، قاضي صاحب جي صلاح مشوري سان ٻي شادي آدم پوٽيءَ سان ڪئي، جنهن مان ٽي پٽ تولد ٿيا:

1- فقير محمد محسن عرف بيڪس، جو 26 جماد الثاني سنه 1275 ھ ۾ تولد ٿيو.

بيست و ششم جماد الثاني زاد

محسن و مولدش مبارک باد

پنج هفتاد يڪ هزار و دو صد

بدز هجري رسول شاه رشاد

2- محمد فريد جمعرات 23 جماد الاول سنه 1277 ھ ۾ تولد ٿيو.

شب آدينہ بيست وسيم

از جماد الاول فريد زاد

يا رب از فتنہ دار مامونش

بہ نبي و آلہ الامجاد

3- خدا بخش، جيڪو ننڍڙي هوندي ئي گذاري ويو.

**مثالي محبت:**

قاضي پير محمد صاحب جي عادت هوندي هئي ته جنهن ضد تي چڙهندو هو، اهو ڪم فقير صاحب کان ضرور پورو ڪرائيندو هو. بعضي ته حاڪماڻي ۽ ظالماڻي روش کان ڪم وٺي ڏاڍا ڏکيا لفظ ڳالهائيندو هو، انهيءَ ڪري ڪن مريدن کي، خاص ڪري سيد قاسم علي شاه جو غصي جي ڪري منهن ۾ بت ڪاندارجي ويندو هو پر فقير صاحب جي ڪري خاموش رهندو هو. اهڙي صورت ۾ فقير صاحب محفل ۾ فرمائيندا هئا ته: عزيزو! جنهن شخص کي قاضي صاحب جي روش نه وڻندي هجي، سو هتان اٿي هليو وڃي. چاڪاڻ ته هادي سائينءَ جو سندن هن چيل شعر تي عمل هوندو هو.

جسم جور جفا انهان ظالمان دا عين مهر وفا ڪر چاڻ سپو

گهٽي زهر انهان دي دستئون پي، اها شهد شفا ڪر چاڻ سپو

انهيءَ سنگدليءَ جي باوجود قاضي صاحب کي فقير بيدل صاحب کان سواءِ آرام ۽ چين نه هوندو هو.

پڳت دوار ڪومل، بيدل صاحب جي صحبت ۾ گھڻو وقت رهيو هو، انهيءَ مون سان احوال ڪيو هو ته ” اسان اهڙا گھڻا موقعا ڏٺا، جو فقير صاحب، قاضي صاحب کان رُسي، قاضي محلي واري اوطاق چڙهي، بسترو کڻائي پنهنجي گھر واري اوطاق ۾ رهندا هئا ۽ صبح جو دستور موجب پنهنجي محبت ۽ صحبت وارن سان ريجهه رهاڻ ۾ لڳي ويندا هئا ته اوطاق جي ٻاهران درين جي سوراخن کان قاضي صاحب جهاتيون پيو پائيندو هو. پوءِ جڏهين ڪنهن صحبت واري جي نظر قاضي صاحب تي پوندي هئي ته اُهو فقير صاحب جي خدمت ۾ عرض ڪندو هو ته ”قبلا! ٻاهران قاضي صاحب واجهائي رهيو آهي.“ فقير صاحب انهيءَ ٻڌڻ شرط اجا ٻاهرئين دروازي تائين مس ايندا هئا ته قاضي صاحب به اڳتي وڌي فقير صاحب کي ٻانهن ۾ هٿ وجهي پنهنجي محلي واري اوطاق ۾ وٺي ويندو هو. انهي درميان ڪو گفتو يا هڪ ٻئي کي ميار ڏيڻ جو سوال جواب اسان ڪڏهين نه ٻڌو ۽ نه وري ڪڏهين خبر ئي پئي ته ڪهڙي ڳالهه تي رُٺا ۽ ڪهڙي ڳالهه تي پَرتا.

ڪجھ ڏينھن گذرڻ بعد قاضي صاحب جي طبيعت ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو ۽ فقير صاحب جو بيعت ٿي غلامي ۾ نالو داخل ڪرايائين.

**مشھور مريد ۽ طالب:**

سنہ 1263 ھ ۾ قاضي پير محمد به بيدل صاحب کان ذڪر فڪر جي تلقين وٺي دم جي ڏن ۾ لڳي ويو، باقي ٻيا شخص جن جا نالا ھيٺ ڏجن ٿا تن اڳي پوءِ مختلف وقتن ۾ کائن تلقين ورتي.

(1) سيد قاسم علي شاه بکاري

(2) سيد حمزه علي شاه

(3) سيد حبيب الله شاه

(4) سيد صفدر علي شاه

(5) ميان سيد علي شاه

(6) سندن فرزند فقير محمد محسن

(7) سليمان فقير ميربحر

(8) قاسم علي فقير ميربحر

(9) حيات فقير پرديسي

(10) پنوه فقير پرديسي

(11) قاضي غلام حسين

(12) قاضي غلام مهدي
(13) قاضي غلام حيدر
(14) ڀائي ڪشن داس پير ڳوٺائي
(15) مائي رامي پير ڳوٺ جي ٺڪاڻي ۾ رهندڙ.

ان کان سواءِ جيڪي ارادتمند شخص پاڻ کي مريد سڏائي اڪثر سندن خدمت ۾ رهندا هئا ۽ سندن صحبت جا پياسي هوندا هئا، تن مان ڪن جا اسم گرامي ڏجن ٿا:

(1) ڪريم بخش خنياگر
(2) ميان عبدالوهاب ريشم باف
(3) حاجي جمڙو شيخ
(4) جمعدار آندل
(5) ديوان ڪشنچند خيرپوري
(6) منشي هيمراج
(7) منشي پريمچند
(8) منشي سلامت راءِ
(9) ڪرمچند وغيره.

**بيدل فقير جي تصنيفات جو سلسلو**

قاضي پير محمد بيعت ٿيڻ کان ڪجھ وقت پوءِ جن ڪتابن جي لکائڻ ۾ فقير صاحب جو ڪاتب ۽ مددگار هيو انهن ڪتابن جي فهرست هن طرح سان آهي:

**1- پنج گنج**

هي ڪتاب سنه 1264 ھ ۾ لکيو ويو. هن ۾ چاليھ درجا آهن، هر هڪ درجي ۾ ڪو موضوع مقرر ڪري ان کي پنجن دليلن سان ثابت ۽ مستند ڪيو ويو آهي. اهي پنج سندون هن طرح سان آهن:

1- قرآن جي آيت عربيءَ ۾

2- حديث مبارڪ عربيءَ ۾

3- مولانا روميءَ جو بيت فارسيءَ ۾

4- شاه عبداللطيف جو بيت سنڌيءَ ۾

5- ڪنهن معتبر ڪتاب جي حڪايت فارسيءَ ۾.

**2- فوائد المعنوي**

هيءُ ڪتاب نثر ۾ آهي، هن ۾ تصوف جي باري ۾ اندازن به سئو مقالا پيش ٿيل آهن جن ۾ طالب لاءِ حقيقت ۽ مجاز

سمجهڻ واسطي ڪافي خزانو بيان ٿيل آهي. هي ڪتاب پڻ سنه 1264 هجري ۾ تصنيف ٿيو.

## 3- تقويت القلوب في تذڪرة المحبوب

هي ڪتاب فارسي نثر ۾ 68 صفحن جو آهي ۽ سنه 1266 ھ ۾ لکيو ويو. هن ۾ ڪو موضوع ڏنل نه آهي، صرف ڪو موضوع خيال ۾ رکي انهيءَ تي ڪيترائي دليل ۽ سندون ڏئي دل ۽ خيال کي طاقت ڏياري وئي آهي. اهي سندون هن قسم جون آهن: قرآن جون آيتون، حديثون، اهل بيت عظام ۽ اصحاب ڪرام جا اقوال، ۽ عارفن جا عربي، فارسي، سنڌي ۽ هندي ۾ سخن.

## 4- ڪرسي نامو

هي ڪتاب سنه 1267 ھ ۾ لکيو ويو. هن جو تعارف انهي ڪري پيش نه ڪيو اٿم، جو غير موجود آهي.

## 5- قرته العينين

سنہ 1280 ھ ۾ ”قره العنين في مناقب السبطين“ فارسي نثر ۾ لکيو ويو آهي. هن ۾ حضرت امام حسين عليہ

السلام جي شان ۾ ڪجھ حديثون ۽ روضة الشهداءِ مان واقعا ڏئي، حضرت سيد الشهداءِ سان عقيدت ۽ محبت جو اظهار ڪيو ويو آهي. هي 106 صفحن جو ڪتاب آهي.

**6- سرود نامي جو تعارف**

هن ۾ سنڌي سرائڪي ڪلام لکيل آهي. انهيءَ کان سواءِ ڏوهيڙا، سي حرفيون، سنڌي وحدت نامو ۽ فرائض صوفيه آهي. هي جملي 283 صفحن جو ڪتاب آهي. ڪلام وغيره مختلف وقتن ۾ چيل آهي، شايد ڪتاب ترتيب جي صورت سنه 1280 ھ ۾ ورتي آهي.

**7- فارسي ديوان بيدل جو تعارف**

بيدل صاحب جي سڀني ڪتابن ۾ هي ڪتاب گهٽو ۽ وڏو آهي. هن ۾ صرف فارسي غزل ۾ ڪلام نه آهن، پر شاعريءَ جو فن ۽ هنر نمايان آهي؛ يعني فرد؛ رباعي، مخمس ۽ مسدس کان سواءِ درد ۽ همہ اوست جو عجيب داستان آهي. هي به مختلف وقتن ۾ چيل آهي. صرف قاضي پير محمد جي آخري عمر جي وقت ۾ مڪمل ڪتاب جي صورت ۾ لکيو ويو آهي. هن جي صفحن جو

تعداد هن ڪارڻ نه ڏنو اٿم؛ جو هن وقت مون وٽ غير موجود آهي.

## 8- غزليات هندي

هي اردو غزلن جو ڪتاب آهي؛ اهو به مختلف وقتن ۾ لکيل آهي. سنه وغيره لکيل نه آهي، شايد اجان وڏيڪ اردو شعر لکڻ جو ارادو هو. پر ڪنهن سبب ڪري اڌ ۾ رهجي ويو آهي.

## 9- في بطن احاديث

هي فارسي نثر ۾ آهي، هن ۾ ثابت ڪيو ويو آهي ته اسلام ٻن قسمن جو آهي: هڪ اسلام ظاهري ٻيو اسلام باطني آهي. انهيءَ ڪري ڇهن حديثن جي معنى باشرح لکي اٿن. هن ۾ به ڪو سنه لکيل نه آهي. معلوم ٿو ٿئي مالڪ کي اجان ڪجھ وڏيڪ لکڻ جو خيال هو پر ڪنهن سبب جي ڪري اڌ ۾ رهجي ويو آهي.

**10- انشاءَ قادري**

هن ۾ خط و ڪتابت جا عجيب ۽ قسمين قسمين سرناما فارسي نثر ۾ لکيل آهن.

**<u>11</u>- تاريخ سنڌ**

هي فارسي نثر ۾ آهي. گهڻو ڪري اُهي تاريخي ٽڪرا لکيا ويا آهن، جن ۾ ٻين ملڪن جي بزرگان- دين جي سنڌ ملڪ ۾ رهائش اختيار ڪرڻ بابت ذڪر آهي.

**<u>12</u>- چار خطبا هڪ وصيت نامو**

هي چار خطبا شايد جمعي ۾ پڙهندا هوندا، جو فارسيءَ ۾ لکيا اٿن.

| 5- | نسخہ دلڪشا | فارسي نظم | 1263 ھ |
|---|---|---|---|
| 6- | فوائد المعنوي | عربي نثر | 1264 ” |
| 7- | پنج گنج | عربي ۽ فارسي | 1264 ” |
| 8- | نهر البحر | فارسي نظم | 1264 ” |
| 9- | مصباح طريقت | ” ” | 1265 ” |
| 10- | منهاج الحقيقت | ” ” | 1265 ” |
| 11- | سندالموحدين | ” ” | 1266 ” |

| -12 | تقويت القلوب | ” نظم ۽ نثر | ” 1266 ” |
| --- | --- | --- | --- |
| -13 | ڪرسي نامه | ” نظم | ” 1267 ” |
| -14 | رموز العارفين | ” ” | ” 1268 ” |
| -15 | سرور نامه | سنڌيءِ سرائڪي ڪلام | ” 1280 ” |
| -16 | ديوان بيدل | فارسي نظم | ” 1280 ” |
| -17 | غزليات هندي | | نا معلوم |
| -18 | في بطن احاديث | نثر عربي فارسي | ” |
| -19 | انشاءَ قادري | فارسي نظم | ” |
| -20 | تاريخ سنڌ | ” ” | ” |
| -21 | قرة العينين | ” ” | 1280 ھ |
| -22 | هير رانجهو | ” نظم | نا معلوم |
| -23 | چار خطبا ۽ وصيت نامو | فارسي نثر | ” |

**شعر ۽ شاعري**

بيدل صاحب نه صرف وڏو عالم هو، بلڪ عربي، فارسي، سنڌي ۽ سرائڪي زبانن جو ماهر ۽ قادر الڪلام

شاعر هو. صرف شاعر نه بلڪ وحدت جي بي پايان بحر جو غواص ۽ لاهوتي موتي آڻيندڙ ٽوٻو هو. انهيءَ حقيقت جو ثبوت، سندن لکيل ٽيويهن ڪتابن ۾ اظهر شمس ۽ نروار آهي. ديوان بيدل فارسيءَ مان هڪ موهيندڙ عربي شعر ۽ ڪجھ فارسي غزل وغيره مثال طور پيش ڪريان ٿو:

وكن في الحب ما تمهل غريقاً

(جيترو ٿي سگهي اوترو محبت ۾ غرق رهه)

وحيد في الخلائق والزوايا

(مخلوقات ۾ اڪيلو ۽ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رهه)

علو الشرف في ترک الرياست

(رياست ۽ وڏ ماڻهپ جي ڇڏڻ ۾، اعلى عزت آهي)

فلا شرف لمن رکب لمطايا

(جو شخص سوارن تي سوار آهي، تنهن لاءِ شرف ۽ عزت نه آهي)

—

نحن اقرب شنو از قرب خد دور مباش

همچو خفاش ازان جلوه مهجور مباش

ثم وجہ الله هر جا است تجلي حسنش

چونکه او عين عيان گشتہ تو مستور مباش
وهو معکم بتو محبوب هم آغوش شده است
چو مسيحا بتو همدم شد رنجور مباش
افلا تبصر اي بلبل گلزار شهود
چشم دل باز کن و غفلت دستور مباش
''وادخلي جنتي'' از باغ وصالش گلچين
طالب روضہ جنان شيفہ حور مباش
ساغر فيض سقاهم چو بدو دست مدام
جام عشرت طلب، اي ''بيدل'' مخمورش
شد تجلي گر بهر سو شاهد رنگين قبا
يعني آن بيرنگ باهر رنگ گشتہ رخ نما
حسن صورت را تو مظهر جلوه معنى اشناس
يار بيچون گشتہ روپوش اندرين چون وچرا
بيدل اين صورت طلسم گنج معنى مطلق است
سجده او فرض دان بگذر انکار و ابا

—

بيدل از آئينہ صورت عکس معنى ديده گير
في الحقيقت باطن و ظاهر حقيقت واحدند

—

**پنجن ٻولين ۾ مخمس**

صاح صاح في الصوامع عاکفي الحرام الصفا (1)
کين همہ پيرا و پنهان است ذات کبريا
صورت و معنی مين يکتا جلوه گرهے جا بجا
ڪڏا سڏاوي نام احمد آکي لا احصی ثنا
دم انالحق جو هٽي منصور جي صورت سما

بيدل صاحب جو اردو شعر قريباً ڏيڍ سئو سال جي زماني ۾ چيل آهي، جنهن زماني ۾ اردو زبان، عربي ۽ فارسي الفاظ جي محتاج هئي.

---

(1) يعني: حرم صفا جي رهندڙن جي آوازن ۾، ٻوليندڙ جو آواز آهي.

## غزليات هندي

بهر صورت که بن آوے ووئي ساجن صحيح کرنا
صدق سيتي آگي اسدلآ ادب کے حال مين کهڙنا
ووئي سالڪ طريقت هے ووئي ماهر حقيقت هے

ووئي صاحب شريعت هے پيچھون تے پير مت دھرنا
ووئي ماري انالحق دم كري اظهار سر مبهم
ووئي باندھي كمر محكم جو آپے آپ سون لڑنا
ووئي رومي فرنگي هے ووئي ترسا فرنگي هے
ووئي مردانه جنگي هے لباسان ديكھ مت ڊرنا
سمجھ سر عشق كا ”بيدل“ نه ره اس بات سے غافل
سدا باهمت كامل حرف همہ اوست كا پڑهنا

—

آئينه وه بنايس پاني مٹي رلا كر
جلوه ديا اسينون صيقل عجب لگا كر
آدم نهين يه الله صورت كاويس پهنے
آيا اسي جگت مين اپني تئين چھپا كر
هشيار رهه تون بيدل همہ اوست كاهو قائل
نظارا نور حق كا مظهر مين جا بجا كر

—

دوئي كے وهم سے بيدل تيري دل گر هوئي فارغ
ظهور ذات مطلق كا جهان چاهين وهان هوگا

—

بيدل صاحب جو سنڌي ۽ سرائڪي شعر ۽ شاعري به قابل غور آهي. فقير صاحب هيٺين ارڙهن سرن ۾ سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام چيو آهي:

| 1. | سر بسئونت | 2. | سر جهنگلو |
|---|---|---|---|
| 3. | ” بروه | 4. | ” ڌناسري |
| 5. | ” بلاولي | 6. | ” آسا |
| 7. | ” سورٺ | 8. | ” سسئي |
| 9. | ” ديسي | 10. | ” سارنگ |
| 11. | ” پورب | 12. | ” جوڳ |
| 13. | ” نٽ ڪلياڻ | 14. | ” گنوري |
| 15. | ” ڪامول | 16. | ” مالڪوس |
| 17. | ” وهاڳ | 18. | ” سهڻي |

هر هڪ سر مان مثال پيش ڪرڻ جي ته گنجائش نه آهي. صرف نٽ ڪلياڻ مان هڪ ڪلام ۽ سر آسا مان به ٽڪرا نموني طور پيش ڪريان ٿو:

## <u>نٽ ڪلياڻ</u>

ٿل: عقل جو ويو اختيار، عشق انالحق جو دم ماريو
1- عشق عقل جي لڳي لڙائي، عشق ڪٿي جنگ عقل هارائي
هيڪل هڪ هسوار، ڪيڏي ڪٽڪ کي بره بچايو
2- دست ڌري آيو حسن جو پالو، چينچل چشمن جو ڪري چالو
گوءِ ڪٽي نروار، با ھ بره جي سنڌن کي ساڙيو
3- يار بي رنگي نور نهاني، پهري پوش آيو انساني
عشقئون ٿي اظهار، سهسين ويس سان پاڻ سينگاريو
4- ڪاٿي پير مريد سڏائي، ڪاٿي پاڻ سان لنئوڙي لائي
ڪاٿي ڪري ڪوڪار، قم باذني مئو جياريو
5- ڏس تون باولي بره جي بيدل،
لامڪانون ٿي ڪري نازل
ڏور دوالي يار، بيخودي جو باز اڏايو.

# متفرقه

ٿل: سمجھ رک سالڪ سچا ڏس هوبهو محبوب آءِ
ثم وجہ الله ڪني سڻ سوبسو محبوب آءِ
1-جنهن پيتو ساغر صفا جو تنهن وساريو هي وجود

اُن جي فڪرت ۾ مدامي روبرو محبوب آءِ
ڪل شيءِ هالڪ الا وجہ تحقيق چاڻ
سرت رک بيدل سمجھ، بي توبه تو محبوب آءِ

—

ٿل: عشقا! آک تون ڪون هين وت ڪيها ڪام ڪرينداِئين

-1ڪڏان فرشتان نون آدم دا سجدا آڻ ڏيويندائين
ڪڏان وت سٽ او هيڪو زمين تي زاروزار روئيندائين
عشقا! آک تون.................

2- آتش تيز خليل دي اُتي باغ بهشت بنيندائين
ماه ڪنعان زليخا ڪيتي مصر وچ وچيندائين
عشقا! آک تون.................

3- چندين بار جرجيس نبي نون آتش وچ سٽيندائين
زڪريا نون ڪرٽ چيرا وت يحى زور ڪُهيندائين
عشقا! آک تون.................

4- موسى ڪنون سڻ اَرني اَرني لن تراني ڏسيندائين
حضرت نون معراج بُلا ڪي محرم راز بنيندائين
عشقا! آک تون.................

انهيءَ قسم جي ٻئي ڪلام ۾ هن طرح جو جواب مليل آهي:

بيدل ميڏي ذات ڪيا پڇيندائين

پول پلايا مين وومين

## حقيقي حال ۽ تبليغ حال

بيدل صاحب پنهنجي ”في بطن احاديث“ جي ڪتاب ۾ معنوي اسلام جي باري ۾ ارشاد فرمايو آهي ته جهڙي طرح ظاهري اسلام جا پنج بنيادي اصول آهن، اهڙي طرح معنوي اسلام جا به اهي ساڳيا بنيادي اصول آهن.

يعني 1- ڪلمہ شهادت

2- نماز،

3- زڪوات،

4- حج ۽

5- روزو.

<u>اصول پهريون:</u> ڪلمہ شهادت هيءَ شهادت ڏيڻ ۽ هي يقين رکڻ ته الله کان سواءِ ٻيو ڪو به موجود نه آهي ۽ محمد مصطفى صلي الله عليه وسلم سندن عبد ۽ رسول آهي. ”عبد“ معنى ذات ۽ صفات جو برزخ (پردو) جميع

تجليات جو مظهر ۽ عبديت جو پارٺ ادا ڪندڙ ”رسول“ معنی وحدانيت جو پيغام رسائيندڙ.
مٿئين اصول جي حقيقت پين لفظن ۾ هن طرح بيان ڪئي اٿن:

”لا“ جو ڪنو هٿ ڪري، لڙائي ڪا لاءِ
و جاهدو في سبيلہ، جوش جيئون جاڳاءِ
پير تون پڙ جو پاءِ، سانگو لاهي سر جو.

—

”لا“ جو ڪنو هٿ ڪري، جسم سان تون جهيڙ
وساري وجود کي، پير نفيءَ جو پير
گهر نفيءَ جي گهيڙ، ته اوڏو ٿئين اثبات کي.

—

”لا“ جو ڪنو هٿ ڪري، جهيڙ جسم ساڻ
فضل الله المجاهدين على القاعدين پرزا ڪنجاءِ پاڻ
چاڻ وجائي چاڻ، نفيءَ ۾ اثبات ڪي.

**(بيدل از وحدت نامه سنڌي)**

1-        الا الله اثبات ڪر، اهو آهي اسلام
طالب چڏي تفرقو، اچي وٺ آرام

معبودي جي مام، نفي سان نروار ٿئي.

2- الا الله اثبات ڪر، اهو ئي ايمان
انت الموجود في الدين، مڃ ٿي مسلمان
معبوديءَ جو مان، پاڻ سڃائي پاءِ تون.

3- الا الله اثبات ڪر، جيئن ڪيو حلاج
لا الله الا انا فعبدون، هيءَ حلاجي حاج
ماڻي تون معراج جي، پاڻ پروڙين پنهنجو.
(بيدل)

ٻئي هنڌ فرمايو اٿن:
فڪر نفي اثبات ڪسي دن مار ڪي ڦر جيواويگا
لا الله دي شيشي ڪولون ماهي مک وکلاويگا
بيدل مطرب عشق دا آخر گيت انا الحق گاويگا.

**اصول ٻيو: قام الصلواة.**

مٿين بيان ٿيل وحدتي خيال ۾ معراج کي قائم ۽ برپا رکڻ مراد ۽ مقصد آهي. هن فرقاني فرمان موجب ” والذين هم في صلواتهم دائمون“ (اهي شخص پنهنجي نمازن ۾ دائمي ۽ هميشه ئي هوندا آهن) جي آيت انهيءَ لاءِ دليل ۽ سند

آهي. ظاهري نماز پنج وقت مقرر آهي ۽ هيءَ نماز هر وقت ۽ هر حالت ۾ قائم ۽ دائم رکڻي آهي:

بيت:

نماز خلق تسبيح و سجود است

نماز عاشقان ترک وجود است

ترجمو: خلق جي نماز تسبيح ۽ سجدو آهي. عاشقن جي نماز وجود وڃائڻ.

مثنوي مولانا رومي:

زانکہ ترک تن بود اصل نماز

ترک خويش و فرزندانه آز

ترجمو: اصل نماز وجود وڃائڻ آهي پنهنجو پاڻ کي، اولاد ۽ خواهش کي وسارڻ.

**اصول ٽيو: زڪوات.**

زڪوات مان مقصد ۽ مطلب آهي ته تزڪيہ نفس يعني نفس ۽ دم کي صاف ۽ پاڪ ڪرڻ. هن زندگيءَ جي ساهه ۽ ساس کي الله جي ذڪر ۾ صرف ۽ خرچ ڪرڻو آهي. ڇاڪاڻ ته جهڙي طرح دنيوي مال مان زڪوات ادا ڪرڻ کان سواءِ فائدو وٺڻ شرعي منع آهي. تهڙي طرح

حقيقي حياتيءَ جون معنوي لذتون، ذڪر بنان خطرناڪ آهن.
بيت: زندگي آمد برائي بندگي زندگي بي بندگي شرمندگي.

**اصول چوٿون: حج.**

حج مان رب العزت جي جمال جي مشاهدي جي نيت ڪرڻ مقصد آهي. احرام مان، عشق ۽ صداقت جو احرام ٻڌڻ مقصد آهي. سواريءَ مان راه ۾ اعلى همت ۽ بلند حوصلي جي سواري تي سوار رهڻ مقصد آهي. زادراه مان علم اليقين مقصد آهي، يعني هن ڳالھ جو يقين هجي ته جو ڳوليندو سو ضرور لهندو. مثنوي:
حج زيارت ڪردن خانه بود
حج رب البيت مردانه بود

**اصول پنجون: روزو.**

روزي مان الله کان سواءِ ٻيا جيڪي به خيال ۽ خطرا اچن تن کي روڪي ڇڏڻ مقصد آهي. چاڪاڻ ته سالڪن جو اصل مقصد پاڻ کي وسارڻ جي ڪوشش ڪرڻ ۽ عشق جي ميخاني مان فنايت جو جام پيئڻ آهي.
بيت: گرچہ آن وصلت بقا اندر بقا است

ليڪ اول آن بقا اندر فنا است

ترجمو: توڙي بقا جو وصل بقا ۾ آهي، پر پهريون اها بقا فنايت ۾ آهي.

مثنوي: آئينہ هستي چہ باشد نيستي

نيستي بگرين گر ابلہ نيستي

از پئي اين عيش عشرت ساختن

صد هزاران جان ببايد باختن

ترجمو: هستي ۽ هئڻ جو آئينو نيستي ۽ ناه ۾ آهي، تنهنڪري، تون نيستي اختيار ڪر، جيڪڏهن نادان نه آهين.

انهيءَ نعمت جي پويان عيش عشرت چڏڻ گهرجن، هزارين جانيون قربان ڪرڻ گهرجن. آخر ۾ هي دعا جا لفظ آهن: ”اي الله! اسان کي عطا فرماءِ“.

## مذهب ۽ عقيدا

بيدل صاحب حقيقي حال ۽ عشق جي آڙاه جي باوجود پنهنجو ظاهر اسوه حسنه ۽ رسول الله صلى الله عليه وسلم جي رنگ ۾ رڱيو هو. يعني باطن وحدانيت ۾ ٿيو ته ظاهر شرح جا

شائق هئا. جيئن پنهنجي ڪتاب رموز العارفين جي آخري صفحي تي فرمايو اٿن:

سني است باعتقاد مذهب صوفي است باتحاد مشرب
تن تابع شرع، جون بوجدان برون ز خيال كفرو ايمان
(بيدل)

ترجمو: بيدل مذهب جي لحاظ کان سني آهي ۽ اتحاد ڪري سندس مشرب صوفي آهي، سندس جسم شريعت جي تابع آهي. سندس وجود پري جان، ڪفر ۽ ايمان جي حد کان ٻاهر آهي.

فقير عبدالقادر کہ صوفي و حنفي است فكند طرح سكونت بقصبه لهري (بيدل)

ترجمو: فقير عبدالقادر صوفي ۽ حنفي آهي، روهڙي شهر جو رهاڪو آهي.

تقويت القلوب ڪتاب جي 123 صفحي تي فرمايو اٿن:

غم دين خور کہ غم غم دين است
همہ غمها فر و تر ازين است
غم دنيا مخور کہ بيهوده است
هيچكس در جهان نياسوده است (بيدل)

ترجمو: دين جو غم ۽ فڪر رک چاڪاڻ ته اصل شيءِ دين جو غم ۽ فڪر آهي، ٻيا سڀ غم انهي کان تمام گهٽ آهن. دنيا جو غم نه ڪر، چاڪاڻ ته اجايو آهي. ڪوبه ماڻهو دنيا ۾ خوش نه آهي.

مثنوي نهر البحر جي 30 صفحي تي نماز جي حقيقت ۽ ترغيب هن طرح بيان ڪئي اٿن:

باش خائف دم بدم پيش آن ودود
در قيام و در رکوع و در سجود
در حديث آمد کہ آن معبود پاک
وقت شغل اندر نماز اهل خاک
حاضر آيد نور ذات پاک
پيش آن الله گو الله جو
در ميان قبلہ و اهل نماز
حق بود حاضر تو نيکو کن نياز (بيدل)

ترجمو: هر وقت الله جي اڳيان خائف رهه. قيام، رڪوع ۽ سجدي ۾. حديث ۾ آيو آهي ته اُهو معبود پاڪ نياز واري نمازيءَ جي شغل وقت انهيءَ پاڪ ذات جو نور حاضر رهي ٿو. انهيءَ الله الله ڪندڙ ۽ الله کي ڳوليندڙ اڳيان

نمازيءَ ۽ قبلي جي درميان الله موجود هوندو آهي، تنهن ڪري تون چڱيءَ طرح نياز ڪر.)
بيدل صاحب صرف پنج وقتي نماز جو پابند نه هو پر تهجو خيز ۽ اشراق نماز به اڪثر پڙهندو هو، ان قسم جا دليل ۽ سندون سندن سوانح ۾ موجود آهن.
عقيدو پهريون: الله تعالى جي باري ۾.
اما ذاته تعالى اينما تولوا فثم وجه الله. اما جو هر نور جبين لا تُدركُهُ الاَ بصَارُ وَ هُوَ يُدرِ كُ الاَبصارُ وَ هُوَ اللطيفُ الخبيرُ. (الانعام 6.104).
ترجمو: جيڏانهن به منهن ڪريو، اتي الله جو رخ آهي. پر نوراني پيشاني جي جوهر ۽ گوهر کي سپڪا اک ڏسي نٿي سگهي، پر سندس اکيون ڏسن ٿيون.
شرح: مٿين حقيقت کي سمجهڻ لاءِ سندن ڪتاب تقويت القلوب جي 185 صفحي تي محبوب سبحاني جو فرمايل ارشاد ۽ سندن هڪ ڪلام جي ٻن ٽن مصرعن ۾ وضاحت آهي، سا پيش ڪريان ٿو: رَاءَيتُ رَبِّي بعين ربي. (ترجمو: مون پنهنجي رب کي، پنهنجي رب جي اک سان ڏٺو آهي)
جان جان اپنا آپ نه لکين تان تان ذوق ظهور نه چکين

ذات ٿيوين، پڇي ويکين ذات

**عقيدو ٻيو**: سيد المرسلين جي باري ۾.

**احمد مجتبی محمد مصطفی ﷺ سر گروه جميع انبياءَ و رسل است و وجود مسعودش مقصود ذات و صفات و مبداء و معاد کل.**

ترجمو ۽ شرح: احمد مجتبی ﷺ سڀني نبين ۽ رسولن جو اڳواڻ ۽ امام آهي ۽ سندن وجود پاڪ ذات ۽ صفات جو مقصود ۽ هر هڪ شروعات ۽ انتها جو مقصود ۽ مطلوب آهي. سندن هڪ ڪلام ۾ هن طرح شرح ٿيل آهي:

ٿلهه – صورت محمدي مين روشن هے سر سارا

صورت نه کهه اسي کو وه نور هے نيارا

1. محبوب سر ذاتي آئينہ هر صفاتي

اس کي ظهور سيتي اجلا پيا اندهارا

2- شمع جمال خوبان اس کي جهلڪسي روشن

دونون جڳت کي مورت اس سے هو آشڪارا

**عقيدو ٽيون**: پنجن تنن جي باري ۾.

شان و شرف خمسہ طاهره عليہ السلام متجاوز از حد تشريح و بيان است وهر مستفيض صوري و معنوي را روئي التجا بجاب جلالت ايشان.

ترجمو ۽ شرح: پنجن تنن پاڪن جو شان ۽ شرف تشريح ۽ بيان جي حد کان ٻاهر آهي (پر ٿورن لفظن ۾ هئين ڪٿي چئجي ته) هر چيز ظاهري خواه معنوي فيض وٺندڙ، سندن اعلى شان حضور ۾ التجا جو هٿ ڊگهيريندڙ آهي.

**عقيدو چوٿيون**: خلفاءَ راشدين جي باري ۾.

بيدل صاحب پنهنجي ڪتاب رياض الفقر جي 58 صفحي تي 26 مصرعا چيا آهن، تن مان ضرورت مطابق 18 مصرعا پيش ڪيا اٿم:

1. رڪن هر چار معمار پيغمبر ابوبڪر و عمر و عثمان و حيدر 1

**

(جيڪا به تنهنجي دعا آهي، سا جلد قبول ٿئي. تنهن لاءِ مان آمين چوندو آهيان.)

عقيدو يارهون: ساز ۽ سرود جي باري ۾.

ڪافي روپ بروه

| ٿل ھ: | ذوق سرود پچو درويشان | بي دردان نون خبر نه ڪائي |
|---|---|---|
| 1- | اَلسماءُ معراج الاولياءُ، | فتوى يارن ھيءَ فرمائي |
| 2- | بره آواز ڪري بي رنگي، | مستيءَ وارن موج مچائي |
| 3- | انحد جي لونءَ لونءَ ۾ يارو، | نوبت زوريءَ نينھن وڄائي |
| 4- | نال تنبور سرندا طبلا، | مشتاقن ڏين مت اھائي |
| 5- | عبديت اولو ٿي ”بيدل“، | صوفين جي وٿ رمز سجائي |

<u>ڪافي روپ بروه</u>

| ٿل ھ: | سالڪ رمز سرود جي سمجھن، | مورڪ مول نه مجن ڪڏاھان |
|---|---|---|
| 1- | راڳ جا مائل من جا | وٺن سي رمزن واريون |

| | قائل، | راهان |
|---|---|---|
| 2- | سڱي سرود سڪر ۾ بيخود، | بي سر پهرن قرب ڪلاهان |
| 3- | پنهنجو پاڻ ويڪن ۽ وسهن، | ناميان جاڏي ڪرن نگاهان |
| 4- | ناچ نچائن، ڳائڻ ڳائن، | عرشون لڳن انهن جون آهان |
| 5- | نيهن ۾ پاڻ نچائن "بيدل" | درد جو يار، دليون ٿج خواهان |

## قاضي پير محمد جو انتقال

سنه 1284 ھ ۾ بيدل صاحب جو پيو نمبر فرزند محمد فريد ستن سالن جي عمر ۾ گذاري ويو، جنهن جي مزار فقير صاحب جي درگاھ جي ڏکڻ طرف ٿلهي تي آهي. اهو صدمو اڃي ئي هيو ته سنه 1285 ھ ۾ شوال جي 3 تاريخ آچر رات، سندن غمثار محبوب ۽ مونس، داعي اجل کي لبيڪ چئي، هي جهان ڇڏي، فقير صاحب کي ڏوجهڙي ۾ وجهي ويو. سندن مزار مولانا عبدالحليم جي ٽڪري تي، ريلوي لائين مٿان چوديواريءَ ۾ آهي. قاضي

صاحب جي انتقال کان پوءِ بيدل صاحب سندن رحلت جون تاريخون ۽ سندن باطن جو حال بيان ڪيو آهي، تنهن مان صرف به ٽي مثال پيش ڪريان ٿو:

آخي و عضدي بمزلة الروح من جسدي، مقبول بارگاه صمدي مغفور مرحوم قاضي پير محمد غفرالله لہ.

1. سالڪ طريق پير محمد کہ در زمان
گوبرده در سلوڪ طريقت ز سالڪان

2. باخاص و عام داشت ره خدمت و نياز
مي ديده نرو جلوه همہ اوست راعيان

3. بعد از بلوغ سير الي الله سر نمود
سال چهل جدا ز تن آمد بہ ملڪ جان

4. سيم شوال درشب يڪ شنبه نيم شب
دست از نشان بہ شست در آن بحربي نشان

5. وقت عروج طائر روحش فرشتہ گفت
پرواز ڪرده نيم شب سوئي آشيان

سال 1285 ھ

—

تاريخ وفات درويش محبت ڪيش محو ذات احد، مغفور مرحوم قاضي پير محمد الحقہ الله باالصالحين وادخلہ في زمرة العاشقين و نور الله مرقده بنور اليقين.

چونکہ قاضي پير محمد باهدى  کرد اندر عشق حق جان رافدا

دل از سال وصل او داده خبر     گفت بد پروانہ شمع خدا

پير محمد مظهر فيض الله          چون سوئي عالم بقا پيموده راه

هاتف از سال و صالش باز گفت          <u>در جهان جان گرفت آرام گاه</u>

سال 1285 هہ.

<u>**بيدل جي محويت**</u>

قاضي صاحب جي جدائي کان پوءِ بيدل صاحب جن ڪو به ڪتاب ڪونه لکيو آهي پر فراق جا ڪلام ۽ ڏوهيڙا ڪافي چيا آهن. انهيءَ کان سواءِ مٿن اڪثر محويت جو غلبو غالب هوندو هو ۽ عجيب قسم جا واقعا نمودار ٿيندا هئا. پر آءُ صرف هڪ واقعو، قاضي غلام مهديءَ جو لکيل پيش ڪريان ٿو:

پائي ويرو مل ويٺل ٿنڌي مستي خان جو، هڪڙي دفعي بيدل صاحب جي زيارت ۽ قدم چمڻ جي ارادي سان روهڙيءَ ۾ اچي فقير صاحب جي اوطاق تي رهيو. جڏهن رات ٿي تڏهين خلاصي ڪنڌ وٺي وڃي سمهي رهيو پر کيس ننڊ نه آئي. ڪافي وقت پاسا اٿلائيندو رهيو. تڏهين خيال ٿيس ته فقير صاحب وٽ وڃي کين زور ٿو ڏيان. انهيءَ ارادي سان رات جو اٽڪل ٻي ٿي ٻجي فقير صاحب جي کٽ جي قريب اچي ڏسي ته فقير صاحب ٽڪرا ٽڪرا ٿيو پيو آهي. اهو حال ڏسي ويرو مل کي اچي هراس ورتو ته شايد مالڪن کي ڪنهن ماري ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو آهي، تنهنڪري هو تڪڙو پڇي اچي پنهنجي جاءِ تي رلهي پائي سمهي پيو. جڏهين صبح ٿيو، تڏهن خوف وچان ٿڙڪندي فقير صاحب جي کٽ جي ويجهو اچي ڏسي ته سندن کٽ خالي پئي آهي، انهي تعجب ۾ پئجي دروازي تائين پهتو ته سامهون کيس فقير صاحب مليو ۽ فرمايائونس ته ”ٻچا! ڊڄ نه، فقط اهو وقت اسان وٽ اچڻ جو نه آهي.“ پوءِ هو سندن قدم چمي، کانئن دعا گهرائي ڳوٺ هليو ويو.

مٿي بيان ٿيل واقعي جي حقيقت شاھ صاحب جي بيت سان نروار ٿي ٿئي:

هٿ ڪرايون آڳريون، ڪپجي ويون ڪان ھ

وحدت جي وھاڻ ۾، جي ويا سي وڍيا.

**بيدل ڪامل ولي الله**

اڪثر عام ماڻھو ڪرامتن جا شائق ھوندا آھن، پر منھنجي نزديڪ زنده دل ۽ با خدا بڻائڻ ڪان سواءِ پيون سڀ ڪرامتون گھٽ آھن، تنھن ڪري ھادي سائين جي ڪج ھ زنده دل طالبن جا اسم گرامي پيش ڪريان ٿو، جيڪي سندن ڪماليت جو ثبوت آھن:

1- سندن فرزند محمد محسن عرف بيڪس، جنھن جي مزار ساڻن گڏ آھي.

2- فقير عبدالله، جو سندن سوٽ ۽ چاٽو آھي، جنھن جي مزار به گڏ آھي.

3- غلام محمد فقير شڪارپوري، جنھن جي مزار سندن قدمن ۾ آھي.

4- قاضي پير محمد، جنھن جي زنده دليءَ جو ثبوت ھن ڪان اڳ آيل آھي.

5- قاضي غلام حسين مست فقير.

6-	پائي ڪشنداس پير ڳوٺ جو.
7-	پارو شاه، جو پائي وسڻ رام روهڙيءَ واري ٺڪاٺيدار جو گرون هو.
8-	مائي رامي پير ڳوٺ جي، جا هميشہ مراقبي ۾ رهندي هئي ۽ اڄ ڏينهن تائين پير ڳوٺ ۾ ٺڪاڻو اٿس.
9-	الله بخش جنهن کي سندن مزار مقدس مان فيض مليو، جنهن جي درگاه روهڙيءَ جي دريا بندر تي آهي.
10-	قاضي عبدالخالق سکر جو مست فقير، انهيءَ کي به سندن مزار مقدس مان فيض مليو.
انهن درويشن جي زنده دليءَ جا واقعا ۽ مثال، هن فقير جي ذهن نشين آهن. اُهي جيڪڏهين لکندس ته هڪ جدا ڪتاب بڻجي ويندو، انهيءَ ڪري صرف اسم گرامي ڏنا اٿم.
**بيدل متوڪل ولي الله هو.** انهيءَ زماني ۾ مير علي مراد خان، الله وارن جي خدمت ڪرڻ فخر ۽ ڪار ثواب سمجهندو هو. انهيءَ ڪري ڪن درويشن کي زمينون بخشش طور ڏنائين ته ڪن جي ٻيءَ طرح خدمت ڪيائين. بيدل صاحب جي خدمت ڪرڻ واسطي به هڪ

ماڻهو هٿان دعوت نامو ڏياري موڪليائين ته مهرباني فرمائي دعوت قبول ڪري قرب جا قدم گهمائي وجو. فقير صاحب انهيءَ جي جواب ۾ هيٺيون رقعو تحرير فرمائي، قاصد جي حوالي ڪيائون:

محترم و معزز جناب مير صاحب!

بعد السلام عليڪم جي واضح هجي ته هي فقير اوهان ڏانهن اچڻ کان مجبور ۽ معذور آهي، ڇاڪاڻ ته سرور عالم صلي الله عليه وسلم جو ارشاد آهي ته: ”نعم الامير و على باب الفقير، و بئس الفقير على باب الامير.“

خادم العلماءُ فقير عبدالقادر روهڙي.

ترجمو: فقير جي دروازي تي، امير جو اچڻ نعمت ۽ افضل آهي، ۽ امير جي دروازي تي، فقير جو وڃڻ بڇڙو ۽ خراب آهي.

ڪج ه ڏينهن گذرڻ بعد مير صاحب ڪج ه ڪٽڪ جا پريل اُٺ، رپين جي هڪ پريل ڳوٿري ۽ سرڪاري مهر لڳل زمين جي بخشش جو پروانو، هڪ خاص ماڻهو هٿان، بيدل صاحب جي خدمت ۾ ڏياري موڪليو. جڏهين فقير صاحب وٽ اهو سڀ ڪج ه پهتو ته پاڻ زمين جو پروانو ته بروقت ڦاڙي فرمائڻ لڳا ته ”الحمد الله زنجيرن

ڪان آزاد ٿياسون،“ باقي مٿن جيڪو قرض هو، سو ادا ڪيائون ۽ ڪجھ سير ڪڻڪ گهر موڪليائون، باقي ٻيو سڀ ڪجھ انهيءَ وقت ئي ماڻهن کي خير خيرات ۾ ڏئي، پوءِ گهر هليا ويا.

**<u>لذتن ۽ خواهشن کان ترڪ.</u>** سندن طالب فقير قاسم علي ميربحر هڪڙي وقت فقير صاحب جي خدمت ۾ وڏي محبت منجهان هڪ شيشو مکڻ جو ڀريل ٻيو ماکيءَ جو شيشو، سندن کائڻ لاءِ کڻي آيو ۽ سندن خدمت ۾ پيش رکيائين ته مالڪن پڇا ڪئي ته: ابا هي ڇا آهي؟ عرض ڪيو ويو ته: قبلا! هڪ شيشي ۾ ماکي ۽ ٻئي شيشي ۾ مکڻ آهي، مالڪن جي کائڻ واسطي کڻي آيو آهيان. اهو ٻڌڻ شرط سندن حالت بدلجي وئي، منهن مبارڪ سرخ ٿي ويو ۽ نيڻ وهڻ لڳا ۽ وجد طاري ٿي ويو. قاسم علي فقير دل ئي دل ۾ جهرندو ويو ته مون کان الائي ڪهڙي غلطي ٿي وئي آهي، جو مرشدن کي وڏي سوز ۽ بيچيني ۾ وجهي ڇڏيم. سو گهڻي وقت کان پوءِ جڏهين فقير صاحب جو جوش ڍرو ٿيو، تڏهين فقير قاسم علي ادب جا هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته: قبلا سائين! مون کان الائي ڪهڙي خطا پئي، جو اوهان جي دل دکي پئي. فقير

صاحب فرمايو ته: ابا! خطا ڪا به نه آهي، فقط مڪڻ ۽ ماکيءَ جي نالي ڪٽڻ وقت نالائق نفس جو سور ۽ پرين جو پور اچي پيو.“

## بيدل صاحب جي شخصيت

بيدل صاحب جيد عالم ۽ ڪامل عارف هئا. وجد جي ڪيفيت طاري هوندي به ظاهر سندن با شرع ۽ سنت محمدي جا پائبند هئا. خانداني نسبت هوندي به بزرگي ۽ خود داري کان پڇي، رنديءَ جي رمز ۾ رهندا هئا. جيئن پاڻ فرمايو اٿن:

بزرگيءَ کان پڇي بيدل رنديءَ جا رنگ رچاياسي.

اعلى توڙي ادنى ماڻهن لاءِ سندن دروازو هميشہ کليل رهندو هو. جيڪڏهن ڪي شخص وٽن اچي، پنهنجي بزرگي ۽ خانداني بيان ڪندا هئا ته پاڻ فرمائيندا هئا ته: بابا! اوچو اهو آهي جيڪو نيچو آهي. خودي خراب آهي، شاه صاحب پڻ فرمايو آهي ته:

پائڻ پڇي چڏ، نه ته چاڻ وجهندءِ چار ۾،
آءُ اسين جي چون، آڏو تن نه اڏ

(چارئي پيغمبر جي محلات جا رڪن آهن: ابوبڪر، عمر، عثمان ۽ حيدر)
2- ابوبڪر است خورشيد معافي عمر ثاقب شهاب جاوداني
(ابوبڪر حقيقي سج آهي: عمر هميشہ چمڪندڙ ستارو آهي)
3- شبستان قدم را شمع عثمان علي سر جلوه تحقيق عرفان (عثمان قديمي محلات جي شمع آهي: علي، حقيقت جي عرفان جي جلوه جو راز آهي.)
4- يڪي صديق يار غار احمد دوم مصطفى شرار شرک و امجد
(صديق، هڪ احمد جو يار غار آهي: ٻيو وڏن شرڪن جي شعلن کي وسائيندڙ آهي)
5- سيوم گلدسته گلزار نورين چهارم شاه اشجع عين هر عين (ٽيون (عثمان) نورين جي باغ جو گلدستو آهي: چوٿون (علي) پهلوانن جو سردار ۽ هر اک جي ديد آهي.)
6- اگر هر چار ديوار صفا را نبود اين چار پشتيبان برپا

(جيڪڏهن پيغمبري محلات لاءِ اهي چار ٿيڪون نه هجن ها)

7- نبودي رنگ عمرانات ارواح ظهور آور بدير انگاه اشباح

(ته روحانيت جي عمارتن جو رنگ نه رهي ها: چمڪ ۾ شڪ ۽ شبهو ظاهر ٿي پوي ها.)

8- سزد گرلب بخواهش واڪشايم ڪه تا باشند شاهان جان فزايم

(جيڪڏهين سندن طلب ۾ چپ چوريان ٿو ته منهنجي جان ڪي شاه ترقي ڏين ٿا)

9- اغثني يا رفيق رهبر حق توئي مهدي عالم و نور مطلق

(اي حق جي رهبر جا ساٿي منهنجي مدد ڪر. تون جهان جو هادي ۽ نور مطلق آهين)

10- بحق منصب عالي قدر خويش عطا صديق محبت ڪن بدرويش (پنهنجي شان ۽ عالي منصب جي صدقي. هن درويش ڪي صدق محبت عطا ڪر)

11-      بفريادم رس اي فاروق سلطان توئي بيشک مغيث انيس وهم جان (اي فاروق سلطان، منهنجي دانهن ورناءِ. بيشڪ تون ئي انسانن ۽ جنن جو فرياد رس آهين)

12-      بحرمت اقتداري خود ڪہ داري بہ بخشا ذوق دل وهم خاڪساري (پنهنجي اقتدار ۽ طاقت جي صدقي دل جو ذوق ۽ خاڪساري عطا ڪر.)

13-      بگير اي شاه عثمان دست بيڪس توئي مقبول رب العالمين بس (شاه عثمان:(هن)عاجز جو هٿ وٺ تون رب العالمين جو مقبول آهين)

14-      بشان عاليت الطاف فرما ڪہ بيند چشم دل نور تجلا (پنهنجي عالي شان جي صدقي لطف فرماءِ جو دل جي اک نور جا تجلا ڏسي)

پاڻ تنين سين گڏ، نينهن جنهين جو ناه سان.

وحدانيت جي سرور ڪري سندن منهن مبارڪ اهڙو ته سرخ هو، جهڙو لال پٽو انب. نيڻ هميشہ خماريل هوندا هئا. سندن منهن موڪرو ۽ پيشاني ڪشادي هئي ۽ سونهاري دن جي قريب هئي. سندن زلف ڪلهن تائين هوندا هئا ۽ قد پورو پنو هو. سر مبارڪ تي صوفين واري ٽوپي ۽ ڪلهي تي گيڙو رتل بوچڻ هوندو هو. سادو

کائيندا هئا ۽ سادو پهريندا هئا. پاڻي پري ڏيڻ لاءِ به ڪنهن کي نه چوندا هئا. انهيءَ ڪري هڪ دلو سندن کٽ جي پر ۾ رکيل هوندو هو.
”الفقرو فخري والفقرمني“ جي حديث جي رنگ ۾ رڱيل هوندا هئا. خلق عظيم سندن پيشو هو. ”ماينطق عن الهوى“ سندن گفتار هئي. روزانو تهجد نماز کان پوءِ مراقبي ۾ وهڻ جي عادت هوندي هئن. صبح نماز کان پوءِ ڪنهن الله واري جي درگاه تي وڃي مراقبي ڪرڻ کان پوءِ اشراق نماز پڙهي پنهنجي اوطاق ڏانهن واپس وري، قاضي صاحب جي ٻارن کي درس ڏئي پوءِ روح رهاڻ جو رنگ
رچائيندا هئا.

15- مدد يا شاه مردان طريقت توئي ساقي مستان حقيقت
(اي طريقت جي مردن جا شاه مدد ڪر. تون ئي حقيقت جي مستن جو ساقي آهين)

16- بفز سر خوشي حال تعرف بنوشانم مي از جام تصوف
(عر

(اي محبوب توکان سواءِ زندگي حرام آهي. خود تو کان سواءِ ڪهڙي زندگي آهي، جا توکان سواءِ آهي، سا حقيقت ۾، مردو آهي، صرف ظاهري زندگي نالو اٿس.)

5. آن کس کہ عشق تو ندارد خبري
هر چند بود زنده مماتي دارد
و آنکس کہ بياد تو برد عمر بسر
بي جان به بقائي تو حياتي دارد

(جو شخص تنهنجي عشق کان بي خبر آهي، سو ڪيترو به زنده هجي (حقيقت ۾) مردو آهي ۽ جنهن شخص تنهنجي ذڪر ۾ عمر ختم ڪئي سو بي جان، تنهنجي بقا سان حيات آهي.)

-6 هرکرا جانش تو باشي خوش آنجاني که جانانش تو باشي

(جنهن شخص جي جان تون ٿي پئين، واه جو اهو محبوب آهي، جنهن جو محبوب تون ٿي پئين)

-7 مرٽان اڳي جي مئا، سي مري ٿين نه مات
هون سي حيات، جيڏا اڳي جي جيا (شاه)

-8 جيڏا اڳي جي جيا، جڳ جڳ سي جين
موٽي سي نه مرن، مرٽا اڳي جي جيا (شاه)

-9 مرد نه مرن ڪڏهين، ڪوپا هن قائم
هم مرين ته گرو مري، دول ھ مارن دم
ديهي ريءَ دائم، حاضر هن هر جاءِ تي (بيدل)

-10 المومن من حيّ في الدارين (حديث)
(مومن ٻنهي جهانن ۾ حيّ ۽ زنده آهي)

-11 ان اولياءَ الله لا يموتون ولا کن ينتقلون من دار الا دار. (حديث)

15- ولا تقولوا لمن يقتل في سبيل الله اموات! بل احياءُ ولاكن لا تشعرون. (

فاني حال جي خمار جي صدقي تصوف جي جام مان، مون کي وحدت جو شراب پيار)

17- خدايا حرمت هر چار سلطان کہ دين خاص راهستند ار کان

(اي الله چئني شهنشاهن جي صدقي، جو خاص دين جا ارڪان آهن)

18- مرا گردن گدائي کوئي اوشان بجام فيض مست از بوئي اوشان

(مون کي انهن جي ڳليءَ جو گداگر بڻاءِ. انهن جي خوشبوءِ مان فيض جي جام سان مست بڻاءِ)

عقيدو پنجون: ٻارهن امامن جي باري ۾.

دوازده ائمہ اهلبيت نبوت خاندان عاليشان، قسم نار و جنان اند، و عطا فرمائي منصب ولايت اغواث زمان و اقطاب دوران.

ترجمو: ٻارهن امام عاليشان نبوت جي خاندان جا اهل بيت آهن، دوزخ ۽ جنت جا ورهائيندڙ آهن ۽ ولايت جو عهدو عطا ڪندڙ ۽ وقت جو غوث ۽ قطب بنائيندڙ آهن.

**<u>غزل</u>**

1- افروخت عشق شمع جمال محمدي
شد مرتضى ظهور كمال محمدي
(محمدي جمال جي شمع مان عشق روشن ٿيو. محمدي ڪمال مان حضرت علي مرتضى ظاهر ٿيو)

2- حضرت حسن شعاع هما آفتاب بود
شبير شمس نور جلال محمدي
(حضرت حسن انهيءَ ساڳئي آفتاب جو شعاع هو، حضرت حسين، محمدي جلال جي نور جو سج هو)

3- زين العباد و باقر و جعفر صفات است
كاظم و رضا است مظهر حال محمدي
(حضرت زين العابدين، حضرت باقر ۽ حضرت جعفر سندس صفتون آهن. حضرت ڪاظم ۽ حضرت رضا، محمدي حال جا مظهر آهن)

4- تقي و نقي عسكري القاب وي شده
مهدي است موبو مثال محمدي
(امام تقي، نقي ۽ عسڪري سندس لقب آهن. مهدي هو. هوبهو محمدي مثال آهي.)

5- بيدل زعشق بهره دهندت بگو بصدق

صلوات بر محمد و آل محمدي
(اي بيدل! توکي عشق مان بهرو ڏيندا (تنهنڪري) تون صدق سان چئو يا پڙ هه صلوات محمد تي ۽ محمد جي آل تي.)
عقيدو ڇهون: ڏهن بشارت ڏنل اصحابن جي باري ۾.
عشره مبشره مقربان درگاه نبو تند، معدن ايمان و عرفان و معزن دين و فتوت.
ترجمو: ڏ هه بشارت ڏنل اصحاب نبوت جي درگاه جا مقرب آهن، ايمان ۽ عرفان جي کاڻ آهن، دين ۽ ڪاميابي جو خزانو آهي.
(الله تعالى جيڪڏهين تنهنجي دل ۾ فقرا جي محبت رکي آهي ته يقين ڪري سمجھ

ميدان بيقين کہ مطلب کلي تو داد حق

قرآني آيت به هيءَ ڏنل آهي: اما العشرة المبشرة يتبشرون بنعمة من الله و فضل
ترجمو: ڏهن بشارت ڏنل (اصحابن) کي الله جي نعمت ۽ فضل جي بشارت ۽ مبارڪ ڏني ٿي وڃي.
عقيدو ستون: مذهبي امامن جي باري ۾.

ائمہ مذهب اربعہ ستون بارگاه شرح اندر رباني معمار تقوی ورع.
ترجمو: چارئي مذهب امام شريعت جي درگاه جا مقرب آهن. تقوى ۽ پرهيزگاريءَ جي عمارت جا بانيڪار آهن.
آيت: اما المجتهدون اولائک کتب في قلوبهم الايمان و ايديهم بروح منہ.
ترجمو: مجتهد شخص هي آهن، جن جي دلين ۾ ايمان لازم ۽ فرض ڪيو اٿس، انهن کي پنهنجي روح مان.
عقيدو اٺون: محبوب سبحاني سيد عبدالقادر جيلاني جي باري ۾.
انهيءَ باري ۾ سندن ڪتاب ”رياض الفقر“ جي 61 صفحي تي 22 مصرعن مان صرف پنج مصرعا پيش ڪيا اٿم:
1. هما نوري کز و عالم منير است
فروغ نور پاک دستگير است
(اهو ساڳيو نور آهي، جنهن کان جهان روشن آهي، پاک نور جو شعاع ستگير آهي)
2. زنور او جهان را ديده روشن
ببويءَ او زمين را خانہ گلشن

(انهيءَ جي نور سان جهان جي اک روشن آهي، انهيءَ جي مهڪ سان زمين گل و گلزار آهي.)

3. روان بر لوح کاف و نون قلم او
رقاب اوليا زير قدم او

(ڪاف، نون ۽ لوح قلم تي سندس حڪم جاري آهي، اوليائن جي گردن، سندس قدم جي هيٺان آهي)

4. مريدي لا تخف عهد عطا تست
کنون اي الوفا وقت وفا تست

(اي مريد ڪوبه خوف نه ڪر، تنهنجي بخشش جو عهد آهي. اي وفادار جوان، تنهنجي وفا جو وقت آهي)

5. تو سلطان دل و محي العظامي
تو يوسف صورت و عيسی کلامي

(تون دل جو بادشاه ۽ عضون جو زنده ڪندڙ آهين. تون يوسف صورت ۽ عيسى صفت ڪلام ۽ (دم) رکندڙ آهين)

عقيدو نائون: اولياءَ ڪرام جي باري ۾.

1. چون در دل تو حب فقرا نهاد حق

ته الله تنهنجا سڀ مطلب پورا ڪري ڇڏيا).

2. ليکن بشکر آنکہ تر اکرده اند ياد

دم بر ميار تاک توئي جز بياد حق
(سو شڪر هن ڪري ڪر، جو توکي ياد ڪيو اٿس. فخر نه ڪجانءِ، ته الله فقط توکي ئي ياد ڪيو آهي.)
3. بيدل سري بنہ سر خاک اوليا
بل خاک آستانہ شان ساز توتيا
(بيدل پنهنجي سر کي اوليائن جي خاڪ مٿان رک، بلڪ اُنهن جي آستان جي خاڪ جو سرمو ٺاهه.)
بيدل صاحب ”نهر البحر“ ڪتاب جي 45 صفحي تي فقراءَ ۽ الله وارن جي تشريح ڪندي فرمايو آهي ته ڪهڙن فقيرن جي صحبت فيض بخشيندي ۽ ڪهڙن جي صحبت ۽ سنگت نقصان رسائيندي آهي:
1. صحبت صوفي صفائي بخشدت
از تعلق تن رهائي بخشدت
(صوفين جي صحبت توکي اهڙي صفائي عطا ڪندي جو توکي جسم جي تعلقات کان آزاد ڪري ڇڏيندي
2. صحبت درويش اهل معرفت
سازدت از نور خود روشن صفت
(معرفت واري درويش جي صحبت توکي پنهنجي نور مان روشن صفت بڻائي ڇڏيندا.)

3. صحبت کامل ترا بخشد کمال
صحبت اهل هوس بخشد ضلال
(ڪاملن جي صحبت توکي ڪمال بخشيندي. هوس وارن جي صحبت گمراهي بخشيندي.)
4. صحبت فقرا ترا بخشد صفا
صحبت جهلا دهد رنگ و دغا
(فقرا جي صحبت توکي فيض بخشيندي. جاهلن جي صحبت دغا جو رنگ چاڙهيندي)
5. از کدورت محبت تن پروران
دل سياه و تيره گردد در زمان
(تن پرورن جي صحبت جي ڪدورت دل کي ڪارو ۽ ڪنور، اُتي جو اُتي ڪري ڇڏيندي.)
6. صحبت اصحاب دل سود نهان است
صحبت اهل دول رنج و زيان است
(اصحاب دل جي صحبت مخفي فيض عطا ڪندي آهي. دولتمندن جي صحبت ۾ دک ۽ نقصان آهي.)
7. اهل دين باش و حقيقت دوست شو

مغز را بگزين بري از پوست شو

(ظاهر دين دار هج ۽ باطن ۾ حقيقت جو دوست هج. اصل شيءِ کي هٿ ڪر، کل ۽ پوست کان پڇي بيزار ٿي.)

عقيدو ڏهون: پرده نشين اولياءَ ڪرام جي باري ۾.

بيدل صاحب ”تقويت القلوب“ جي 190-191 صفحي تي ”مرد نه مرن ڪڏهين ڪوپا هن قائم“ جي موضوع تي ڪافي دليل ۽ سندون لکيون اٿن، سي ڪتاب جي طوالت سبب سڀ پيش ڪرڻ مشڪل آهن، تنهن هوندي به محبت وارن واسطي ڪجھ ضروري سندون پيش ڪريان ٿو:

1. ابي سعيد الخذري رضي الله تعاليٰ قال قال رسول الله صلى الله عليه وسلم مثل الذي يذكر ربہ والذي لا يذكر ربہ كمثل الحي والميت،

(حديث متفق عليہ)

(ابي سعيد الخذري رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلى الله عليه وسلم ته ذاڪر شخص جو مثال حيُ ۽ زنده وانگر آهي ۽ غافل شخص جو مثال ميت ۽ مرده وانگر آهي.)

2. بر روئي خلائق در صحبت مکشائي

مي باش بکلي متوجہ بخدائي

غافل مشواز ذوق دل و ذکر زبان

تا زنده جاويد شوي در دو سرائي

(مخلوقات جي اڳيان صحبت جو دروازو نه کول، سراسر خدا ڏانهن متوجه ر ھ. دل جي ذوق ۽ زباني ذڪر کان غافل نه ر ھ، جيستائين ٻنهي جهانن ۾ هميشہ لاءِ زنده ٿي پوين.)



3. هرگز نميرد آنکہ دلش زنده شد بعشق

دعاء تو بر هرچه آرد شتاب من آمين كنم تا

## وفات

بيدل فقير جي انتقال جو زمانو جڏهين ويجهو آيو ته پاڻ بيماريءَ جي شدت ڪري تمام ڪمزور ۽ ضعيف ٿي پيا. اها حالت ڪجھ وقت هلڻ بعد ذوالقعد جي پندرهين تاريخ، سج لهڻ جي قريب، اوچتو ڪٽ تان اُٿي اوطاق جي ٻاهرئين دروازي جي چوڪٺ وٽ اچي نڪتا ته پريان سليمان فقير سندن خدمتگار به ڊوڙ پائي وٽن اچي نڪتو ته مالڪ ڪمزوريءَ جي ڪري ڪٿي ڪري نه پون. ته ڇا ڏسي ته هڪ گهوڙي سوار نوراني شڪل سان دروازي جي ٻاهران رستي تي بيٺو آهي. انهيءَ وقت گهوڙي سوار هٿ مٿي ڪيو ته فقير صاحب ڪنڌ ڪٽي نوايو. پوءِ گهوڙي سوار واپس وريو ۽ فقير صاحب پوئتي موٽي اچي بستري تي ويٺا ته سليمان فقير عرض ڪيو ته: قبلا! هي گهوڙي سوار ڪير هو؟ جواب ۾ فرمايائون ته: سرور سنڌ لعل شهباز مروندي هئا ۽ قرب جا قدم پري آيا. ائين چئي چادر پائي سمهي رهيا ته وجود سڪون ۾

اچڻ لڳو ۽ منهن مبارڪ ۾ محويت جا آثار ظاهر ٿيڻ لڳا.
تان جو مغرب جي اذان اچڻ کان پوءِ جان بحق ٿي ويا. انا
لله و انا اليہ راجعون.
فقير سليمان هيءَ پُر ملال خبر، فقير عبدالله ۽ ڪن
مخصوص محبت وارن کي پهچائڻ جو انتظام انهيءَ وقت
ئي ڪري ورتو، پر هيءَ خبر هوا وانگر هر جاءِ ڦهلجي
وئي ۽ محبت وارن جو هجوم ڪٺو ٿي ويو. فقير عبدالله
پنهنجي هٿن سان فقير صاحب کي غسل ڏئي، ڪفن پهرائي
جسم اطهر کي رکائي ڇڏيو ۽ تاريخ 16 ذوالقعد سنہ 1289
ھ منجهند جو مقام ڏانهن هلڻ جو اعلان ڪيو. انهيءَ ڪري
سج اڀرڻ کان پوءِ هر طرف کان سيد سادات، شريف شرفاءَ،
امير غريب ۽ هندو وغيره اچي گڏ ٿيا. سڀني جا منهن غم
سان ڀريل هئا. تان جو کٽ کڻڻ جو وقت ٿي ويو ۽ کٽ کڻي
قبرستان هلڻ لڳا. انهيءَ وقت جو منظر پر درد ۽ عجيب هو.
تان جو هڪ هنڌ کٽ رکي جنازه نماز واسطي صفون
ٻڌائون. جنازه نماز فقير عبدالله پڙهائي. جسم اطهر جي
دفنائڻ جو اهڙي هنڌ انتظام ڪيو ويو هو، جتي هڪ ننڍو
وڻ هو ۽ فقير صاحب ڪن وقتن تي انهيءَ وڻ هيٺيان
مراقبو ڪري ويهندا هئا

، اتي کين سپرد خاڪ ڪيو ويو.
ٽئين ڏينهن دستور موجب بيدل صاحب جي فرزند محمد محسن کي دستار مبارڪ ٻڌائي وئي، ان وقت صاحبزادي جي عمر اٽڪل چوڏهن (14) سالن جي هئي. پنهنجي والد صاحب جي وصال کان پوءِ محمد محسن اهڙي رنگ ۾ رڱجي ويو، جو لکڻ وارن لکيو. سندس طالب سيد نواب شاه ”سڪايل“ روهڙائي پنهنجي ٻن ڪلامن ۾ سندس مرشد (محمد محسن ”بيڪس“) جي حقيقت هن طرح بيان ڪئي آهي:

<u>ڪلام پهريون</u>

ٿل: منهنجو مير محسن قلندر قلندر
سدا شائقن جي دل اندر دل اندر
1. قلندر جي عرشن مٿي آشنائي
ورتي شاه بيدل تهين ۾ فنائي
ڪيو پوءِ بيدل بيڪس کي تن اندر
2. تڏهين چئبو هي به ته آهي قلندر
۽ ظاهر باطن قلندر قلندر

قلندر جي معنى ڪُل اندر ڪل اندر

ڪلام ٻيو

ٿل: سپني گلن ۾ گل محسن

حسن حسين علي پنجتن

1. باغ بيدل جي ڪئي آهي بهاري

حسن بسونت کليو چوڌاري

طرحين طرحين ڦو ھ ڦلن

2. رک سڪايل سرت سدائي

در محسن جي ڪر تون گدائي

آءُ لنگھي منج ھ عشق اگن

پهريون ڪلام اٺن (8) مصرعن جو آهي، پر مون ٻه مصرعا ڏنا آهن. ٻيو ڪلام ڇهن (6) مصرعن جو آهي، انهيءَ جا ٻه صرف ٻه مصرعا ڏنا ويا آهن.

بيڪس سائين پنهنجي والد ۽ مرشد جي حقيقت ۾ سندن رحلت جي تاريخ بيان ڪئي آهي، سا پيش ڪئي وڃي ٿي:

ٿل: رمز رنديءَ جو عجائب روھڙيءَ ۾ راز هو

نالي بيدل بادشہ بيشڪ اهو شهباز هو

1. موج مستيءَ ۾ سدا سلطان سرافراز هو

حلاج جي حالت ۾ هردم من خدا ممتاز هو
2. پير مغان جي پيش هڪ حقيقتاً مجاز هو
همہ اوست واري حال ۾ محمود سو اياز هو
3. درد واري دور ۾ هو وير وحدت باز هو
عشق جي اوتار سان دلدار دست دراز هو
4. هن تماشي گاه ۾ اوڻهٺ جو آواز هو
مرضيءَ موجب پنهنجي سر صفاتي ساز هو
5. سال پارنهن سئو اٺانوي ۾ سوز گداز هو
سورهين ذوالقعد جي هادي سندو پرواز هو
بيدل مرشد منهنجو سائين غريب نواز هو
بيڪس خادم درجي ڪي، عشق جو آغاز هو

---

فقير غلام علي ”مسرور“ شڪارپوريءَ، بيدل صاحب جي عشق ۾ هڪ ڪلام چيو آهي. جنهن مان چ ه مصرعا پيش ڪيا ٿا وڃن:
ٿل: دائم قائم قرب ڪرارو، ڪعبو قبله گاه
هادي بيدل شاهن شاه
1. روهڙي فرش وڇائي گادي، موڙ ٻڌي سر ويٺو هادي
ٿي ويئي ملڪان منادي، واحد وجہ الله .......

2. آدم شيث ايوب اهوئي، يحيٰ نوح يعقوب اهوئي
احمد مهدي خوب اهوئي، اولي منجھ الله .......
3. شبلي شمس عطار اهوئي، درس علي ديدار اهوئي
هرجا جلويدار اهوئي، سڀ جو ساه پساه .......
4. شهنشاه شهباز اهوئي، دولھ شاه دراز اهوئي
خفي جلي جو راز اهوئي، فائق فيض درياه .......
5. ظاهر بندو باطن مولی، نوان نوان نت پهري چولا
ڪڍي وجودي وهم وچولا، آيو عالي جاه .......
6. هادي حق مسرور مليو آ، پول پيو سڀ دل جو پليو آ
خيال خدائي خوب کليو آ، آندو ٿم ويساه .......

سنه 1298ھ ۾ فقير محسن "بيڪس" به 23 سالن جي عمر ۾ وصال ڪري ويو ۽ سندس مزار بيدل صاحب جي لڳ سڄي پاسي کان ٺاهي وئي. بيڪس صاحب جي انتقال کان پوءِ ٽئين ڏينهن دستور موجب فقير عبدالله پنهنجي ننڍي فرزند غلام اللطيف کي بيڪس سائين جي دستار مبارڪ ٻڌائي، سندن جاءِ نشين مقرر ڪيو. انهيءَ کان پوءِ سنہ 1301ھ ۾ فقير عبدالله به انتقال ڪري ويو ۽ کيس به بيدل صاحب جي لڳ کٻي پاسي کان رکيو ويو.

**بيدل جي درگاه جي اڏاوت**

بيدل صاحب جي وصال بعد ٽن ڏينهن کان پوءِ سندن مزار مقدس مٿان هڪ ڪچو ڪوٺو في الحال ٺهرايو ويو، جيڪو ٽن سالن تائين قائم رهيو. انهيءَ کان پوءِ سندن مزار مٿان چوڪنڊيءَ جي صورت ۾ هڪ ڪشادي درگاه تيار ڪرائي وئي، جنهن کي اوپر طرف هڪ وڏو دروازو ۽ ڏکڻ طرف ٻه وڏا دروازا هئا ۽ ٻه دروازا اتر طرف رکيا ويا هئا. انهيءَ کان سواءِ درگاه جي اندر پٽين تي گل پٽيءَ جو ڪم رکيو ويو. ڇت ۽ فرش تي ڪاشيءَ جون سرون لڳايون ويون هيون. انهيءَ کان پوءِ جڏهن سنه 1298 هه ۾ سندن فرزند محمد محسن کي ۽ سنه 1301 هه ۾ فقير عبدالله کي سندن لڳ رکيو ويو، تڏهين بيدل صاحب جو طالب ڀائي ڪشنداس پير ڳوٺائي پنهنجي ڳوٺ کي هميشہ جي لاءِ ڇڏي درگاه تي خدمت ڪرڻ جي لاءِ رهي پيو ۽ ڪافي ڪم ڪاريون ٿيڻ لڳا. ڀائي ڪشنداس کان پوءِ سنت ئي سنہ 1923ع ۾ ٽنهين مزارن جي مٿان ڪاشيءَ جو عجيب قسم جو ڪنهڙو نهي تيار ٿيو. انهيءَ ڪري درگاه جو اندريون پاسو ميلي جي موقعي تي گهٽي پي هه سبب

ضرورت کان ننڍو ۽ تنگ ٿي پيو، تنهن ڪري نئين درگاه جي تعمير ٿي.
نئين درگاه جي تعمير. سنہ 1945ع م فقير سبحان بخش جي نگرانيءَ هيٺ اڳين درگاه شريف شهيد ڪرائي، نئين سر ڪشادي درگاه ٺهرائي وئي، جا هن وقت موجوده صورت ۾ آهي. انهيءَ کان سواءِ سنہ 1963ع ۾ درگاه جي لڳ اُتر طرف هڪ عاليشان مسجد به فقير سبحان بخش جي ڪوشش سان ٺهي تيار ٿي، جا هن وقت تائين نروار ۽ وسندڙ آهي. درگاه شريف تي هميشہ جي دستور موجب هاڻي به وڏي جوش خروش سان ذوالقعد جي 15-16 تاريخ تي عرس مبارڪ لڳندو آهي.

---

## كتاب پنج گنج بابت

گھڻي وقت کان دوستن جي تمنا هئي ته بيدل صاحب جو "پنج گنج" سنڌي ترجمي سان گڏ نڪري ظاهر ٿئي، پر ڪن مجبورين جي ڪري اهو ڪم مشڪل ٿي پيو هو. هاڻي ڪن احبابن جي تعاون ڪري، الله تعالى جي آسري، ڪن درجن جو ترجمو شروع ڪيم ته حاجي محمد يعقوب صاحب ۽ حاجي غلام علي صاحب؛ "پنج

گنج“ جي ترجمي جي باري ۾ حافظ خير محمد ”اوحدي“ سان مشورو ڪيو، جنهن تي اوحدي صاحب ترجمو ڪري ڏيڻ جو وعدو فرمايو. انهيءَ ڪري آءُ اڳتي ترجمي ڪرڻ جو ڪم ڇڏي، هاڻي رٿيل ترتيب موجب ڪيل ترجمو ۽ باقي رهيل ڪتاب اوحدي صاحب جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيو آهيان. جڏهين تيار ٿي مليو ته انشاءَ الله فقير بيدل صاحب جي سوانح عمري سان گڏ پريس کي ڏنو ويندو.

اسان جي رٿيل ترتيب هيءَ آهي:

1- عالم حضرات جي واسطي پنج گنج الڳ ۽ جنسي پيش ڪيو ويندو ۽ پنج گنج جو ترجمو الڳ هوندو.

2-ترجمو آسان ۽ سمجهڻ جهڙن لفظن ۾ هوندو، ڇاڪاڻ ته فارسي جي لفظي ترجمي ڪرڻ ڪري عام فهم نه ٿي سگهندو ۽ اصل ڳالھ سمجهڻ عام ماڻهن اڳيان مشڪل ٿي پوندي. ڇو ته رنگين ۽ چيده فارسي ۾ چيل آهي .تنهن هوندي به ضروري ۽ حقيقت سان پريل لفظن کي پيش ڪري، تنهن کان پوءِ سنڌي ۾ الفاظ ڏئي ڳالھ سمجهائي وئي آهي.

3- مثنوي جي بيتن جو ترجمو سنڌي شعر ۾ نه آهي، فقط دلچسپي لاءِ ڪافيو ساڳيو ۽ تڪ بندي جي طرز اختيار ڪئي وئي آهي.

4- قرآن شريف جي آيت ڪي جلد ڳولي لهڻ واسطي هيٺيون طريقو اختيار ڪيو ويو آهي: پ = نشاني پاره جي؛ س = نشاني سورة جي ۽ ع = نشاني رڪوع جي آهي.

**لاشي فقير صوفي سبحان بخش**

خادم درگاه عالي، روهڙي شريف

# متن

# پنج گَنج

فارسي ترجمو

## مقدمہ پنج گَنج

بسم الله الرحمان الرحيم
الحمد لله والثناءَ لمن حجب الذات بصفات الكمال
والصفات باسماءِ المثال
و الا سماءَ بظهور الا فعال والصلواة والسلام على من قاد
الواقفين اِلي الملكوت والوالصفين الي الجبروت

والعارفين الي اللاهوت و على آلہ العظام و اصحابہ الكرام الى يوم القيام

اما بعد سپاس بيقياس درگاه ايزدي و درودنا محدود بارگاه احمدي، اين رسالہ اينست مشتمل برچهل درجات وهر درجہ متضمن بر خمسہ تعينات:

- تعين اول بہ تسطير فحوائي تصديق انثمائي آيت شريف معلى
- و تعين ثاني بتحرير مضمون صداقت مشحون حديث مبارک مجلا
- و تعين ثالث بترقيم ابيات فيض آيات مثنوي معنوي معلى
- و تعين رابع بہ تبيين كلام وجد آگين خلاصہ مضامين يكتائي يعني بيت سنڌي از رسالہ حضرت شاه صاحب ڀٽائي قدس سره مبين.
- وتعين خامس بہ تعبين حكايت منحصر بر ترغيب راه هديت معين.

پس بحسب تعداد تعينات ويرا بہ پنج گنج مسمى ساختيم و بقدر قوت استعداد مركب اجتهاد در عره تاليفش تاختيم

فا الله هو المستعان و عليہ التكلان و منہ البدايت واليہ النهاية.
سنڌي ترجمو

# پنج گنج جو ديباچو

بسم الله الرحمان الرحيم
هر قسم جو حمد ۽ ثنا انهي لاءِ آهي جا ذات ڪمال صفات ۾ پوشيده آهي. صفات مثالي ۽ تشبيهي اسمن ۾ آهي اسم فعلن ۽ ڪرشمن ۾ نروار آهن. ۽ صلوات و سلام انهيءَ ذات تي ئي هجن، جيڪو راز محرمن کي ملڪوت ڏانهن رهبري ڪندڙ آهي. صفت ۽ اوصاف بيان ڪندڙن کي جبروت ڏانهن ۽ آلہ و اصحابہ الڪرام تي قيامت جي ڏينهن تائين هجن.
انهيءَ کان پوءِ انتها درجي جي صفت ۽ ثنا رب العزت جي درگاه ۾ هجي. ۽ بيحد درود احمدي بارگاه ۾ هجن.
هي هڪ رسالو آهي، جنهن ۾ چاليه درجا آهن ۽ هر هڪ درجي ۾ پنج دليل مقرر آهن:

-- پهريون دليل قرآن شريف مان موافقت رکندڙ آيت مبارڪ آهي.
-- ٻيو دليل صداقت سان ڀرپور حديث شريف آهي.
-- ٽيون دليل فيض ڀريل مثنوي معنوي جا بيت آهن.
-- چوٿون دليل وجد ڀريل شاه صاحب ڀٽائيءَ جو بيت آهي.
-- پنجون دليل راه هدايت ڏانهن ترغيب ڏيندڙ حڪايت ۽ بيان آهي.

سو مقرر تعداد جي ڪري انهيءَ جو نالو ”پنج گنج“ رکيوسون (يعني منجهس پنج گنج سمايل آهن) ۽ پنهنجي طاقت ۽ قوت آهر انهيءَ جي لکڻ جي ميدان ۾ اجتهاد ۽ ڪوشش جي سواريءَ کي ڊوڙايوسون. الله جي آسري ۽ انهيءَ تي ڀروسو آهي، جنهن مان شروعات آهي ۽ ڏانهنس ئي انتها آهي.

فارسي متن

# درجہ يکم

## در مذمت قال و تحريص حال

**آيت**

قال الله تعالى جل جلا لہ و عم نوالہ:

ومن الناس من يقول آمنا بالله و باليوم الاخر وما هم بمؤمنين.

**( پ-1 : س- بقرة : ع - 2)**

**حديث**

عن المهاجر بن حبيب رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم :

قال الله تعالى اني لست كل كلام الحكيم اتقبل ولا كني اتقبل همہ وهواه فان كان همہ وهواه في طاعتي جعلت صمتہ حمد آلي و وقاراً ان لم يتكلم.

**(رواه الدارمي)**

**مثنوي**

ما درون را بنگريم و حال را
مابرون را ننگريم و قال را
آتشي از عشق در جان برفروز
سر بسر فکرو عبادت را بسوز

**بيت**

عاشق ايئن نه هون، جيئن تون سچي آگّرين
منهن پايو مونن ۾ راتيو ڏينهان روُن
ڪنهن کي ڪين چوُن، ته اسين عاشق آهيون.

**( يمن ڪلياڻ: د - 7 : ب - 5**

**حکايت**

در شرح کلام قدسي مسطور است که بوالهوسي بادشاهي را بضيافت طلبيد مکان بيروني ضيافت خانه بجاروب مصفا نود و طريق را از خس و خاشاک پاک گر دانيد اما جائي که بهر جلوس خسروانه معين شده بود همچنان پُر غُبار و کدورت گذاشته چون مقدم شاهنشاهي سايه دولت بر آن ويرانه افگند مقام ناپاک مطبوع طبع پاکيزه اش نگرديد جميع خدمات بيرون او بجهته نا پاکي منزل درون مکروه پنداشته باز گرديد.

# درجو پهريون

## دوا ڇڏڻ دورنگي جي، سوز جي صلاح ڪر

**آيت**

ماڻهن مان ڪي شخص دعوى ڪندا آهن ته اسان جو الله (جي وحدانيت) ۽ آخري ڏينهن (يعني باطن جي حالات) تي يقين آهي، حالانڪ اُهي (پنهنجي دعوى ۾) بي يقين آهن.

تنبيہ: جن کي يقين آيو تن دعوى ڇڏي منهن مونن ۾ وڌو.

**(پ - 1 : س - بقره : ع - 2)**

**حديث**

مهاجر بن حبيب کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلى الله عليه وسلم :

الله تعالى ارشاد فرمايو آهي ته حڪمت ۽ سياڻپ وارو هر هڪ ڪلام مان قبول نه ٿو ڪريان. پر مان سندس همت ۽ شوق کي قبول ڪريان ٿو پوءِ جيڪڏهن سندس همت ۽ عشق منهنجي طاعت ۾ هوندو ته مان سندس خاموشيءَ کي پاڻ لاءِ حمد ۽ ثنا پر عظمت بڻائي ڇڏيندو آهيان، توڻي جو ڪجھ نه ڳالهائين.

**(رواه الدارمي)**

## مثنوي

اسين اندر ۾ حال ٿا ڏسون
اسين ٺٺ ۾ ٺانگر نٿا ڏسون
عشق جي آتش کا اندر ۾ دکاءِ
فکر ۾ عبارت کي هردم جلاءِ

## بيت

عاشق ايئن نه هون، جيئن تون سڄي آڱرين (يا سڄين انگڙين)
منهن پايو مونن ۾ راتيو ڏينهان رُون
کنهن کي کين چون، ته اسين عاشق آهيون.

**(شاه)**

## حکايت

قدسي کلام جي شرح ۾ لکيل آهي ته هکڙي سڏون کندڙ ۽ بوالهوس ماڻهو، کنهن بادشاه کي دعوت کري، گهر جي ٻاهرئين حصي ۾ مهمان خاني کي ٻهاري سان صفا کرايو ۽ رستي تان کک ۽ کچرو کڻائي پاک ۽ صاف کري ڇڏيو. جا جاءِ باد شاه جي وهڻ واسطي مقرر ٿيل هئي، سا ساڳي طرح سان گند ۽

غبار سان چڙيل هئي. جڏهين بادشاه سلامت پنهنجا قرب جا قدم ڪٽي انهيءَ اوطاق تي آيو ته سندس نفيس ۽ نازڪ طبيعت کي ناپاڪ جاءِ نه وڻي، تنهن ڪري اها ٻاهرين سموري خدمت بيڪار سمجهي واپس موٽي ويو.
وضاحت: اي طالب! پهريئن قلب کي صاف ڪرڻ جو فڪر رک، پوءِ ڪو ٻيو.

فارسي متن

# درجہ دوئم

## در ترک تقلید و تحصیل تحقیق

## آیت

قال الله تعالی جل جلالہ و عم نوالہ :

اتامرون الناس بالبر وتنسون انفسکم.

(پ-1:س-بقرة:ع-5)

## حديث

| | |
|---|---|

عن ابي هريره رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم :
يخرج في آخر الزمان رجال يختلفون (يطلبون؟) الدنيا بالدين يلبسون للناس جلود الضان من اللّن، السنتهم احلی من السکر، و قلوب الذئاب يقول الله تعالی ابي يفترون ارُ علي يجترون نبي حلفت لأَبعثن علی اولائک منهم فتنہ تدع الحليم فيهم حيران.

**(رواه الترمذي)**

صحيح متن

-ص 299 - **102**أَخْبَرَنَا **أَبُو النُّعْمَانِ** حَدَّثَنَا **حَمَّادُ بْنُ زَيْدٍ** عَنْ **يَزِيدَ بْنِ حَازِمٍ** حَدَّثَنِي عَمِّي **جَرِيرُ بْنُ زَيْدٍ** أَنَّهُ سَمِعَ **تُبَيْعًا** يُحَدِّثُ عَنْ **كَعْبٍ** قَالَ إِنِّي لَأَجِدُ نَعْتَ قَوْمٍ يَتَعَلَّمُونَ لِغَيْرِ الْعَمَلِ وَيَتَفَقَّهُونَ لِغَيْرِ الْعِبَادَةِ وَيَطْلُبُونَ الدُّنْيَا بِعَمَلِ الْآخِرَةِ وَيَلْبَسُونَ **جُلُودَ** الضَّأْنِ وَقُلُوبُهُمْ أَمَرُّ مِنْ الصَّبْرِ فَبِي يَغْتَرُّونَ أَوْ إِيَّايَ يُخَادِعُونَ فَحَلَفْتُ بِي لَأُتِيحَنَّ لَهُمْ فِتْنَةً تَتْرُكُ الْحَلِيمَ فِيهَا حَيْرَانَ.

## حديث (ترجمو سنڌي)

ابي هريره کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلى الله عليه وسلم ته آخري زماني ۾ اهڙا ماڻھو نڪري پوندا، جيڪي دين جي عيوض دنيا طلبيندا، ماڻھن جي اڳيان رڍن جي نرم کلن جو جبو پهريندا، سندن زبانون کنڊ کان به وڌيڪ مٺيون هونديون ۽ سندن دليون بگهڙن جهڙيون هونديون. (اهڙن شخصن واسطي) الله تعالى فرمائي ٿو، ڇا اهي مون سان سينو ٿا سهائين يا مون تي جرئت ٿا ڪن، قسم آهي پنهنجي ذات جو ته انهن منجهان ئي، انهن تي اهڙو فتنو کڙو ڪندس، جو انهن ۾ حليم طبع وارا حيران ٿي ويندا. **(رواه الترمذي)**

http://hadith.al-islam.com/Loader.aspx?pageid=237&Words=%D8%AC%D9%84%D9%88%D8%AF&Type=phrase&Level=exact&ID=52396&Return=http%3a%2f%2fhadith.al-islam.com%2fPortals%2fal-islam_com%2floader.aspx%3fpageid%3d236%26Words%3d%D8%AC%D9%84%D9%88%D8%AF%26Level%3dexact%26Type%3dphrase%26SectionID%3d2%26Page%3d0

**سنن الدارمي - الْمُقَدِّمَةُ - إني لأجد نعت قوم يتعلمون لغير العمل ويتفقهون لغير العبادة ويطلبون الدنيا بعمل الآخرة**

## مثنوي

خورده گيرد در سخن بربا يزيد
ننگ دارد از درون او يزيد
مصحف بر كف چون زين العابدين
خنجرِ پُر زهر اندر آستين
از برون چون گو كافر پُر حلل
و اندرون قهر خدائي عزو جل

## بيت

منهن ۾ موسى جهڙو، اندر ۾ ابليس
اهڙو خام خبيث، ڪڏي ڪوه نه ڇڏئين.

## حڪايت

در مثنوي معنوي آمده است کہ شغالي در خُم رنگ افتاده از هيئت نخستين بگرديد پس بوسيلہ تبديل لون جسماني برانبائي جنس خود تفضيلي و ترجيحي طلبيد کہ مرا شغالي مي نه داريد، بلک طائوس شماريد، بني نوع وي بحکم آنکہ ”هر دعوى را دليل مي بايد“ روش طائوسانہ و لحن راحت نشانہ از و خواستند ميسرنہ شد دعوى او باطل انگاشتند و او رابي تزوير و تقليد منسوب داشتند.
سنڌي ترجمو

## ٻيو درجو

**<u>ڇڏ رسمي چال وٺ حقيقي حال</u>**

**<u>آيت</u>**

پلا اوهان ماڻهن کي رباني راه جو حڪم ڪريو ٿا ۽ پنهنجي پاڻ کي وساري ڇڏيو ٿا.
(پ-3:س-بقرة:ع-5)

## مثنوي

جو بسطاميءَ جي سخن ۾ نڪته چيني ڪندڙ آ
تنهن جي اندر ڪان يزيد کي به شرم آ
زين العابدين وانگر هٿ تي قرآن آ
ڇُپيل (لڪل) زهر پري سو تلوار آ
ظاهر ڪافر جي قبر وانگر پر سينگار آ
اندر قهر خدا سان سو پرپور آ

## بيت

منهن ته موسيٰ جهڙو، اندر ۾ ابليس
اهڙو خام خبيث، ڪڏي ڪوه نه ڇڏئين

## حڪايت

مثنوي معنوي ۾ آيل آهي ته هڪڙي گدڙ جي، رنگ جي کُونر ۾ پوڻ ڪري، سندس پهرين شڪل بدلجي وئي. انهيءَ جسماني رنگ جي ڦير ڦار ڪري، پنهنجي قوم ۾ هم جنسن تي پاڻ کي وڏو افضل سمجهي چوڻ لڳو ته مون کي گدڙ نه سجهو بلڪ مور سمجهو. سندس هم جنسن چيس ته هر دعوى واسطي دليل ۽ سند ضروري

آهي، تنهنڪري تون مور واري چال ۾ راحت پريو آواز ڪري ڏيڪار ته توکي مور سمجهون. مڪار گدڙ ائين نه ڪري سگهيو، تنهنڪري سندس دعوى ڪوڙي ۽ باطل سمجهيائون ۽ کيس مڪار ۽ بنا سوچ جي هلندڙ سمجهيائون.

وضاحت: حال بنا قال خطرناڪ آهي.

فارسي متن

# درجہ سیوم

## <u>در استعجال حصول قرب</u>

**<u>آيت</u>**

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ: سار عوالى مغفرة من ربكم

**(پ-4:س-آل عمران:ع-13)**

**<u>حديث</u>**

عن معصب بن سعد عن ابيہ قال، الا عمش لا اعلمہ الا عن النبي صلی اللہ علیہ وسلم قال التوده في كل شيءِ خير الا في عمل آخرة.

**(رواه ابو دائود)**

## مثنوي

تانمرده است اين چراغ با گهر
هين فتيلش ساز روشن زود تر
هين مگر فردا کہ فودا ها گذشت
تابہ کلي نگلدرد ايام كشت

## بيت

ڪرين هينئر ڪين هلڻ جي، ويڻو پچين پر
اڄ آديسي مر، صبح مرندو سپڪو.

## حکايت

شخصي در شارع عام خاربن نشاند از ممر نموءِ آن شجره خبيثہ پائي اهل مرور خون مي افشاند. مردمان ملامتش كردند و پيش فرمان روايش بردند. حاكم دروازه تهذيب بروئي آن سزا وار وعيد باز نموده ميعاد كنديدن آن

شجر شقاوت ثمر ازان نادان بي بصر گرفت، ليکن آن جوان مرد در ايفاءَ عهد گوهر تاخير در سلک بدسلوکي مي سفت. روز بروز بحليت گري مي پرداخت و دمبدم استدائي مهلت مي ساخت، متکفل امر حکومت فرمودش کہ اين قدر عذر روا مدار و چندين خارها در راه خود مکار که هر روز خاربن محکم تر گردد و کننده احقر.
سنڌي ترجمو
سنڌي ترجم

# ٻيو ٽيون

**چست ۽ چالاڪ ٿي محبوب جي ميلاپ لاءِ**

**آيت**

اوهان پنهنجي رب جي بخشش ڏانهن ڊوڙو ۽ تڪڙو قدم کڻو.

**(پ-4:س-آل عمران:ع-13)**

**حديث**

مصعب بن سعد پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي آهي ته فرمايو االعمش ته مان هن (حديث) کي نبي صلی اللہ علیہ وسلم کان

معلوم ڪيو. پاڻ فرمايائون ته آخرت جي عمل کان سواءِ
ٻي هر شيءِ ۾ آهستگي ۽ ڍرائي ڪرڻ بهتر
آهي. **(رواه ابو دائود)**

## مثنوي

هيءَ زندگي با گوهر چراغ آه
تنهن جي وٽ کي ترت روشن تون بڻاءِ
عذر ڪندي ويا وهامي ڪيئي ڏينهن
تان ته پوک جا گذري نه وڃنئي سي ڏينهن

## بيت

ڪرين هينئر ڪين هلڻ جي، ويٺو پڇين پر
اَڄ آديسي مر، صبح مرندو سڀڪو

## حڪايت

هڪڙ: شخص عام رستي تي ڪنڊن وارو وڻ پوکي
ڇڏيو. انهيءَ خبيث وڻ جي ڪري لنگهندڙ ماڻهن جا پير
زخمي ۽ رتو ڇاڻ ٿيڻ لڳا. انهيءَ ڪري ماڻهن سندس

ملامت ڪئي ۽ حاڪم وٽ فرياد پيش ڪيائون. حاڪم انهيءَ شخص کي سخت تنبيہ ڪري انهيءَ نادان بي ديد سان نپاڳي ڦل واري وڻ جي پٽڻ جو ڏينهن مقرر ڪيو. پر اهو جوان مرد انجام پاڙڻ جي بجاءِ حيلا ۽ بهانا ڪري وقت بوقت مهلت وٺندو رهيو. حڪومت جي مقرر ٿيل حاڪم چيس ته ايترا عذر ۽ بهانا نه ڪر ۽ پنهنجي راه ۾ ايترا ڪنڊا نه پوک، چاڪاڻ ته ڏينهون ڏينهن وڻ جي پاڙ مضبوط ۽ محڪم ٿيندي ويندي ۽ اُکيڙيندڙ لاغر ۽ ڪمزور ٿي ويندو.

وضاحت: اي طالب! بهانا ڇڏي خوديءَ جي پاڙ هڪدم پٽ.

فارسي متن

# درجہ چهارم

**<u>در مذمت انانيت</u>**

**<u>آيت</u>**

ان الله لا يحب كل مختا لا فخور.

**(پ-21 : س- لقمان : ع- 20)**

## <u>حديث</u>

جابر قال، اتيت النبي صلى الله عليه وسلم في دين على ابي فرققت الباب فقال من ذا، فقلت اَنا فقال اَنا اَنا كانہ كر ها. **(متفق عليہ)**

## <u>مثنوي</u>

چون خلقناكم شنيدي من تراب
خاكشو وز خاک بودن سرمتاب
هركجا دردي دوا آنجا رود
هركجا پست است آب آنجا رود

آب رحمت بايدت هين پست شو
وانگها خور خمر عشق و مست شو

**بيت**

پائڻ پچي چڎ، نه ته چاڻ وجهندءِ چار ۾
آءُ اسين جي چون، اوڎو تن نه اڎ
پاڻ تنهين سان گڎ، نينهن جنين جو نا ھ سان.

# حکايت

دل در باختہ بر در دولت سرائي دلربائي رسيد باشتياق تمام استيذان دعول طلبيد. محبوب طناز از درون آواز داد و اساس تفحص را طرح نهاد کہ گو بنده باب لاو اُبالي خطاب کيست. عاشق بپاسخ پرداختہ گفت کہ منم جوابش آمد کہ باوجود اين قدر خامي کہ در مشرب عشق شرک تمامي است دخول دارالبقاءَ مواصلت ممکن نيست و محفل اثبات شهود جز بنفي وجود مسکن نہ. سوختہ آتش حرمان سالي سر بباديہ رياضت بي پايان نهاده چون حباب در قلزم مهرو وفا کسب فنا مي آموخت. چون از انانيتش اثري نمانده مرکب توجہ بجانب منزل معشوق رانده شمع

استيذان بر در شبستانہ جانان افروخت، پرسيدندش کہ کيستي؟ از خود رفته بحکم بي ينطق عرص نمود که توئي، پس بسبب نفي دوي در بارگاه مواصلت معنوي بار يافت و آفتاب مقصود برکتف آرزويش بتافت. اللهم ارزقناه و ارصلنا الی مانتمناه.

سنڌي ترجمو

# درجو چوٿون

## <u>تون ترت تبريز جيان، پنهنجي هئڻ جي کل کليج</u>

**<u>آيت</u>**

تحقيق الله هر هڪ هٺيلي وڏائي ڪندڙ کي پسند نٿو ڪري.

**(پ-21 : س- لقمان : ع- 20)**

## <u>حديث</u>

جابر رضي الله تعاليٰ فرمايو ته مان نبي صلى الله عليه وسلم وٽ بابي جي قرض جي باري ۾ اچي دروازو کڙڪايو. پاڻ فرمايائون ته: ڪير آهي؟ عرض ڪيم ته: مان آهيان. پوءِ

پاڻ فرمايائون ته ”مان“ ”مان“ ڪهڙي نه بچڙي آهي. **(بخاري ۽ مسلم)**

## <u>مثنوي</u>

اصل مٽي، بڻئين مٽي مان، تنهن کان منهن نه موڙ
خاڪ ٿي ۽ خاڪ ٿيڻ کان سر نه سور
دوا اهڙي هنڌ ويندي جتي درد هوندو
پاڻي اهڙي هنڌ ايندو جتي جهُڪ هوندو
فيض جي گهرجي توکي ته هستي ڇڏ تون هيٺ ٿي
تهان پوءِ عشق جو شراب پيءُ ۽ مست ٿي

## <u>بيت</u>

پائڻ پيچي ڇڏ، نه ته ڇاڻ وجهندءِ ڇار ۾
آءُ اسين جي چون، اوڏو تن نه اڏ
پاڻ تنهين سان گڏ، نينهن جنين جو نا ه سان.

## <u>حڪايت</u>

هڪڙو دل ڪسيل درويش، دلبر جي دولت سراءِ جي دروازي تي وڃي پهتو. اندر اچڻ لاءِ وڏي اشتياق منجهان

آزيون ۽ نيازيون ڪيائين. ناز پرئي محبوب فرمايو ته لا اُبالي ۽ بي پروا ھ جي دروازي تي ڪھڙو شخص آواز ڏيئي رھيو آھي؟ عاشق وراڻي ۾ چيو ته: مان آھيان. ڪيس جواب مليو ته: ايڏي خامي، جا عشق جي مذھب ۾ وڏو شرڪ آھي، انھيءَ ھوندي دار البقا جي وصال ۾ داخل ٿيڻ ممڪن ئي نه آھي ۽ شھودي اثبات جي محفل ۾ وجود جي نفيءَ کان سواءِ جڳ ھ ئي ڪانھي. نا اميدي جي باه م سڙي ويل درويش انتھا درجي جي رياضت ۽ مشقت جي ميدان ۾ گھڙي پيو. محبت ۽ وفا جي سمنڊ ۾ ڦوٽي وانگر فنا جو ڪسب سکڻ لڳو. جڏھين خوديءَ جو ڪو اثر نه رھيو، تڏھين خيال جي سواري محبوب جي منزل ڏانھن ڊوڙائي آيو. ڪائونس پڇيائون ته: تون ڪير آھين؟ بي ينطق جي حڪم موجب پاڻ کان ويل عرض ڪيو ته: تون ئي آھين. سو دوئيءَ جي نفي ڪري حقيقي وصال حاصل ڪيائين ۽ منزل مقصود ماڻيائين.

اي الله! اھا نعمت اسان کي عطا ڪر ۽ جيڪا انھيءَ جي تمنا آھي، تنھن ڏانھن اسان کي به واصل ڪر.

فارسي متن

# درجہ پنجم

**<u>در اجر طالب صادق</u>**

**<u>آیت</u>**

قال الله تعالی جل جلالہ و عم نوالہ: من یخرج من بیتہ مهاجراً الی الله و رسولہ ثم یدر کہ الموت فقد اجره علي الله.

**(پ- 5: س- نساءَ: ع - 14)**

## <u>حدیث</u>

عن ابي مالک الا شعري رضي الله تعاليٰ قال، سمعت رسول الله صلی الله علیہ وسلم یقول: من فصل في سبیل الله فمات او قتل او وقصہ او نرسہ بعیره او لدغتہ هامة او ماعلی فراشہ باي حتف شاءَ الله فانہ شهید و ان لہ الجنة. **(رواه ابودائود)**

## <u>مثنوي</u>

توبہ کن مردان رو آور بره
که ومن يعمل بمثقال يره
اندرين ره مي تراش ومي فراش
تادم آخر رمي فارغ مباش
صد مراد است ايزمان بردار گام
عاشقان اي فتوى خل الكلام

## بيت

پنڌ ڪريندي پر ڌي، جي ٿي آءُ مران
ته آهي ڳل پريان، خون منهنجو سرتيون.

## حكايت

در حديث آمده است کہ شخصي از بني اسرائيل دامن حال خود بخونريزي نہ ونود بيگناه آلوده، و از راهبي سوال نموده کہ توبہ چون من مرتکب کبائر بدرجہ اجابت قرين گردد يانہ؟ راهب لب بپاسخ وي کشوده کلمات قنوط سمات رابيان فرموده، مرد مجرم بقتل آن مفتي سرعت بکار برد بعده استيفسار اجابت توبہ ميکرد۔ عاقبت الامر مردي

اورا تسلي داد کہ در فلان شهر صاحب فتوی است کہ اجابت توبہ ارباب کبائر حديثي دارد و آب بر روي کار معصيت ودرمي آرد. سائل متوجہ آن ديارشد۔ ناگاه در راه آثار ممات بر چهره حيات او پديد آمد۔ چون طاقت گام زدن نداشت رايت حبو در ميدان طلب افراشت۔ وقتي کہ عالم ناسوت را بدرود نمود ملائکہ رحمت و عذاب در خودها لجاجت افزدو. محبوب حقيقي بر صدق طلب آن هوادار مضطرب رحمت آورده بيد قدرت وطن مالوف اورا از مضجع وي بعيد نموده و قريہ مفتي را قريب منامش فرموده فرمان داد کہ مسافت طي شده و باقي مانده راهمديگر قياس نمودند چون زمين ما بقي از مقطوع بمساعت کمتر بود بر جدوجهد آن مهاجر حقيقي بخشود.

سنڌي ترجمو

# درجو پنجون

## <u>صدق و صفا سان جي هليا، سي چو نہ پرکي پهچندا آيت</u>

جو شخص پنهنجي گهر کان الله ۽ سندس رسول ڏانهن هجرت ڪندڙ ٿي نڪرندو، انهيءَ کان پوءِ ڪيس موت پهچندو تنهن جو اجر الله تي واقع ۽ ثابت آهي.

**(پ- 5: س- نساءَ: ع - 14)**

## حديث

مالڪ اشعري جي والد کان روايت آهي. چيائين ته: مان رسول الله ﷺ کان ٻڌو آهي، جو فرمايائون ٿي ته: جو شخص الله جي راه ۾ نڪري پيو ۽ انهيءَ کان پوءِ پاڻهي مري ويو يا قتل ڪيو ويو يا سندس گهوڙي ڪيرائي ماريو يا پنهنجي اٺ جو شڪار ٿيو يا بستري تي يا جهڙي طرح الله گهريو مري ويو، سو يقيناً شهيد آهي ۽ انهيءَ جي لاءِ ئي جنت آهي.

**(رواه ابو دائود)**

## مثنوي

مردن وانگر توبه ڪر، گهڙ راه ۾
چو ته ذري برابر به ڦل لهندين راه ۾
دم دم ڌمال دم جي رڙ ھ روحاني راه

آخر دم تائين نه ڇڏجانءِ هيءَ روحاني راه
ڪئين رڪاوٽون آهن، هن گهڙيءَ ڪڻ قدم
اي جوان! پيا قصا ڇڏ، عاشقن وانگر ڪڻ قدم

## بيت

پنڌ ڪريندي پر ڏي، جي ٿي آءُ مران
ته آهي ڳل پريان، خون منهنجو سرتيون.

## حڪايت

حديث ۾ آيو آهي ته بني اسرائيل مان هڪڙي شخص نوانوي (99) بي گناه خون ڪري، هڪڙي درويش وٽ پهچي ڪانئس سوال ڪيو ته مون جهڙي ڪبيرا گناه ڪندڙ جي توبہ قبول پوندي يا نه؟ درويش ناميدي جا ڪلما ٻڌائڻ لڳو (خبر ڏنس) ته خوني شخص، انهيءَ متقيءَ کي به مارڻ ۾ دير نه ڪئي، انهيءَ کان پوءِ به اهو گنهگار شخص توبہ جي قبول پوڻ جي تلاش ۾ رهيو. نيٺ هڪڙي مرد انهيءَ کي تسلي ڏني ته فلاڻي شهر ۾ هڪڙو مفتي آهي، جنهن وٽ ڪبيرن گناهن جي توبہ واري هڪ

حديث آهي ۽ سند آهي جو گناهن جي ڪارنامن ڪي ميٽي ۽ ڌوئي ٿو ڇڏي. سائل انهيءَ شهر ڏانهن روانو ٿي ويو. اوچتو مرڻ جا آثار رستي ۾ سندس چهري تي ظاهر ٿيڻ لڳا، ته جڏهين پنڌ ڪرڻ جي طاقت نه رهيس ته مونن پر رڙهڻ لڳو. تان جو هڪڙي وقت مري ويو. عذاب ۽ رحمت جا فرشتا پاڻ ۾ بحث مباحثو ڪرڻ لڳا ته اهو بندو ڪنهن جي حوالي ٿو ٿئي. حقيقي محبوب انهيءَ پريشان خواهشمند جي سچي طلب ڪري، رحمت فرمائي قدرتي هٿ سان سندس پياري وطن ڪي مرڻ واري هنڌ ڪان پري ڪري، مفتيءَ جي ڳوٺ ڪي سندس سمهڻ (مرڻ) واري هنڌ جي ويجهو ڪري، حڪم فرمايائون ته طئي ٿيل رستو ۽ باقي رهيل رستي جو اندازو لڳايو وڃي. جڏهين پنڌ ڪيل مسافت ڪان باقي رهيل زمين ٿوري رهي ته انهيءَ مهاجر جي سر ٿوڙ ڪوشش جي ڪري بخشي ڇڏيائينس.

فارسي متن

# درجہ ششم

## در تحريض تلقين گرفتن

**آيت**

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ: يا ايهاالذين آمنوا اتقوالله وابتغو اِليہ الوسيلة و جاهدو في سبيلہ لعلكم تفلحون.

**(پ-6:س-مائده: ع- 6)**

## حديث

قال النبي صلى الله عليه وسلم: من مات ولم يعرف امام زمانہ فقدمات ميتة الجاهلية.

## مثنوي

پير را بگزين كہ بي پير اين سفر
هست بس پر آفت و خوف و خطر
پس رهي را كہ نديدستي تو هيچ
هين مرو تنها ز رهبر سر م پيچ

مقبتس شو زود چون يا بي نجوم
گفت پيغمبر کہ اصحابي نجوم

## بيت

پينر هن پنپور ۾، دوزخ جو دونهون
سوارو سونهون، پڇي پرج سسئي.

## حکايت

در مثنوي معنوي مسطور است کہ حضرت رسالت پنا ه عليہ الصلواة والسلام شاه مردان شير يزدان ﷺ را وصيت فرمودند کہ اي هزبر پشہ کرامت بر متکائي علو مرتبہ امامت و شهامت خود معتمد مباش و از سايہ طلبي صحبت خاصان حق کہ حديقه کائنات راکہ شجرة طيبة ”اصلها ثابت“ و فرعها في السماءِ اند معترض مشو- مستلزم کہ تقرب ذاتيہ بدان سرمايہ نور صفاتہ جوشي و از گلبن وجود مسعود اين زمره محمود نکهت مقصود بمشام صدق ارادت و کمال عقيدت بوئي زيرا کہ صحبت اصحاب تعرف خار کثافت را گلشن ميکند و خذمت ارباب تصوف ديده بطانت را طت روشن مينمايد.

سنڌي ترجمو

# درجو ڇهون

## مرشد بنا راهه، ڪڏهين لهندين ڪينڪي

### آيت

اي ايمان وارئو! الله جو ڊپ رکو ۽ ڏانهنس وسيلو ڳوليو ۽ سندس راهه ۾ ڪوشش ڪريو ته جيئن افلاح يعني منزل مقصود کي پهچي وڃو.

**(پ-6:س-مائده: ع- 6)**

### حديث

نبي صلي الله عليه وسلم فرمايو ته: جيڪو شخص ائين ئي مري ويو ۽ پنهنجي وقت جو امام نه سڃاتائين سو جاهليت جي مرڻيءَ مري ويو.

### مثنوي

مرشد وٽ، بنا رهبر هي سفر
آهي پُر آفت ۽ خوف و خطر
جا راهه تو نه ڏٺي آهي ڪڏهين ۽ مور

تنهن ۾ اڪيلو نه وڃ ۽ رهبر کان سر نه سور
فيض وٽ جي لهين روشن ستارا
فرمايو پيغمبر منهنجا آهن اصحابي ستارا

## بيت

پينر هن پنپور ۾، دوزخ جو دونهون
سوارو سونهون، پڇي پرج سسئي.

## حڪايت

مثنوي معنوي ۾ لکيل آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم شاهه مردان شير يزدان حضرت علي ڪرم الله وجهه کي وصيت ڪئي ته اي ڪرامت جا ببر شينهن! پنهنجي امامت ۽ دٻدٻي جي اعلیٰ مرتبي تي ڀروسو ڪري نه ويهجانءِ ۽ الله وارن جي صحبت ۽ سنگت جي سايہ طلبي کان منهن نه موڙجانءِ، ڇاڪاڻ ته اهي شجرةٌ طيبہٌ اصلها ثابتٌ و فرعها في السماءِ (هي پاڪ وڻ وانگر آهن، جنهن جي پاڙ زمين ۾ مضبوط ۽ کتل آهي ۽ سندس شاخ آسمان ۾ آهي) جي حڪم موجب ڪائنات جا باغ ۽ بستان آهن، تنهنڪري سندس ذات جا قرب، انهيءَ صفاتي

نور جي سرمايه مان تلاش ڪندو رهجانءِ. هن سارا هيل جماعت جي سڳوري وجود جي گل مان، صدق ۽ ڪمال عقيدي سان مقصد جي خوشبوءِ سنگهندو رهجانءِ. چاڪاڻ ته معرفت وارن جي صحبت خار ڪثافت کي گلشن ٿي بڻائي ڇڏي ۽ تصوف وارن جي خدمت انڌيءَ اک کي روشن ٿي ڪري ڇڏي.

فارسي متن

# درجہ هفتم

## در محنت كشي

### آيت

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ: ام حسبتم ان تدخلو الجنة ولما ياتكم مثل اللذين خلوا من قبلكم مستهم الباساءُ و الضر آءُ.

**(پ-2:س-بقرة:ع-26)**

### حديث

عن جابر رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم: يودُ اهل عافية يوم القيامة حين يعطي اهل البلاءَ الثواب لو ان جلودهم كانت قرضت في الدنيا بالمقاريض.

**(رواه الترمذي، و قال هذا حديث غريب)**

### مثنوي

رّان بلاها كانبيا برداشتند
سر بچرخ هفتمين افرا شتند
هر كہ در راه محبت پيشتر
بر دل او بار محنت بيشتر

نزد عاشق درد غم حلوا بود
ليک حلوا برخسان بلوا بود

## بيت

ڏاڍا هڏ نه ڏوءِ، دل ڏوتائين دک سين
لاهوتي لطيف چئي، روح اندر روءِ
ڪونه ڏٺوسي ڪوءِ، سنياسي سور ري.

## حکايت

در روضة الشهداءِ مذکور است کہ وقتي عندليب نوبهار معراج شيخ منصور حلاج قدس سره نغمه سرائي مناجات وجدان سمات کرديده ميگفت: اي بهار پيرائي باغستان قلوب عاشقان واي نزهت بخشائي بهارستان صدور صادقان! هر خار جفائي کہ خواهي بر گلبرگ وجود بلا آمود و جان غم اقتران من بزن و نظري بکن کہ اگر غنچہ وار از اين دلفگار آثار تنگدلي و انکسار باظهار رسد، هر آئينہ مشام روح وحدت فتوح را از شم گلهائي وصال لا يزال مايوس نما و بلبل خاطر احديت ماثر را در قفس محن هجران بي پايان محبوس فرما.

# درجو ستون

**جفا وارن جس، جفا ريءَ نه ٿئي**

**آيت**

اي شائقو: اوهان جنت ۾ ائين ئي داخل ٿيڻ سمجهيو آهي ڇا؟ حالانڪ اڃا اوهان کي انهن جهڙا (امتحان) نه آيا آهن، جيڪي اوهان کان اڳي ٿي گذريا، جن کي سختيون ۽ سور پهتا. **(پ-2:س-بقرة:ع-26)**

**حديث**

جابر رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلی الله عليه وسلم: عافيت ۽ سلامتي ۾ گذارڻ وارو قيامت جي ڏينهن اُمنگ ڪندو جنهن وقت مصيبت وارن کي عيوض عطا ڪيو ويندو، ته جيڪر هي به پنهنجون کلون دنيا ۾ قينچين سان ڪتري ڇڏين ها. **(رواه ترمذي ۾ فرمايل آهي ته هي حديث عجيب و غريب آهي.)**

**مثنوي**

جن سڻو ڏک ڏيل ۾ مثال انبيا

سي سٽن آسمانن ۾ سرفراز ٿيا

جو عشق جي راھ ۾ چست ۽ چالاڪ آ
تنھن جي دل تي دک درد جو انبار آ
عاشق لاءِ دک درد سڀ حلوو اٿئي
مڪار لاءِ دک درد سو بلوو اٿئي

**بيت**

ڏاڍا هڏ نه ڏوءِ، دل ڏوتائين دک سين
لاهوتي لطيف چئي، روح اندر روءِ
ڪونه ڏٺوسي ڪوءِ، سنياسي سور ري.

## حڪايت

روضة الشهداءِ ۾ ذڪر ٿيل آهي ته هڪڙي وقت منصور حلاج وجد پريا گيت پي آلاپيا ته: اي عاشقن جي دلين جي باغ کي سينگاريندڙ بهار، ۽ سچن جي سينن جي بهارستان کي سبزي بخشيندڙ! هر قسم جي جفا ۽ سختيءَ جو ڪندو، جيڪو وٽئي سو دکايل وجود پن تي هڻ ۽ منهنجي غمگين جان تي هٽي نظر ڪر ته جيڪڏهين هن فقير مان غنچي ۽ مکڙيءَ وانگر تنگدلي ۽ انڪساري جا آثار

ظاهر ٿين ته هن ڪليل وحدتي خيال کي، دائمي وصال واري گل جي خوشبوءِ کان مايوس ۽ نااميد رکجانءِ ۽ احديت واري بلبل دل کي وڏي وڇوڙي جي ڏکن واري پڃري ۾ ڪٽي بند ڪجانءِ.

فارسي متن

# درجہ هشتم

## <u>در تاكيد ذكر اللهؕ</u>

### <u>آيت</u>

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ: يا ايهاالذين آمنو اذكرو الله ذكراً كثيراً.**(پ-22:س-احزاب: ع-6)**

### <u>حديث</u>

عن عبدالله بن بسر رضي الله تعاليٰ: قال جاءَ اعرابي الى رسول الله صلى الله عليه وسلم: فقال اي الناس خير قال طوبى لمن طال عمره و حسن عملہ قال يا رسول الله صلى الله عليه وسلم اي الاعمال افضل قال ان تفارق الدنيا و لسانک وطبٌ من ذكر الله.

**(رواه احمد و الترمذي)**

### <u>مثنوي</u>

تا نخواني لا و الا الله را
در نيابي منهج اين راه را
تيغ لا در قتل غير حق براند
در ننگر زان پس كه بعد لاچہ ماند
ماند الا الله باقي جملہ رفت
شادباش اي عشق شركت سوز رفت

## بيت

ڪيڏي تلوار 'لا' جي، ڪٽي کچر کي هڻ
سنڌن جون سيد چوي، وٿون سپ وڪڻ
تهان پوءِ ڪڻ، قدم ڪوهيارل ڏي.

## حڪايت

ذاکري شبانگاه بذکر محبوب حقيقي وطب السان بود توتر و توالي در تذکره اسم متعالي مقدر ايام وليالي مي نمود، ديو مرجوم ڪہ کنايہ از خطره هستي موهوم است در خاطر خطيرش وهم انداز شد، اين همہ الله الله را لبيک کجا و اين همگي دعوت را اجابت کو. بيچاره ازين وهمايت حرمان سمات عروهٌ وثقي اميد را از دست داد و بدين اختلال متحير مانده سر ببالين غفلت نهاد چون از عالم اجسام بمثال برد در عالم رويا خضر عليہ السلام را معائنہ کرد، گفتش که باعث را ماندن تو از ذکر الاهي چيست و موجب امتناع تو از ذوق متناهي کيست؟ درويش عذر عدم تلبيسہ آشکار نمود. خضرش فرمود کہ محبوب مطلق ميفرمايد کہ اشتغال محبان بتذکره من منشي از جذب جلال ما است و ياد دهانيدن نام خود آنهارا مبني از عطوفت کمال ما.

سنڌي ترجمو

# درجو اٺون

## ذڪر بنا جا گذري، سا سپ عمر اجائي

**آيت**

اي ايمان وارئو! الله جو گهڻي کان گهڻو ذڪر ڪريو.

**(پ-22:س- احزاب: ع-6)**

**حديث**

عبدالله بن بسر کان روايت آهي، چيائين ته: رسول الله ﷺ ڏانهن هڪڙو دهقاني آيو، تنهن پڇيو ته ماڻهن مان بهتر ماڻهو ڪهڙو آهي؟ پاڻ ڪريمن فرمايو ته واه واه انهي شخص واسطي آهي، جنهن پنهنجي عمر ڊگهي ڪئي ۽ پنهنجا عمل سهڻا ڪيا. سائل عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ عملن ۾ افضل عمل ڪهڙو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته دنيا کي ڇڏڻ ۽ پنهنجي زبان کي الله جي ذڪر سان تر ۽ تازو ڪرڻ.

**(احمد ۽ ترمذي)**

**مثنوي**

جيسين لا اله الا الله نه چوندين

تيسين هن راه کي ڪڏهين نه لهندين

لا جي تلوار غير حق ۾ تون هلاءِ پيو
تنهن ڪان پوءِ ڏس لا بعد ڇا رهيو
الا الله ڪان سواءِ پيو سڀ ويو
اي عشق شاد هج سڀ سڙي جي ويو

## بيت

ڪڍي تلوار ’لا‘ جي، ڪٽي خچر ڪي هڻ
سنڌن جون سيد چوي، وڃون سڀ وڪڻ
تهان پوءِ ڪڻ، قدم ڪوهيارل ڏي.

## حڪايت

هڪڙي ذاڪر شخص، حقيقي محبوب جي ذڪر ۾ لڳاتار رات ڏينهن الله جي اسم سان زبان کي تر ۽ تازو رکيو هو. مردود ديو (شيطان) جنهن کي وهمي هستيءَ جو خطرو ۽ وسوسو به چوندا آهن. تنهن سندس دل ۾ خطرو وڌو ته هر وقت الله الله ڪرڻ جو جواب ۽ وراڻي ڪٿي آهي ۽ هر وقت سڏڻ جي قبوليت جو آواز ڪٿي آهي؟ ويچارو ذاڪر شخص انهي وهم ۽ وسوسي ڪري، اميدن جي مضبوط رسي ڇڏي نااميد ٿي ۽ مونجهاري ۾ پئي غافل ٿي سمهي

پيو. جڏهين ننڊ اچي ويس ته خواب ۾ خضر عليه السلام کي ڏٺائين، جنهن کيس فرمايو: الاهي ذڪر کان غافل ٿيڻ جو ڪهڙو سبب آهي ۽ انتها درجي جي ذوق کان ڪير رڪاوٽ جو ڪارڻ بڻيو؟ درويش جواب نه ملڻ جو عذر پيش ڪيو. خضر عليه السلام فرمايو ته: الله تعالى فرمائي ٿو ته طالب جو ذڪر ڪرڻ ۾ مشغول رهڻ محض اسان جي جنبش ۽ گهر آهي ۽ انهيءَ کي نالو ياد ڏيارڻ، اسان جي ڪمال مهربانيءَ مان آهي.

فارسي متن

## درجہ نهم

**<u>در بيان فکر</u>**

**<u>آيت</u>**

يا ايهاالذين آمنوا اصبروا و صابرو و رابطوا و اتقوا لله لعلكم تفلحون.. **(پ-4:س-آل عمران:ع-20)**

**<u>حديث</u>**

عمران بن حصين رضي الله تعاليٰ ان رسول الله صلى الله عليه وسلم قال: مقام الرجل بالصمت افضل من عبادة ستين سنة.

**(رواه البهيقي في شعب الايمان)**

## مثنوي

چون در معني زني بازت كنند
پر فكرت زن كہ شهبازت كنند
اي بردار تون همين انديشہء
ما بقي تو استخوان و ريشہء
گر گل است انديشہء تو گلشني
و ربود خاري تو هيمہ گلخني

## بيت

هل هنئين سين هوت ڏي، پيرين پنڌ وسار
قاصداڻي ڪار، ڪين رساڻي ڪيچ کي.

## حكايت

شخصي نحوي بر كشتي ركوب نموده از كشتيان پرسيد كه از علم نحو بهره داري يا نه؟ ملاح عرضداشت كہ چيزي نه خوانده ام. گفت كہ نيم عمر تو ضايع گرديد- كشتيبان دل شكستہ تاب جواب نياورده خاموشي ورزيد. اتفاقاً بادمخالف سفينہ را بگرداب انداخت و از سُكان كشتي هريک باضطراب پرداخت، ملاح ازان حافظ

مباحث کلمہ و کلام استفسار شنائي نمود نحوي عدم سياحي خود اظهار فرمود. کشتيبان معروضداشت کہ اين زمان بنائي عمر تمام حضور ديانت دستور قريب اهندام است و کشتي دانشمندي و نکتہ داني آن منبع آمال و آماني غريق لجہء استعجام. کہ اينجا محو ماندن مطلوب است نه نحو خواندن.

سنڌي ترجمو

# درجو نائون

## فڪر فنا دا ڪماوڻان هے

### آيت

اي ايمان وارئو! صبر ڪريو ۽ (فڪر ۾) ڄميا ۽ ٿيڪ رهو ۽ ناتو جوڙي ڇڏيو ۽ الله جو ڌيان ڌريو تان ته اوهان منزل مقصود کي پهچي وڃو.

**(پ-4:س-آل عمران: ع-20)**

### حديث

عمران بن سعصين کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: خاموشيءَ واري ماڻهوءَ جو مقام ۽ مرتبو سٺ سال جي عبادت کان افضل آهي.

**(رواه البهيقي في شعب الايمان)**

## مثنوي

جي معنى جو دروازو کڙڪائيندين ته کولي ڏيندا توکي
پر جي فڪر جا پر هٽندين شهباز بڻائيندا توکي
اي ادا تون ساڳيو سو فڪر آهين
تو سواءِ جيڪي آ ھ سو هڏا ۽ ريشو آهين
جي فڪر تنهنجو گل آهي ته گل دستو آهين
جي فڪر تنهنجو ڪنڊا ڪڙڇ آهي ته تنور آهين

## بيت

هل هيئين سين هوت ڏي پيرين پنڌ وسار
قاصدائي ڪار، ڪين رسائي ڪيچ کي.

## حڪايت

هڪڙو نحوي علم وارو شخص ڪنهن ٻيڙيءَ تي سوار ٿي ٻيڙيءَ واري کان پڇڻ لڳو ته: نحوي علم مان ڪج ھ حاصل ڪيو اٿئي يا نه؟ ملاح عرض ڪيو: ڪج ھ نه پڙهيو آهيان. نحوي عالم چيو ته: پنهنجي اڌ عمر ته ائين ئي برباد ڪري ڇڏيئي. ملاح دل شڪستو ٿي ويو، ڪج ھ جواب نه ڏئي سگهيو ۽ چپ ڪري ويهي رهيو. اتفاق

سان طوفان ٻيڙيءَ کي ڪُنّ ۾ ڪٽي هنيو. ٻيڙيءَ وارن مان هر هڪ پريشان ٿيڻ لڳو. ملاح انهيءَ پڙهيل شخص کان ٻيڙيءَ جي سلامتي جي باري ۾ پڇا ڳاڇا ڪرڻ لڳو. نحوي ملا ٻيڙيءَ کي سلامتي سان ڪناري تي پهچائڻ واري علم کان اڻ واقفيت جو اظهار ڪيو. ملاح چيو ته هاڻي ته سائين جن جي سڄي عمر ختم ٿيڻ جي قريب آهي ۽ سائين جن جي قابليت ۽ هر قسم جي نڪته دانيءَ جا اسباب درياه ۾ ٻڏڻ وارا آهن. تنهنڪري هتي محويت ۽ فڪر ۾ رهڻ مقصود آهي ۽ نه نحو پڙهڻ.

## وضاحت

دنيا درياهُ آهي ۽ هر قسم جي آفتن ۽ مصيبتن جو انديشو آهي، وجودي ٻيڙيءَ کي منزل مقصود تائين پهچائڻ لاءِ دريائي سفر ۾ فڪر ۽ محويت جي ضرورت آهي.

فارسي متن

**درجہ دهم**

**در بيان فنا و بقا**

**آيت**

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ:

ما رميت اذا رميت ولكن الله رمى.

**(پ-9:سورة-انفال:ركوع-2، آية 17) ،8.17)**

**حديث**

عن ابي هريرة قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم: ان الله تعالى قال من عاد لي ولياً فقد اذنتہ بالحرب، وما تقرب الي عبدي بشيءٍ احب الي ما افرضت عليہ و ما يزال عبدي لتقرب الي بالنوافل حتى احببتہ فكنت سمعہ الذي يسمع بہ و بصره الذي يبصربہ ويره الذي يبطش بها و رجلہ التي يمشي بها و ان سالني لأعطيہ، ولئن استعاذني لَأعيذنہ و ما ترددت عن شيءٍ انا فاعلہ ترددي عن نفس المؤمن يكرءَه الموت و انا اكره مساءَة ولا بُد لہ. **(رواه البخاري)**

## مثنوي

چون پري غالب شود بر آدمي
گم شود از مرد وصف مردمي
اويء او رفتہ پري خود او شده
ترک بي الهام تازي گو شده
چون پري را اين دم و قانون بود
كرد گار آن پري را چون بود

## بيت

ويٺا ئي وهسن، منهن پايو مونن ۾
جوڳي جاٺون ڪن، جو آيا الوهيت ۾.

## حكايت

سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره بعزم زيارت بيت الله مرحلہ پيمائي ميگرديد. چون سجيہء رضيہء او درويش طلبي بود بمقتضائي ''المرءُ مع من احب''، وقتي بخدمت قطب عالمي همتي مقارنت فرمود كہ ديده نابين و دل خورشيد آئين داشت، پرسيدش كہ اي بايزيد كجا ميروي؟ گفت بمكہ معظمہ ميروم- فرمود كہ

زاد راه چہ داري؟ گفت کہ دو صد درم نقره دارم. فرمان داد آن درم ها را پيش من بنہ و پيرامن من هفت کره طواف بکن و طواف بيت الرب نيکوتر انگار، بلکہ زيارت مارا عين رب البيت شمار.
سنڌي ترجمو

# درجو ڏهون

**ٿي فنا تان باقي ٿيوين، ٻيا ڪوئی هنر نہ هلدا**

**آيت**

(اي پيغمبر) اوهان جڏهين (ڌوڙ جي مٺ) اڇلي ته (اها) اوهان نه اڇلي پر الله اڇلائي. **(پ-9:سورة-انفال: ع-2) 8.17**

**حديث**

ابي هريره کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلی الله عليه وسلم ته: الله تعالی فرمايو آهي ته جنهن شخص منهنجي ولي سان عداوت ۽ دشمني رکي، تنهن سان مان جنگ جو اعلان ڪريان ٿو. منهنجو ٻانهو ٻيءَ ڪنهن به شيءِ سان مون ڏانهن قرب نه حاصل ڪندو آهي، پر مان مٿس جيڪي شيون فرض ڪيون آهن، تن جي ادا ڪرڻ

ڪري مون ڏانهن محبت وڌائيندو آهي ۽ خاص ڪري منهنجو ٻانهو مون ڏانهن نفلي عبادت سان عجيب قرب حاصل ڪندو آهي، تان جو مان انهي سان محبت ڪندو آهيان، تنهنڪري مان ان جو ڪن ٿي پوندو آهيان، جنهن سان هو ٻڌندو آهي ۽ ان جي اک ٿي پوندو آهيان، جنهن سان هو ڏسندو آهي، ان جو هٿ ٿي پوندو آهيان، جنهن سان هو وٺندو آهي ۽ ان جو پير ٿي پوندو آهيان، جنهن سان هو گهمندو آهي، ۽ جيڪڏهن هو مون کان ڪو سوال ڪندو آهي ته ان کي عطا ڪندو آهيان ۽ جيڪڏهن مون کان پناه گهرندو آهي ته ان کي ضرور پناه ڏيندو آهيان. ۽ مون کي ڪنهن به شيءِ ۾ ڪٿڪو نه ٿيندو آهي، چاڪاڻ ته مان فاعل ۽ خودمختار آهيان پر مؤمن جي نفس ۽ جان جي باري ۾ ڪٿڪو ٿي پوندو آهي ته متان هو موت کي نا پسند ڪندو هجي. مان به ان جي ناپسنديدگيءَ کي ضرور ناپسند سمجهندو آهيان.

**مثنوي**

جڏهين پري يا جن وٺي ٿو ڪنهن آدمي کي
گم ڪري ٿو مرد مان ماڻهپي جي وصف
هو ويو هليو، اُن جي جاءِ تي پريءَ جو ضابطو آ

ترڪي انسان بغير الهام جي فارسي گو آ
جڏهين پري کي ايتري قوت ۽ قانون آ
ته اُن پريءَ جي پروردگار کي ڇا ٿو سمجهين ڇا آ

**بيت**

ويٺا ئي وهسن، منهن پايو مونن ۾
جوڳي جاٽائون ڪن، جو آيا الوهيت ۾.

**حڪايت**

سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره بيت الله جي زيارت جي ارادي سان سفر ۾ نڪري پيو. ”المرءُ مع من احب“ (جنهن شخص جي جنهن سان محبت هوندي آهي اُهو انهيءَ سان هوندو آهي) جي حڪم موجب سندن سهڻي عادت درويش طلبيءَ جي هوندي هئي. هڪڙي وقت اعلىٰ همت واري قطب وٽ وڃي حاضر ٿيو، جنهن جي دل ته سج وانگر روشن ۽ منور هئي پر اکين کان سو نابين هو، تنهن ڪائونس پڇيو ته: اي با يزيد ڪاڏي ٿو وڃين؟ جواب ڏنائين ته: مڪه معظم ٿو وڃان. درويش فرمايو ته: سفر جو خرچ ڪيترو ڪنيو اٿئي؟ جواب ڏنائين ته چانديءَ جا به سئو روپيا اٿم. درويش فرمايو ته: اهي

رپيا مون وٺ رک ۽ منهنجي چوڌاري ست دفعا طواف ڪر ۽ منهنجي وجود جي طواف کي بيت الربّ جي طواف کان افضل سمجھ، بلڪ اسان جي زيارت کي نسورو رب البيت جو ديدار ڪري سمجھ.

فارسي متن

## درجہ یازدھم

## در تحريض حضور باطنی

**آيت**

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ:فويل المصلين الذين هم عن صلواتهم ساهون. **(پ-3: سورة- الماعون:ع-32)**

## حديث

عن ابي ذر رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم: لا يزال الله عز و جل مقبلا علي العبد و هو في الصلواة مالم يلتفت فاذا اَلتفَتٌ..

**(رواه احمد و ابو دائود والنسائي والدارمي)**

## مثنوي

زانکه ترکِ تن بود اصل نماز
ترک خویش و ترک فرزندان و آز
گر بمهرِ غیر دل دارد گرو
آن نمازِ او نیر زد نیم جو

## بيت

جان جان پسين پاڻ کي، تان تان ناھ سجود
وڃائي وجود، تھان پوءِ تڪبير چوُ.

## حکايت

سائلي از مفتي پرسيد کہ بُکاء در نماز ناقص است يا نہ؟ فرمود کہ اگر از خوف يا محبت حق سبحانہ و تعالی باشد نماز را نقصاني نيست و اگر از غم ما سويٰ الله است نماز تباه خواهد شد، زيرا کہ مقصد اتم و مطلب اهم از نماز حضور دل است نه قيام آب و گل، چرا کہ ”لا صلواة الا بحضور القلب“ واقع است ”ولاکن ينظر الی قلوبکم و نياتکم“ وارد.
سنڌي ترجمو

# درجو يارهون

## حضور دل يا مشاهدي حاصل ڪرڻ جي همٿائڻ ۾

**آيت**

انهن نمازين لاءِ ويل آهي، جيڪي پنهنجين نمازن (جي حقيقت ۽ مشاهدي) کان غافل ۽ بيخبر آهن.

**(پ-30:س-ماعون: ع-32)**

**حديث**

ابي ذر رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلى الله عليه وسلم ته: الله تعالى هميشہ ٻانهي کي نماز جي حالت ۾ تيستائين مقبول رکندو آهي، جيستائين (دل جو) رخ نه هٽايو اٿس، پوءِ جڏهين هٽائي ويندو آهي ته مان به کانئس رخ هٽائي ويندو آهيان

**(رواه احمد- ابو دائود- نسائي- دارمي)**

**مثنوي**

چاڪاڻ ته اصل نماز آهه پاڻ وسارڻ
يعني پاڻ، فرزند ۽ خواهش وسارڻ
جيڪڏهن دل غير جي محبت ۾ گروي آ
انهيءَ نماز جي قيمت اڌ جؤ به نه آ

## بيت

جان جان پسين پاڻ کي، تان تان ناهہ سجود
وڃائي وجود، تهان پوءِ تڪبير چؤ.

## حڪايت

هڪڙي سائل، مفتي کان پڇيو ته: نماز جي حالت ۾ روئڻ جي ڪري نماز پڄي پوندي آهي يا نه؟ مفتي فرمايو ته: جيڪڏهن الله جي خوف يا محبت کان رنو آهي ته نماز ۾ ڪو به نقص نه آيو، ۽ جيڪڏهن الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن غم جي ڪري رنو ته نماز تباهه ٿي ويندي، ڇاڪاڻ ته نماز جو اصل مطلب ۽ مقصد آهي دل جو حضور، نه مٿي ۽ پاٽيءَ جي بوتي کي ڪڙو ڪرڻ، ڇاڪاڻ ته حضور قلب کان سواءِ نماز ئي نه آهي، جو فرمان آهي ته: ۽ اسان توهان جي دلين ۽ نيتن کي ڏسون ٿا.(لن ينال الله لُحُومها و لا دمائوها و لٰكن يناله التقويٰ منكم (الحج، 22.آية 37) 22.37

## درجہ دوازدهم

**در صبر بر مصائب**

**آیت**

قال الله تعالی جل جلالہ و عم نوالہ: و بشر الصابرين الذين اذا اَصابتهم مصيبةٌ قالوا انا لله و انا اليہ راجعون.

**(پ-2: سورة- البقرة :ركوع-19، آية 153) 2.153**

**حديث**

عن محمد بن خالد السلمي عن ابيہ عن جده قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم ان العبد اذا سبقت لہ من الله منزلةٌ لم يبلغ بعلمہِ ابتلاه الله في جسده او في مالہ ثُم صبره حتی يُبَلِّغُہُ المنزلةُ سبقت لہ من الله.

**(رواه احمد و ابو داؤد)**

**مثنوي**

هر زمان گوید بکوشم عشق نو
گر ترا غمگین کنم غمگین مشو
زان حدیثِ تلخ میگویم ترا

تاز تلخيها فرو شويم ترا
تلخ گردانم ز غمها خوءِ تو
تا بگردد چشم بد از روءِ تو

**بيت**

هاريا! هندوءَ زال كؤن، هيان هيث نه ٿيءُ
پرت پيالو پيءُ، ماٺ ڪري پؤ مچ ۾.
(عرفيا (يا خسروا؟) در عشقبازي كم ز هندو زن مباش
كه او برائي مرد ديگر سوخت جان خويش را

خسروا در *عشقبازی کم ز هندو زن مباش*.

کز برای مرده سوزد زنده جان خویش را.

جان فدای دوست کن کم ز *هندو زن* نه ای.

کز وفای شوی در آتش بسوزد خویش را. امیر خسرو دهلوی.

**حكايت**

درويشي را زخم پلنگ رسيده مرتد مديد مشقت مزيد كشيده ليكن از آنجا كہ برجاده محبت رسوخ قدم و ثبوت دم داشت لِوائ شكوه بلايء در ميدان وفائ نمي افراشت، بلک پيشكش سپاس و هدايا حمد بيقياس بہ بار گاه محبوب لا ابالي لباس بعدد انفاس مي گماشت، پر سيدندش كہ

موجب شکرانہ متوافره و باعث تفرج متکاثره چيست؟ گفت آنکہ بمصيبتي مبتلا شده ام نه بمعصيتي. يعني اصابتہ مصائب و اضافہ نوائب بسبب امتحان صدق محبت هوادار است و محک وفائ موّدت اين جان نثار نه ناشي از ممر انحراف حق و ايثار باطل مطلق.

سنڌي ترجمو

# درجو ٻارهون

## ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ري

**آيت**

انهن صابر شخصن کي خوشخبري ڏي جن کي جڏهن ڪا مصيبت يا ڪو ڏک پهچي ٿو، تڏهن چوندا آهن ته: اسان ته الله جا ئي آهيون ۽ اسان هن ڏانهن ئي ورڻ وارا آهيون. **(پ-2:س-بقرة: ع-19)**

**حديث**

محمد بن خالد السلمي پنهنجي پيءُ کان ۽ سندس پيءُ سندس ڏاڏي کان روايت ڪئي آهي ته فرمايو رسول الله ﷺ ته ٻانهي کي الله جي طرفان جڏهن ڪا منزل يا ڪو مرتبو

اڳيان اڃڻ وارو هوندو اهي، (پر) کيس (اُها منزل) سندس علم جي ڪري نٿي پهچي سگهي ته الله سندس جسم ۽ سندس مال کي امتحان ۽ آزمائش ۾ وجهندو آهي، انهيءَ کان پوءِ جي انهي شخص تيستائين صبر ڪيو، جيستائين الله جي طرفان آيل منزل پهچي وڃيس.

**(رواه احمدۓ ابو دائود)**

## مثنوي

هر وقت ڪوشش اٿم، تو سان نئين عشق جي
جي غمگين ڪريان توکي، ته غمگين نه ٿي
ڪڙي ۽ ڪؤڙي ڳالھ تو سان هن ڪري ڪريان
ته باقي ڪڙايون توتان ڏوئي ڇڏيان
غمن کان تنهنجي خوءِ ۽ زندگي ڪؤڙي ڪريان
ته توتان نظر بد کي هٽائي ڇڏيان

## بيت

هاريا! هندوءَ زاال کئون، هيان هيٺ نه ٿيءُ
پرت پيالو پيءُ، ماٺ ڪري پؤ مچ ۾.

## حڪايت

هڪڙي درويش کي چيتي شينهن زخمي ڪري وڌو، انهيءَ ڪري گهڻو وقت مشقت ۾ اهنج سهندو رهيو. چو ته محبت جي رستي ۾ راسخ القدم هو ۽ دم جي ڌمال ۾ ثابت الخيال هو. انهيءَ ڪري وفا جي ميدان ۾ مصيبت جي شڪايت جو علم کڙو نٿي ڪيائين، بلڪ بيپرواه محبوب جي درگاه ۾ بيحد حمد ۽ ثنا جي سوغات دم بدم پيش ڪندو رهيو. ڪن شخصن کائنس پڇيو ته: ايتري شڪراني ڪرڻ جو ڪهڙو سبب آهي ۽ ايڏي ساري خوشي ڪرڻ جو ڪارڻ ڇا آهي؟ جواب ۾ فرمايائين ته: هن ڪري جو مان مصيبت ۾ مبتلا آهيان، نه معصيت ۽ نافرمانيءَ ۾، يعني ڏک ۽ ڏوجهرا عاشق کي سچي محبت جي امتحان ڪري پهتا آهن ۽ هن جان نثار جي عشق جي وفائي ڪري اهنج رسيا آهن، نه حق جي نافرماني ڪرڻ ڪري ۽ نه محض باطل شيءِ جي قربانيءَ جي ڪري.

فارسي متن

# درجہ سیز دہم

## در تعلیم عروج و تحصیل خروج

**آیت**

یا اَیّتُہا النفس المطمئنة ارجعي الی ربّک راضیةً مرضیةً فاادخلي في عبادي و دخلي جنّتي.

**(پ-30: س- فجر :ع-14)**

**حدیث**

عن ابي ہریرہ رضي اللہ تعالیٰ قال، قال رسول اللہ صلی اللہ علیہ وسلم ینزل ربنا تبارک و تعالی کل لیلة الي السماءِ الدنّیا حین یبقی ثلث اللیل الاخر و یقول من یدعوني فاستجیب لہ من یسالني فاعطیہ، ومن یستغفر فاغفر لہ.

**(متفق علیہ)**

**مثنوي**

پنبہء وسواس بیرون کن ز گوش
تابگوشت آید از گردون خروش

از عقول و از نفوسِ با صفا
نامہ مي آيد بجان کہ اي بي وفا
بار را کہ آن پنج روزه يافتي
روز يارانِ کهن بر تافتي

**بيت**

سرتين سخت سنيهڙا، مڪا ڏانهن ملير
چانور ڪاڏءِ چور مان، هِري ساڻ حمير
ڪنڌا ڪرڙ ڪرير، ويئي وطن جا وسري (شاهہ)

**حکايت**

تاجري را طوطي گويائي در قفس بود کہ هر نفس بکلمات دلاً ويز و سخنان عذوبت آميز در دلکشائ و روح افازئ وي کوشش مينمود وقتي- بازر گان را اتفاق سفر هند افتاد طوطي پيامش داد کہ چون بہ مرغزار هند بجنس اين خاطر نزند ملاقي بشوي بحضرت آن طائفہ سبز پوش بپائ ارادت روي، و بعد از ادائ لوازم اخلاص و محبت ازين محبوس قفس محنت عرضداري کہ مخلص صميم و محب قديم را از صحبت سراپا موهبت محروم داشتن از

رابطه مروت بغايت بعيد است و از آئين خُلّت نهايت دور. تاجر را چون ملاقات طوطيان مرغزار هند دست داد پيشكش آن مشتاق پيش نهاد، طوطي از آنها بعين اصفايُ پيام حسرت فرجام بيفتاده بي حس و حركت ماند بازرگاني باز چون بارگي توجہ بجانب وطن مالوف خود داند، طوطي محبوس ماجرا از وي پرسيد. رمز ’مُوتوا قبل ان تموتوا‘ شنيد، پس بار شاد مربي چون خود را از حس و حركت باز داشت، زود تر علم مناص بعرصہ اطلاق افراشت.

سنڌي ترجمو

## درجو تيرهون

**<u>اُڏر پکيئڙا ور واهيري، نڪر منجهان ناسوت آيت</u>**

اي اطمينان وارا وارا جيءَ! پنهنجي رب ڏانهن رجوع ٿيءُ. تون اُن کان راضي آهين، هو تو کان راضي آهي، تنهنڪري منهنجن (خاص) ٻانهن ۾ داخل ٿي وڃ ۽ منهنجي جنت ۾ داخل ٿي وڃ.

**(پ-3:س-فجر: ع-14)**

## حديث

ابي هريره رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله ﷺ ته: الله تعالى هر هڪ رات دنيا جي آسمان ڏانهن ان وقت نزول ڪري ٿو، جنهن وقت آخري رات جو ٽيون حصو باقي رهندو آهي، ۽ (ان وقت) فرمائيندو آهي ته آهي ڪو جو مون کي سڏي ته مان سندس سڏ کي قبول ڪري وٺان؟ آهي ڪو جو مون کان سوال ڪري ته مان کيس عطا ڪريان؟ ۽ آهي ڪو جو مون کان بخشش گهري ته مان کيس بخشي ڇڏيان؟

**(متفق عليه)**

## مثنوي

ڪن مان وسوسن جي ڪپه ڪڍي ڇڏ
تان ٻڌين آواز آسمان مان، سڻي ڇڏ
پاڪ هستين، صاف عقل وارن کان ٿو اچي
جان ۾، اي بي وفا پيغام ٿو اچي
ته ان پنجن ڏينهن جي يار کي هٿ ڪيو اٿئي
قديمي يار کان سو منهن موڙيو اٿيئي.

## بيت

سرتين سخت سنيهڙا، مڪا ڏانهن ملير
چانور ڪاڏءِ چور مان، هِري ساڻ حمير
ڪنڌا ڪرڙ ڪرير، ويئي وطن جا وسري

(جيڪڏهن ”هِري“ پڙهجي ته معنيٰ ٿيندي عادت ٿاهي اٿئي، هري پئي آهين يا هرکي پئي آهين، پر صحيح لفظ ”هاري!“ آهي جنهن جي معنيٰ آهي ”مار پوئي، اي ڪني ڪوجهي، اي هارايل، جيئن چون مُئي، مُٺي!)

## حڪايت

هڪڙي واپاري کي هڪ ڳالهائيندڙ طوطو پڃري ۾ هو، جو هردم دل کي وڻندڙ ڪلما ۽ ميٺاج پريا ٻول ٻوليندو هو ۽ دل ۽ روح کي فرحت ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو هو. هڪڙي وقت واپاري اتفاق سان هندستان جي سفر تي سنبريو. طوطي کيس پيغام ڏنو ته: جڏهن هندستان جي جهنگل ۾ هن ملول دل جي جنس وارن سان ملاقي ٿئين ته سبز پوش طوطن جي جماعت جي حضور وٽ اراتمنديءَ سان وڃي، هن ڏکن واري پڃري ۾ بند ٿيل جي طرفان، اخلاص ۽ محبت جي لوازمن جي ادا ڪرڻ کان پوءِ عرض ڪجانءِ ته

۽ پراڻي مشتاق کي آب حيات صحبت کان محروم رکڻ مروت جي رابطي کان بلڪل پري آهي ۽ ڪريم صفت کان نهايت دور آهي.
جڏهن واپاري هندستان جي طوطن واري جهنگل ۾ پهتو، تڏهن انهي مشتاق جون سوکڙيون پيش ڪيائين. انهن طوطن مان هڪ طوطي کي جڏهن حسرت پريو پيغام ڪن پيو ته بي حس ۽ حرڪت ٿي پيو يعني مري ويو. واپاري صورت حال ڏسي جڏهن پنهنجي وطن ڏانهن موٽي آيو، تڏهن بند ٿيل طوطي کانئس احوال پڇيو ۽ مرڻ کان اڳي مرڻ جو ڏس ٻڌي، پنهنجي مربي جي ارشاد موجب انهي ئي وقت پاڻ کي حس ۽ حرڪت کان روڪي ڇڏيائين ته (واپاري) ان وقت ئي کيس مردو سمجهي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ته (هڪدم) اُڏري آزاد ميدان ۾ آزادي جو علم کڙو ڪيائين، يعني اڏري پنهنجي واهيري وري ويو.

فارسي متن

## درجہ چهاردهم

## <u>در ترک انانيّت و مشاهدهٔ هويت</u>

<u>آيت</u>

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ: فاينما تُولُوا فثم وجہُ اللهِ ان الله واسعُ عليمُ. **(پ-1:س-بقرة: ع-14) آية 115**

**حديث**

عن ثُوبانُ رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم قال موسى يا رب اَقريبءٌ انت فاناجيک ام بعيدہءٌ فاناديِک فانّي اَحسُ حِس صَوتِکَ ولا ادراک فَاُينَ انت. قال تعالى انا خلفُک و اَمامک و عن يمينک و عن شمالک يا موسى؟ انا جليسءٌ عبدي اذا ذکرني و اَنا معَہُ اذا دعاني. **(رواه الديلمي)**

**مثنوي**

هر کرا باشد ز سينہ فتح باب
او زهر ذره ببيند آفتاب
چون محمد پاک بود از نار و دود
بر کجا رو کرد وجہ الله بود
چون رفيقي وسوسہ بد خواه را
کي بداني ثم وجہ الله را

**بيت**

ڏسڻ ڏسين جي، تہ همہ کي حق چوين
شارک شک نہ ني، انڌا انهيءَ ڳالھ ۾.

## حکایت

زني برقع پوش بخدمت حضرت سيد الطائف  شيخ جنيد بغدادي قدس سره آمده از شوهر خود شکوه نمود که باوجود مصاحبت من نکاح ديگر را متقاضي است و صحبت ثانيہ را متلاشي. پير طريقت فرمود کہ بہ  ااز رتکاب اين قسم فعل ملامت را نيايد و غرامت را نہ شايد، زيرا کہ در شريعت عزّ او ملّت بيضا تجويز تزويج اربعہ اشهر است و تحليل چهار منکوحہ اظهر، عورت عرضداشت کہ اگر امر حجاب مانع نه باشدو آيات احتجاج نازل نہ برقع از رخسار بردارم و آفتاب جمال خود از تتق نقاب بر آرم تا خود بخود انصاف دهي که باوجود مشاهده حسن بي نشان و معائنه رويُ رخشان من التفات بجانبي حلال نيست و بسويُ مباح نہ. شيخ باستماع اين سخن از خود رفت و مستغرق دريايُ  وجد و حالت گشت- پس از مدت چون بہ افاقہ آمد. جرعہ نوش پيمانہ ازلي شيخ ابوبکر شبلي قدس سره کہ حاضر مجلس رشدت مونس بود معروض داشت کہ موجب مدهوشي چہ بود و جان وحدت تو امان را کدام حالت رويُ نمود.  فرمودند کہ کليم بي جهئة را مشاهده نمودم که

بوساطت برقع پوشي خطاب بامن کرد کہ اي پروانہ شمع حقيقت اگر آن جلايُ جمال لا يزال ما در عالم اجسام ممکن بود، احدي از من بغير ملتفت نه شدي و از لقائي جلوه شهود بہ تمنائي ملاقي وجود متمائل نه گشته.

سنڌي ترجمو

# درجو چوڏهون

## خودي ڇڏ خدا ڏس

**آيت**

اوهان جيڏانهن به منهن ڦيرينداوئو، اتي الله جو رخ هوندو. ڇاڪاڻ ته الله وڏي وسعت وارو ۽ ڄاڻندڙ آهي. **(پ-1:س-بقرة: ع-14)**

**حديث**

ثوبان رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم ته: موسى عليه السلام چيو ته اي منهنجا رب! ڀلا جي تون ويجهو آهين ته مان توکي آهستي سڏيان، يا جي پري آهين ته مان توکي وڏي سڏ سڏيان. ڇاڪاڻ ته مان تنهنجي آواز جي حس کي محسوس ڪريان ٿو ۽ توکي ڏسان نٿو ته تون آهين ڪٿي؟

الله تعالى فرمايو ته: اي موسى! مان تنهنجي پٺيان، تنهنجي اڳيان، تنهنجي سڄي پاسي ۽ تنهنجي کٻي پاسي آهيان. مان پنهنجي ٻانهي سان گڏ ويٺو هوندو آهيان، جڏهن هو منهنجو ذڪر ڪندو آهي؛ ۽ مان انهيءَ سان هوندو آهيان جڏهن هو مون کان دعا گهرندو آهي.

**(رواه الديلمي)**

**مثنوي**

جنهن جي سيني جو دروازو کليل هوندو
تنهن کي هر ذري مان آفتاب نظر ايندو
جڏهن محمد آگ ۽ دود کان پاڪ هو
تڏهن جيڏانهن به رخ ڪيائين تيڏانهن وجہ الله هو
جڏهين توکي بد خواه وسوسو آ
ڪيئن پسندين هر جاءِ وجہ الله آ.

**بيت**

ڏسڻ ڏسين جي، ته همہ کي حق چوين
شارڪ شڪ نه ني، انڌا انهيءَ ڳالهہ ۾.

## حڪايت

هڪ برقعي پوش عورت حضرت سيد الطائف شيخ جنيد بغدادي قدس سره جي خدمت ۾ اچي، پنهنجي مڙس جي شڪايت ڪئي ته منهنجي صحبت هوندي بئي نڪاح ڪرڻ جو خيال ڪيو اٿس ۽ ٻي صحبت اختيار ڪرڻ جي تلاش ۾ آهي. پير طريقت فرمايو ته: اهڙي ڪم ڪرڻ جي لاءِ ملامت نه ڪرڻ گهرجي ۽ نندڻ نه جڳائي، چاڪاڻ ته معزز شريعت ۽ روشن مذهب ۾ چار نڪاح ڪرڻ مشهور آهن ۽ چار نڪاح ڪرڻ ڪليو ڪلايو حلال آهن. عورت عرض ڪيو ته: جيڪڏهن پردي ڪرڻ جو حڪم نه روڪيندو هجي ها ۽ پردي جي باري ۾ آيتون نازل ٿيل نه هجن ها ته مان منهن تان برقعو ڪٽي ڇڏيان ها ۽ پنهنجي جمال جي آفتاب ڪي نقاب مان ٻاهر آڻيان ها ته پنهنجو پاڻ ئي انصاف ڪرين ها ته بي نشان حسن جو پسڻ هوندي ۽ منهنجي چمڪندڙ منهن جي ڏسڻ هوندي، ٻئي پاسي ڏسڻ حلال ته نه آهي بلڪ مباح به نه آهي. پير صاحب انهيءَ سخن ٻڌڻ سان پاڻ ڪان پري ٿي، وجد ۽ حالت جي دريا ۾ غرق ٿي ويو. ڪجھ وقت ڪان پوءِ جڏهن سجاڳ ٿيو ته ازلي پيالي جي سرڪي پريندڙ شيخ شبلي قدس سره جو ان

وقت فيض پري مجلس ۾ حاضر هو، تنهن عرض ڪيو ته: مدهوشيءَ جو سبب ڪهڙو هو، وحدت گڏيل جان کي ڪهڙي حالت منهن ڏيکاريو؟ فرمايائون ته: بي مثل ڪلام ڪندڙ ذات جو ديدار ڪيم، جنهن برقعي پوش جي ذريعي مون سان خطاب پئي ڪيو ته اي شمع جا پروانا! جيڪڏهن هن جهان ۾ اسان جي لايزال جمال جو حسن جسماني جهان ۾ ممڪن هجي ها، ته ڪو شخص به مون کان منهن نه موڙي ها ۽ شهودي جلوي جي ديدار کان هٽي ها ۽ هُئُڻ هستي جي طرف ڪڏهين به مائل نه ٿئي هئا.

فارسي متن

## درجه پانزدهم

## <u>در استماع صحبت و استيعاب حکمت</u>

### <u>آيت</u>

قال الله تعالی جلاله و عم نواله: و اصبِر نفسک مع الذين يَدعُونَ رَبَّهُم بالغدوٰة وَالعشي يُرِيدُونَ وَجهَهُ...

**(پ-15:س-ڪهف: ع-4، آية 28)**

### <u>حديث</u>

عن ابي سعيد الحذري رضي الله تعاليٰ قال، جلست في عصابة من ضعفاءِ المهاجرين و ان بعضهم يستترد ببعض من العرى و قاريُ يقراءُ القرآن علينا اذا جاءَ رسول الله ﷺ فقام علينا فلما قام رسول الله ﷺ سكت القاري فسلم ثم قال ما كنتم تصغون قلنا كنا فستمع اِلى كتاب الله تعالى فقال الحمد الله الذي جعل من اُمتي من اُمرت ان اُصبر نفسي معهم قال فجلس و سطناّ ليعدل بنفسہ فينا ثم قال بيده هٰكذ فتحلقو و برزت وجوهم لہ فقال اَبشروا يا معشر صعاليک المهاجرين باالنورالتام يوم القيامة تدخلون الجنة قبل اغنياءَ الناس بنصف يوم و ذالک خمسمائة سنة.

**(رواه ابو دائود)**

**مثنوي**

دانکہ اسرافيل وقتند اوليا

مرده را زايشان حيات است و نا

روحهايُ مرده اندر گور تن

برجهد ز آواز ايشان از کفن

صحبت ايشان خاک را اکسير کرد

گفت شان در مرده دل تاثير کرد

## بيت

ڪن ٿي ڪيچين ڪُچيو، ڪچ نه ڪچيو تن
اشارتون ان جون، ڪي سُڪوتيا سمجھن
وٺان ويھي تن، سُڻ ته سوز پرائيين.

## حکايت

وزيري معزول را توفيق ازل رفيق شد ڪہ بہ حلقہء اهل تحقيق در آمد. سر ارادت بر عتبہ والا رتبہ سرمستان الست و محققان صفا پرست نهاد و سامعہ روحاني بسمع کلمات ترقي آيات صحبت سراپا موهبت آن نکتہ سنجان راز رباني کشاد تاکہ بتدريج لمعات بارقہ لامعہ مصاحبت روشن دلان خرمن خطراتش را پاک بسوخت و اَشعہ وجدان مجالست کاملان شمع محبت در شبستان جانش افروخت. بادشاه بار ديگر بروي عرض وزارت نمود مطبوعش نه فرمود. ملک گفت بجتہ امامت تدبير مملکت خرد مندي درکار است. فرمود خردمند في الحقيقت آن است کہ خود را ازين ورطہء بلا کہ سرمايہ جميع خطا است و محض بازيچہ هوا برکنار دارد و خود را بمقضاي عد نفسک من اصحاب القبور“ پيش از عدم معدوم انگارد.

# درجو پندرهون

## صحبت سيرين جي سراسر اسرار

## آيت

پاڻ کي انهن سان صبر ۾ رک، جيڪي پنهنجي رب کي صبح ۽ شام سڏيندا آهن ۽ سندس ديدار طلبيندا آهن.

**(پ-15:س-ڪهف: ع-4)** آية 28

## حديث

ابي سعيد الحذري کان روايت آهي ته: مان ضعيف مهاجرن جي جماعت ۾ ويٺو هوم ۽ سچ پچ انهن مان ڪڙن جي ٻين جي ستر سان اوگهڙ ڍڪيل هئي ۽ هڪڙي قاري اسان وٽ قرآن ٿي پڙهيو. جڏهن رسول الله ﷺ آيو پوءِ اسان وٽ بيهي رهيو. پوءِ جڏهن رسول الله ﷺ اچي بيٺو ته قاري خاموش رهيو. پوءِ پاڻ اسلام عليڪم چئي فرمايائون: ڇا ٿا ڪريو؟ عرض ڪيوسون ته: الله تعالى جي ڪتاب ڏانهن ڪن ڏئي رهيا آهيون. پوءِ پاڻ فرمايائون ته: انهيءَ الله جا حمد ۽ شڪرانا آهن، جنهن منهنجي امت مان اهڙا شخص به ڪيا، جن جي باري ۾ مون کي حڪم ٿيو ته مان پنهنجو پاڻ کي انهن سان صبر

۾ رڪان، جو ارشاد فرمايائون. پوءِ هن ڪري اسان جي وچ ۾ ويٺا ته پنهنجو پاڻ کي برابريءَ ۾ رکن! انهيءَ کان پوءِ پنهنجي هٿ سان حلقي ڪرڻ جو اشارو ڪيائون ۽ پنهنجا منهن سندن سامهون ڪياسون. پوءِ پاڻ فرمايائون: اي ترقي ڪندڙ مهاجرن جي جماعت! اوهان کي قيامت جي ڏينهن ڪامل نور جي مبارڪ هجي. اوهان دولتمند ڌُلهن کان اڌ ڏينهن اڳي جنت ۾ داخل ٿيندئو ۽ اهو ڏينهن پنج سئو سالن جو هوندو. **(رواه ابو دائود)**

## مثنوي

وقت جا اولياءَ اسرافيل سمجھ

انهن کان مردن کي حياتيءَ نما سمجھ

مردي جو روح جسم جي قبر اندر آهي

انهن جي آواز کان ڪفن مان اٿڻ آهي

انهن جي صحبت خاڪ کي اڪسير ڪري ٿي

انهن جي گفتار مرده دل کي تاثير ڪري ٿي

## بيت

ڪن ٿي ڪيچين ڪچيو، ڪچ نه ڪچيو تن

اشارتون ان جون، ڪي سڪوتيا سمجھن

وٺان ويهي تن، سڙ ته سوز پرائيين.

## حڪايت

عهدي تان لٿل هڪ وزير کي ازلي توفيق اچي همراهه ٿي، جو حقيقتن وارن جي حلقي ۾ داخل ٿي پيو. السِتي سرمستن ۽ صفا پرستن جي چوڪاٺ تي ارادتمنديءَ جو سر اچي رکيائين ۽ سندن صحبت ۾ رباني راز جا نڪتا جيڪي سراسر فيض ۽ بخشش هئا، سي دل و جان سان ٻڌڻ لڳو. تان جو روشن دلين وارن جي اثر پري گفتار جي جهلڪارن، سندس خطرن ۽ وهمن واري انبار کي ساڙي صاف ۽ پاڪ ڪري ڇڏيو ۽ ڪاملن جي صحبت وجد وارن شعلن سان محبت جي شمع، سندس جان جي محلات ۾ روشن ڪري ڇڏي. بادشاهه وري پيو دفعو ڪيس وزارت جي ڪرسيءَ جي آڇ ڪئي پر وزير کي پسند نه آئي. بادشاهه فرمايو ته: ملڪي معاملات جي سلجهائڻ واسطي عقلمنديءَ جي ضرورت پئي آهي. وزير جواب ڏنو ته: حقيقت ۾ عقلمندي اها آهي ته انهيءَ مصيبت جي ڪن ڪان، جا سڀني خطائن جي جڙ آهي ۽ محض ڪيڏ آهي، تنهن کان پاڻ کي عد نفسک من اصحاب القبور (پنهنجو

پاڻ کي قبر وارن مان شمار ڪر) جي حڪم موجب فنا ٿيڻ کان اڳي فنا ٿي وڃي.

فارسي متن

## درجه شانزدهم

## <u>در محنت کشي</u>

### <u>آيت</u>

قال الله تعالى جل جلاله و عم نواله: ولا تحسبن الذين قتلوا في سبيل الله امواتاً بل احياءٌ عند ربهم يرزقون. فرحين بما آتهم الله من فضله

**(پ-4:س-آل عمران: ع-17) آية 169**

### <u>حديث</u>

عن ابن عباس رضي الله تعاليٰ قال، آن رسول الله صلى الله عليه وسلم: قال لاصحابه انه لما اصيب اخوانكم يوم اُحد جعل الله ارواحهم في جوف طير خُضُر تردُ النهار الجنة تاکُل من اثمارها و تاوي الى قناديل من ذهب معلقة في ظر العرش فلما وجدوا طيب ماکلهم و مشربهم و مقيلهم قالوا من يبلغ اخواننا عنا اننا احياءُ في الجنة لئلا يزهدوا في الجنة ولا ينکلوا عند الحرب فقال الله تعالى انا ابلغهم عنکم. فانزل الله تعالى ولا تحسبن الذين قتلوا في سبيل الله امواتاّ بل

احياءُ عند ربهم الى آخر الآيات 3.169 آل عمران آية 169

**(رواه ابو دائود)**

**مثنوي**

خوش آن مرده کہ از خود رستہ شد
در وجود زندگي پيوستہ شد
موم و هيزم چون فدايُ نار شد
ذات ظلماني او انوار شد
چونکہ اندر مرگ بيند صد وجود
پس چون پروانہ بسوزاند وجود

**بيت**

پابوهيو پڇن، ڪٺي هٿ حبيب جو
عاشق اجل سامهون، اُپي ڳاٽ اچن
نيزي هيٺيان نينهن جي، پاڻ نه پاسي ڪن
ڪسڻ قرب جن، مرڻ تن مشاهدو.

**حڪايت**

روزي مگس دون همت پروانہ والا نہمت را ملامت کرد و بدان حريق نار مجاهده و غريق بحر مشاهده رويُ عتاب آورد کہ خود راچرا در ورطہ هلاک مي اندازي و جان عزيز را فدايُ شعلہ بي باک مي سازي و چون من ذوقنون از هر اطعمہ متلذذه حظي چرا بر نگيري و از هر اشربہ مطيبہ بهره نه پذيري. پروانہ از آنجا کہ همت مردانہ داشت و نہمت عاشقانہ بہ جوابش پرداخت کہ مقصود اتم مشتاقان و مطلب اهم عشاقان نفي وُجود ماسوا است و اثبات شهود بقا، چون از ظلام اوهام کہ ثمره شجره هستي نافرجام است بدلالت جذب محبت و جوش مودت بجانب نور جلال و تجليہ جمال رخت ميکشم دمبدم ساتکين عشرت لايزال از ميخانہ وصال کمال مي چشم، صورت هُسرت من در معني عين يسرت است و نائره محنت في الحقيقة محض روضہُ رحمت.

سنڌي ترجمو

## درجو سورهون

**<u>جهد ڪر جيسين جيئين، ته هميشہ حيات ٿئين آيت</u>**

جيڪي شخص الله جي راھ ۾ قتل ڪيا ويا تن کي ھرگز مئل نه سمجھو بلڪ اھي پنھنجي رب وٽ حيات آھن (۽) اُنھن کي رزق ڏنو ٿو وڃي. الله پنھنجي فضل سان جو ڪجھ به کين ڏنو آھي، تنھن سان فرحت ۾ آھن. **(پ-4:س-آل عمران: ع-17) آية 169**

## حديث

ابن عباس کان روايت آھي، فرمايائين ته: رسول الله صلى الله عليه وسلم پنھنجن انھن اصحابن کي ارشاد فرمايو، جيڪي احد واري لڙائي جي ڏينھن پنھنجي پائرن وٽ اچا نه پھتا ھئا، ته الله انھن شھيدن جي روحن کي سبز پکيءَ جي پولار ۾ رکيو آھي، جيڪي جنت جي نھرن تي ڦرندا رھن ٿا (۽) انھيءَ جا ميوا کائين ٿا ۽ سون جي قنديلن ڏانھن رھن ٿا، جيڪي قنديل عرش جي پاڇن ۾ ٽنگيل آھن. پوءِ جنھن وقت پنھنجا پاڪ کاڌا، پاڪ پيئڻ جون شيون ۽ آرام جو ھنڌ حاصل ڪيائون، تنھن وقت چوڻ لڳا ته آھي ڪو، جو اسان جي طرفان، اسان جي پائرن کي خبر پھچائي ته اسان جنت ۾ جيئرا آھيون، ۽ جھاد ڪرڻ وقت سستي نه ڪن. تنھنڪري الله تعالى فرمايو ته: اوھان جي طرفان مان ٿو خبر پھچايان، تڏھين الله تعالى نازل ڪيو

ته جيڪي شخص الله جي راهه ۾ قتل ڪيا ويا، تن ڪي هرگز مئل نه سمجهو بلڪ پنهنجي رب وٽ جيئرا آهن.
**(رواه ابوداود)**

## مثنوي

اهي مردا خوش آهن، جيڪي پاڻ کان آزاد ٿيا
هن زندگيءَ ۾ ئي وڃي محبوب سان مليا
موم ۽ ڪاٺيون جڏهين باهه تي قربان ٿين
سي ظلماتي ذات ڇڏي وڃي انوار ٿين
جڏهين مرڻ ۾ سوُ وجود ڏسي ٿو
تڏهين ٿي پرواني وانگر وجود ساڙي ٿو.

## بيت

پاٻوهيو پڇن، ڪٿي هٿ حبيب جو
عاشق اجل سامهون، اُپي ڳاٽ اچن
نيزي هيٺيان نينهن جي، پاڻ نه پاسي ڪن
ڪسڻ قرب جن، مرڻ تن مشاهدو.

## حڪايت

هڪڙي ڏينهن بي همت مک اعلى همت پرواني کي ملامت ڪئي، ۽ مجاهدي جي باهه ۾ سڙندڙ مشاهدي جي درياءَ ۾ غرق ٿيندڙ کي ميار ڏني ته پاڻ کي مصيبت جي کُن ۾ ڇا لاءِ ٿو وجهين ۽ پياري جان کي بي ڏڙڪ باهه جي شعلي تي وجي ٿو سٽين؟ مون چال باز وانگر هر لذيذ طعام مان مزو چو نه ٿو وٺين، هر پاڪ ۽ مٺي پاڻيءَ مان حظ ڇو نه ٿو وٺين؟ اهو پروانو جيڪو مردانو همت وارو هو ۽ عاشقن واري جرئت رکندو هو، تنهن جواب ڏنو ته: مشتاقن جو وڏي ۾ وڏو مقصد ۽ عاشقن جو اهم مطلب آهي الله کان سواءِ ٻيو سڀ ڪجهه فنا ڪري ڇڏڻ ۽ الله جي ذات کي باقي ۽ ثابت رکڻ، وهمن ۽ وسوسن جون اونداهيون، جيڪي فنا ٿيندڙ هستي جو قُل آهن تن کي، جنهن وقت عشق جي جذبي ۽ محبت جي جوش مان جلالي نور ۽ جمالي تجلي سان ڇڪي ٿو وڃان ته دم بدم ڪامل وصال جي ميخاني مان دائمي خوشي ۽ قرار جو حظ ٿو ڇڪيان. منهنجي ڏکي صورت حال حقيقت ۾ سراسر سُکي آهي، سختيون ۽ سور حقيقت ۾ محض رحمت جو باغ آهن.

فارسي متن

# درجہ هفتدهم

## <u>در ادراک سعادت بيداري و تحصيل فوائد جان نثاري</u>

### <u>آيت</u>

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ:

تَتَجَافىٰ جُنوبُهُم عَنِ المَضَاجِعِ يَدعُونَ رَبَّهُم خَوفاّ وَّ طَمعاّ وَ مِمَّا رَزَقنَاهم يُنفِقُونَ.(16) فَلاَ تَعلَمُ نفسُ مَّا اُخفيٰ لَهُم مِن قُرَّةِ اَعيُنزي. جزآءٌ بِمَا كَانُوا يَعمَلُون.(17) **(پ-21:س-سجده: ع-2)** آيات 16 و 17

### <u>حديث</u>

عن ابي امامة رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم:

عليكم بقيام الليل فانہ داب الصالحين قبلكم وهو ربةُ لكم الى ربكم و مُكفرةُ للسيئاة و منهاة عن الاثم.

**(رواه الترمذي)**

### <u>مثنوي</u>

هين قم الليل تو اي شمع همام

شمع دائم شب بود اندر قيام

اشک مي بارو همي سوز از طلب

همچون شمع سر بريده جملہ شب

شو قليل النوم مما يهجعون
باش در اسحار از يستغفرون

## بيت

سُتا اُٿي جاڳ، ننڊ نه ڪجي ايتري
جو تو ساڻيھ پانئيو، سو مانجهاندي جو ماڳ
سلطاني سهاڳ، ننڊون ڪندي نه ملي

## حكايت

حضرت شاه اويس قرني قدس سره را حكايت كننده در وادي رياضت و باديہ مشقت چنان گرم بودي كہ شبي از غايت شوق و نهايت ذوق فرمودي كہ هذه ليلة الركوع و بركوعش سحر نمودي، و شبي از جذب متوافره و وجد متكاثره بظهور آوردي كہ هذا ليلة السجود بسجودش بسر بردي محبوسان قفس وجود بدان عندليب روضہ شهود معروض داشتند كہ خاطر عشق ماثر توكہ ملبع فيض جلال و محزن سر كمال است از احتمال بارگران برياضت جاودان بملال نمي گرآيد و از ارتكاب شدت اندوه ستوده نمي آيد. فرمود شب دراز كہ خلوتگاه اهل

راز روز بازار عشقباز است بہ چشم همت دل محبت منزل بساعت مساوي مي نمايد، حقا کہ اگر طوالت ليل بقدر ما بين الازل را بد بود، جان مشتاق سراپا اشتياق بحسب اشارت قرب بشارت ”واسجد و اقترب“ (العلق) بفرط طلب از مجود معبود کہ تقريب مقصود است سير نہ شود.

سنڌي ترجمو

## درجو سترهون

## <u>جاڳڻ ۾ ئي جس، جس جاڳڻ سان ٿئي</u>

### <u>آيت</u>

سندن پاسا سمهڻ جي هنڌ کان الڳ ٿي، پنهنجي رب کي خوف ۽ اميد سان سڏيندا آهن ۽ جيڪو کين رزق ڏنوسون، تنهن مان خرچ ڪندا آهن. جيڪو اکين جو ٺار، انهن لاءِ مخفي رکيو ويو آهي تنهن کي ڪو به جيءُ نه ڄاڻندو آهي.. **(پ-21:س-سجده: ع-2)** آيات 16 ۽ 17

### <u>حديث</u>

ابي امامہ کان روايت آهي ته: فرمايو رسول الله ﷺ
رات اٿي ڪڙو ٿيڻ اوهان تي لازم آهي، ڇاڪاڻ ته اهو
(رات جو قيام ڪرڻ) اوهان کان اڳين صالحن جي عادت
هوندي هئي ۽ اهو (رات جو قيام ڪرڻ) اوهان لاءِ ۽
اوهان جي رب وٽ قرب (وڌائيندو) ۽ بڇڙاين کي ميٽي
ڇڏيندو ۽ گناهن کان روڪي ڇڏيندو.
**(رواه ترمذي)**

## مثنوي

تون رات جو اٿي ڪڙو ٿيءُ اي شمع حمام
شمع ساري رات هوندي آهي اندر قيام
طلب جي ڪري سڙي ٿي ۽ نير وهائي ٿي
تون به شمع وانگر ساري رات سر وڃائيندڙ ٿي
ننڊ ٿوري ڪر، جيڪي ٿورو سمهن ٿا تن مان ٿي
جيڪي اسُر مهل بخششون گهرن ٿا تن مان ٿي

## بيت

ستا اٿي جاڳ، ننڊ نه ڪجي ايتري
جو تو ساڻيه پانئيو، سو مانجهاندي جو ماڳ
سلطاني سهاڳ، ننڊون ڪندي نه ملي

## حڪايت

حضرات شاهه اويس قرني جي ڳالهه ڪندا آهن ته رياضت جي وادي ۽ مشقت جي ميدان ۾ اهڙو گرم هو، جو ڪنهن رات وڏي شوق ۽ نهايت ذوق مان فرمائيندو هو ته هيءَ رڪوع جي رات آهي ۽ رڪوع ۾ گذاريندي صبح ڪندو هو؛ ۽ ڪنهن رات جهجهي جذبي ۽ گهڻي وجد ڪري ظاهر ڪندو هو ته هيءَ رات سجدي جي رات آهي، سو سجدي ۾ گذاريندي پوري ڪندو هو. عام ماڻهن مشاهدي جي باغ جي بلبل کي عرض ڪيو ته: اوهان جي عشق پريل دل، جا جلالي فيض جو سرچشمو ۽ ڪمال اسرار جي مخزن آهي، سا هر وقت رياضت ۽ مشقت جي وڏي بار کڻڻ کان ملول نه ٿي ٿئي ۽ ايتري سختي سهڻ جي ڪري جهُرندي نٿي وڃي؟ حضرت قرني فرمايو ته: سچي رات، راز وارن لاءِ خلوتخانو ۽ عاشقن واسطي ڏينهن جي بازار آهي، ۽ اها عشق جي همت واري اک ۾ هڪ گهڙي جي برابر نظر اچي ٿي، سچ ڪري پڇو ته جيڪڏهن ازل کان ابد جيتري ڊگهي رات هجي ته به مشتاقن جي جان، جا سراسر اشتياق آهي، سا ”سجدو ڪر

۽ قرب حاصل ڪر“ جي قرب پري بشارت موجب ڪڏهين نه ڏاپي ۽ معبود جي ڀرپور طلب ڪري سجدي ڪرڻ کان نه ڏائبي، چاڪاڻ ته قرب حاصل ڪرڻ مقصد آهي.

فارسي متن

## درجہ هزدهم

## <u>در صفت ارباب معرفت و اصحاب وجد و حالت</u>

### <u>آيت</u>

قال الله تعالی جل جلالہ و عم نوالہ:

الا ان اولياءَ الله لا خوفُ عليهم ولا هم يحزنون.(62) لَهُمُ البشرى في الحيواة الدنيا و في الاخرة... 63

**(پ-11:سورة يونس: ع-7) آية** 62 و 63

### <u>حديث</u>

عن عمر رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم: اِن من عباد الله لاناساّ، ماهم بانبياءِ ولا شُهُداءِ يغبطهم الانبياءُ والشهداءُ يوم القيامة بمكانهم من الله. قالوا يا رسول الله صلى الله عليه وسلم تخبرنا منهم. قال قومُ تحابوا بروح الله على غير ارحام بينهم ولا اموال يتعاطونها فوالله ان وجوهم لنورُ و

انهم لنورٌ و انهم على نور. لا يخافون اذ اخاف الناس يوم القيامة ولا يحزنون اذا حزن الناس و قرءَ هذه الايت الا اِن اولياءَ الله لا خوفُ عليهم ولا هم يحزنون. **(رواه ابو دائود)**

**مثنوي**

خواب مي بينند آن جا خواب ني
در عدم در ميروند و باب ني
رفته در صحرائي بيچون جان شان
روح شان آسوده و ابدان شان
جسم شانراهم ز نورا سرشته اند
تاز روح و از ملک بگذشته اند.

**بيت**

آگي اڳيئي ڪيا، اهي نسورو نور
”لاخوف عليهم ولا هم يحزنون“ سچن ڪونهي سور
مولي ڪيو مامور، انگ ازل ۾ ان جو.

**حڪايت**

حضرت سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره را گفتند، که چگونه بامداد کردي و بچه حال شب بروز

آوردي؟ فرمود کہ نزديک من از صبح اثري نيست و از شام خبري نہ، چہ کہ شهباز جانم ازين عالم دو رنگ برتر آشياني دارد، و پرواز وجدانم ببويء موانست شاهد بيرنگ بستان سرايُ آفاق و انفس را زنداني شمارد و طبعم از تاليف مشاهده اکوان رميده ودلم بنزهت گاه خلود لا مکان آراميده زيرا کہ مشام روحي از استشام مطيبات معيّت معطر است و مکان سري بخلوت خاص احديت فِيٌ مَقُعَدِ صِدٌق عِنٌدَ مَلِيک مُقتَدرِ.(القمر)

سنڌي ترجمو

# درجو ارڙهون

**اولياءَ ڪرام جي صفت ۽ ثنا ۾**

**آيت**

خبردار! الله جي اوليائن کي نڪي ڪو خوف آهي ۽ نڪي اهي غمگين ٿي رهندا. انهن لاءِ دنيا جي حياتي ۽ آخرت ۾ خوشخبري آهي. **(پ-11:س-يونس: ع-7)**

**حديث**

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم الله جي ٻانهن مان اهڙا شخص به آهن،

جيڪي نه پيغمبر آهن نڪي شهيد آهن (پر) قيامت جي ڏينهن، الله جي طرفان پنهنجي مڪان ۽ مرتبي ۾ انبياءَ ۽ شهيدن جو شان ۽ شوڪت رکندا. اصحابن عرض ڪيو، يا رسول الله! اسان کي انهن جي خبر ٻڌايو. فرمايو رسول الله صلی اللہ علیہ وسلم ته جن جي پاڻ ۾ مٽي مائٽي به نه هوندي ۽ نڪي پاڻ ۾ مال جي ڏي وٺ هوندن، صرف پاڻ ۾ خدا ڪارڻ محبت رکندا آهن. تحقيق انهن جا منهن روشن آهن ۽ انهن جا منهن بلڪل نور آهن ۽ يقيناً اهي شخص نور اعلى نور آهن. ۽ جڏهين عام ماڻهو قيامت جي ڏينهن خائف هوندا، هي انهيءَ ڏينهن بي ڊپا هوندا ۽ جڏهين عام ماڻهو غم ۽ مونجهاري ۾ هوندا، تڏهين هي شخص چين ۽ قرار ۾ هوندا. انهيءَ کان پوءِ هيءَ آيت پڙهيائون، ”ڪن ڌئي ٻڌو بلاشڪ الله جي اوليائن کي نڪي ڪو خوف آهي ۽ نڪي ڪو غمگين ٿي رهندا.“

**(رواه ابودائود)**

**مثنوي**

الله وارا خواب ڏسن ٿا پر اتي خواب نه آهي

ناه جي اهڙي ملڪ ۾ وڃن ٿا،جنهن کي ڪو دروازو نه آهي

انهن جو خيال بي مثل جي ميدان ۾ هليو ويو
انهن جو روح مطمئن ۽ دائم رهيو
انهن جو جسم نور مان جوڙيو ويو آهي
انهيءَ ڪري، روح ۽ ملائڪن ڪان پار ٿي ويو آهي

**بيت**

آڳي اڳيئي ڪيا نسورو نور
لاخوف عليهم ولا هم يحزنون سچن ڪونهي سور
مولي ڪيو مامور، انگ ازل ۾ ان جو.

## **حڪايت**

حضرت سلطان العارفين شيخ با يزيد بسطامي کي عرض ڪيائون ته: صبح ڪهڙي ريت ڪيؤ ۽ رات ڪهڙي ريت گذاري ڏينهن ڪيؤ؟ پاڻ فرمايائون ته: مونکي نه ڪو صبح جو پتو پيو نه وري ڪا شام جي خبر آهي، ڇاڪاڻ ته منهنجي جان جو شهباز هن دو رنگي جهان کان مٿي ٿو رهي. ۽ منهنجي وجد جو پرواز بي رنگي باغ جي محبوب جي ورونه جي هبڪار ۾ آهي، دنيا جي جهان ۽ نفسي محلات کي بئديخانو ٿو سمجهي، ۽ منهنجي

طبيعت عارضي مشاهدي جي نظاري کان ٿهيل آهي ۽ منهنجي دل لا مڪان جي باغستان ۾ مطمئن آهي، چاڪاڻ ته منهنجي روح جون دماغي طاقتون ”معّيت“ واري مرتبي جي هيڪار کان معطر آهن ۽ منهنجي ”سِري“ مرتبي وارو مڪان خاص احديت جو ”وڏي طاقت واري باد شاه وٽ باعزت رهندڙ“ خلوت آهي.

فارسي متن

# درجه نوزدهم

**در مراقبہ قلبی و مکاشفہ وهبی**

**آيت**

قال الله تعالی جل جلالہ و عم نوالہ:

وفي انفسكم افلا تبصرون (21) (51.21)

**(پ-26:س-ذاريات: ع-1)**

**حديث**

عن ابي هريره رضي الله تعاليٰ قال النبي صلی الله عليه وسلم: حاكيا عن الله سبحانہ و تعالى لا يسعني ارضي ولا سمائي ولا كن يسعني قلب عبدي المؤمن

**مثنوي**

اي هزاران جبرئيل اندر
صد مسيحايُ نهان در جوف خر
هزاران احمد اندر غار تن
گنج رباني نهان در مار تن
گرچہ دارد خاک شکلِ عنبري
از درون دارد صفات انوري.

**بيت**

هو ناهي هن ري، هي نه انهون ذار
الانسان سري و انا سِره، پُرجهج هيءَ پچار
ڪندا ويا تنوار، عالم عارف اهڙي.

## حکايت

مربع نشين چار بالش قلندري بي بي رابعه قدس سرها را معروض داشتند، چہ باشد کہ بہ تماشايُ نو رستہ هايُ

بساتين يعني گل و رياحين بيرون آيُ و بہ مقتضايُ ”فانظروا الی آثار رحمت الله“ ديده عبرت بچهره صنعت كشاي؟ فرمود اي شيفتگان حسن صورت، و فريفتگان جمال هيئت باري درون آئيد و از صانع بصنعت التفات منمائيد و خزائن ” كنت كنزاً مخفياً“ رابہ مفتاح“ من عرف نفسہ فقد عرف ربہ“ كشائيد، زيرا كہ بارگاه سلطان حقيقت و جلو گاه مشاهد جملہ هُويِّت بہ حكم والا ”قلب المؤمن عرش الله تعالی“ بدون انسان كائن نيست، و حصول معرفت محبوب بي نشان بحب مضمون بشارت مشحون ”فاحببت آن اُعرف فخلقت الخلق“ بجز عرفان ماهيت جنان ممكن نہ.

# درجو اٺويهون

## <u>قلبي مراقبو ۽ خدائي ڏات جو ظهور</u>

**<u>آيت</u>**

(آءُ) اوهان جي اندر ۾ آهيان، سو اڇا نٿا ڏسو ڇا؟. **(پ-26:س-ذاريات: ع-1)**

## حديث

ابو هريره رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته نبي صلى الله عليه وسلم الله تعالى جي طرف کان ارشاد فرمايو ته مون کي نه زمين ٿي سمائي ۽ نه آسمان، پر مومن ٻانهي جي دل سمائي ٿي وڃي.

## مثنوي

انسان جي اندر ۾ هزارين جبريل آهن
سؤ مسيح جانور جي پولار ۾ مخفي آهن
هزارين احمد جسم جي اندر ۾ آهن
رباني گنج نانگ جي جسم ۾ مخفي آهن
توڙي خاڪ جي شڪل عنبر واري آهي
اندر ۾ نوراني صفات واري آهي.

## بيت

هو ناهي هن ري، هي نه اُنهون ڌار
الانسان سري و انا سِره، پُرجهج هيءَ پچار
ڪندا ويا تنوار، عالم عارف اهڙي.

## حڪايت

مراقبي جي حالت ۾ ويهندڙ بيبي رابعه بصري قلندري قدس سرها کي عرض ڪيائون ته: ڪهڙو نه چڱو ٿئي، جي تون باغن جي نون ڦٽل ٻوٽن جو ڇهچٽو ڏسين؟ يعني گل گلڪاري ۽ نازبوءِ جهڙا قدرتي ڪرشما ”الله جي رحمت جي آثارن کي ڏسو“ جي حڪم موجب سر ڪڍي ڪاريگريءَ جو رنگ روپ ڏسي جيڪر عبرت جي اک کولين؟ پاڻ فرمايائين: اي ظاهري حسن جا ديوانؤ! ۽ انهيءَ سونهن جا مستانؤ! هڪ پيرو اندر اچي وجو ته ڪاريگر کان منهن هٽائي، ڪاريگري ڏانهن نه ڏسندؤ! ڪنت ڪنزاً مخفيا (آءُ هڪ مخفي خزانو هوس) کي مَن عَرَفَ نَفسَہ فَقدَ عَرَفَ رَبَہ (جنهن شخص پنهنجي دم کي سڃاتو، تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو) جي ڪنجيءَ سان کولي ڏسو ته حقيقي بادشاه جي درگاهه ۾ حقيقي محبوب جي مشاهدي جو جلوه گاه ”فاحببت ان اعرف فخلقت الخلق“ (مومن جو قلب الله تعالى جو عرش آهي) جي حڪم موجب انسان کان سواءِ ٻئي هنڌ نه آهي.

فارسي متن

# درجہ بیستم

## در صفت جوهر حقیقت انسان و علوّ رتبہ خلیفہ رحمانی

**آیت**

قال الله تعالی جل جلالہ و عم نوالہ:

لقد خلقنا الانسان في احسن تقويم.

**(پ-30:س-تین: ع-20)**

**حدیث**

عن اَبي هريره رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله ﷺ:خلق الله آدم علی صورتہ.

**(متفق علیہ)**

**مثنوي**

گنج مخفي بُد ز پُرّي چاک کرد

خاک را تابان تر از افلاک کرد

گنج مخفي بُد ز پُري جوش کرد

خاک را سلطان اطلس پوش کرد

ره پدید آمد چون آدم شد پدید

زو کلیدِ هر دو عالم شد پدید

## بيت

آدم ڪَل الله جي، آه جليلي جاءِ،
ڪعبو اهوئي آه، ڪوهه نه پوڇين پوڇيا.

## حکايت

منقول است که چون طينت فخر محبت آدم عليه السلام برشحات سحات رحمت خالق الانام صورت تخمير يافت ودست قدرت سرمدي بحکم ”خمرت طينة آدم بيدي“ روايت وجود ملائک مسجودش رابه عرصه احسن تقويم بر افراخت سالک سبيل ملامت و حامل بار غرامت، تاجر متاع تذليل داغدار ازل عزازيل باهفتاد هزار فرشته بجهته نظاره تصوير آن قدسي سر رشته بر زمين آمده و بقوت لطافت در قالب مجوف آن هيئت مشرف ساري شده بعده بجود تقديس وجود اطلاع داد که داخل اين پيکر ابداع منظر جز بچيزتهي درون منظور نگرديد مگر گنبذي بي در که مظنون کرامت، متوافر و محسوب رحمت متکاثر است، در جوف کالبوش بنهجي معمور است که دست مدرکه چون من هشيار ازان بستان سرائ اسرار گلهاي

مدخل زنهار نچيد بلک شامہ خيال رائحه کيفيت آن گلدستہ حکمت نشميد، زيرا کہ غيرت الاهي پيرامون آن مرکز راز نامتناهي خط "اِني اَعلم مالا تعلمون. " (2.30) کشيده است و آن خلوت خاص و پرده گاه اخلاص را بحکم اَلقب حَرَمُ الله حَرّمَ الله ان يّلج فيہ غيرۃٌ بجهتہ ما وايُ کبرياءِ خود گزيده.

سنڌي ترجمو

# درجو ويهون

## انسان جي حقيقي جوهر ۽ رحمان جي وڏي شان واري خليفي جي صفت ۽ ثنا ۾.

**آيت**

اسان انسان کي تمام سهڻي صورت ۾ خلقيو آهي.

**(پ-30:س-تين: ع-20)**

**حديث**

ابو هريره رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلى الله عليه وسلم الله آدم کي پنهنجي صورت تي خلقيو آهي. **(متفق عليہ)**

## مثنوي

مخفي گنج هو، پر جي پرجي نروار ٿيو
خاڪ کي آسمان کان به روشن ڪيو
مخفي گنج هو، پرجي پرجي جوش ڪيائين
خاڪ کي ريشم پوش سلطان ڪيائين
جڏهين آدم پيدا ٿيو، تڏهين رستو کليو
انهيءَ کان ئي ٻنهين جهانن جي چاڀيءَ جو ظهور ٿيو

## بيت

آدم ڪَل الله جي، آه جليلي جاءِ،
ڪعبو اهوئي آه، ڪو ه نه پوڇين پوڇيا.

## حڪايت

بيان ٿيل آهي ته جنهن وقت الله تبارڪ و تعالى حضرت آدم عليہ السلام جي مبارڪ مٽيءَ کي پنهنجي قدرتي هٿن سان هن فرمان موجب ڳوهيو ته آدم جي مٽيءَ کي مون پنهنجي هٿ ڳوهيو ۽ تمام حسين صورت جو صاحب، ملائڪن جي مسجود جي وجود جو جهنڊو بڻائي کڙو ڪيو، ته ان وقت شيطان جنهن کي ملامت جي رستي جو

ويندڙ، براين جو بار کڻندڙ، ذليل واپار جو وڻجارو ۽ ازلي داغدار يعني عزازيل جي لقبن سان سڏيو ويو آهي، ستر هزار فرشتن سان، ان پاڪ ۽ موهڻي صورت کي ڏسڻ لاءِ زمين تي آيو ۽ خود داد طاقت سان آدم عليہ السلام جي اندر گهڙي ويو ۽ اندريون نظارو ڏسي واپس وري فرشتن جي پاڪ جماعت کي ٻڌايائين ته مون اندر هڪ گنبذ ڏٺو، جنهن کي ڪو به دروازو ڪونه هو، سمجهه ۾ ائين آيو ته هن ۾ ڪو وڏو اسرار جو خزانو پرپور آهي. گهڻي ڪوشش ڪيم ته ڪنهن طرح ڪجهه واقف ٿيان پر ڪجهه به ڪين ٻڌيو. اوچتو منهنجي نظر وڃي هنن لفظن تي پيئي، جيڪي ان گنبذ تي لکيا پيا هئا. ”اِني اعلم مالا تعلمون“ يعني مخفي خزاني جي راز جي صرف مون کي ئي ڄاڻ آهي. وري ٻئي هنڌ هي لکيل نظر آيو ” القلب حرم الله حرم الله ان يلج فيہ غيره“ يعني الله تبارڪ و تعالى جي حرم سراءِ آهي، ان ۾ ٻئي جو اندر داخل ٿيڻ، الله حرام ڪري ڇڏيو آهي.

فارسي متن

# درجہ بیست ویکم

## در تحصیل و عمل تقریب حق عزوجل

### آیت

قال الله تعالی جل جلالہ و عم نوالہ:

مثل الذین حملو التّوراۃ ثم لم یحملوھا کمثل الحمار یَحمِل اسفاراً

**(پ-28:س-جمعۃ: ع-1)**

### حدیث

عن الحسن البصري رضي الله تعاليٰ قال العلم عِلمانٌ فعلمٌ في القلب فذالک العلم النافع و علمٌ علي اللسان فذالک حجۃ الله عز و جل علی ابن آدم . **(رواہ الدارمي)**

### مثنوي

علم چون بر دل زني یاري شود
علم چون بر تن زني باري شود
علم نبود غیر علمِ عاشقي
ما بقيٰ تلبیس ابلیسِ شقي
دفترِ صوفي سوادِ حرف نیست
جز دلِ اسفید همچون برف نیست.

**بيت**

اکر پڑھ الف جو، ورق سپ وسار
اندر کڻي اجار، پنا پڑھندين ڪيترا.

**حکايت**

از مخدوم محمد عارف سيوستاني قدس سره مروي است کہ سلطان العلماءَ علامتہ الوريٰ موسسِ اساس معقول و معاني مولانا سعد الدين تفتازاني، وقتي بخدمت سراپا معرفت ساقي محفل عرفان سرمست ساغر وجدان منفي تعين دوري مثبت اطلاق حضوري مولانا قاضي حميد الدين ناگوري قدس سره مشرف شده بعرض رسانيد. ترقب دارم کہ از علوم قلبي و فيوض وهبي بدين مستوقد نور روحاني و مقتبس ضياءُ سبحاني حرفي زني و مشکواة صدر و زجاج قلب اين سراپا طلب را بايقاد مصباح سرّ منور کني. فرمودند معلوم باد کہ نتائج علوم ظاهره نسبت بدان رموز طاهره بمشابہ موم است بمقابلہ عسل و حصول اين مدعا نسبت بہ تحصيل ماسوا بسا

مشكل، نخستين نائره عشق و مستي بد آنقدر التهاب يابد كہ موم شعور كلّي براه اجمال شتابد و آتش وجد الستي چنان شعلہ افروزد كہ عقول همگي را خرمن بسوزد انكاه تنک سينہ طالب بي كينہ مالا مال انگبين فيوضات لدني شود، و خم صدور مشتاق حضور لبريز شهد حالات سلوني گردد، پس اگر افتطاعت انقياد امر قطع القارين فصل الصوفين داري، وزمام اختيار بقبضہ اقتدار ”موتوا قبل ان تموتو“ سپاري بحكم مضمون اعجاز مشحون اهل الجنة بُلہٌ تكاور همت بشاهراه بي خودي بران والا قدم از صراط مستقيم هُدی شريعت غرا مجنبان. علامہ افتاءَ مسائل را كافي مهمات انگاشتہ رايت رندي در ميدان آرزو مندي نافراخت، و بفوز عظيم ”والذين اُوتوالعلم درجات“ (المجادلة 58.11) قانع گشتہ بباده كشي پيمانہ احديت نہ پرداخت.

سنڌي ترجمو

## درجو ايڪيهون

**عمل ۽ الله تبارڪ و تعالیٰ جو قرب حاصل ڪرڻ آيت**

جن ماڻهن کي توريت کڻايو ويو (عمل ڪرڻ لاءِ ڏنو ويو) پوءِ اهو نه کنيائون (انهيءَ تي عمل نه ڪيائون) تن جو مثال گڏه جي مثال وانگر آهي، جو بار کڻي ٿو.

**(پ-28:س-جمع: ع-1)**

**حديث**

حسن بصري رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي: فرمايائين ته علم ٻن قسمن جو آهي. هڪ علم قلب ۾ آهي، اهو نفعو ڏيندڙ آهي ۽ ٻيو علم زبان تي آهي، ا هو الله تبارڪ و تعالى جو آدم جي اولاد تي حجت آهي.

**(رواه الدارمي)**

**مثنوي**

جيڪڏهن علم دل تي رکندين ته مدد ڪندو
جيڪڏهن علم جسم تي رکندين بار ڪندو
عاشقن جي علم کان سواءِ ٻيو علم ڪو علم نه آهي
انهيءَ کانسواءِ جيڪي آهي،سو بدبخت ابليس جو فريب آهي
صوفيءَ جو دفتر ڪارا حرف نه آهن
برف وانگر صاف کان سواءِ ٻيو نه آهي

## بيت

اکر پڙھ الف جو، ورق سڀ وسار
اندر ڪٽي اجار، پنا پڙھندين ڪيترا.

## حڪايت

مخدوم محمد عارف سيوهاڻي کان روايت آهي ته: سلطان العلماءَ علامہ لورى، سياڻپ ۾ صحت جي صاحب مولانا سعد الدين تفتا زاني هڪڙي وقت سراسر معرفت، وجد جي ساغر جي سرمست، عرفان جي محفل جو ساقي، دوريءَ کي دفع ڪندڙ ۽ وحدت جي مشاهدي کي اثبات ڪندڙ مولانا قاضي حميد الدين ناگوري جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو ته: مون کي اميد آهي جو اوهان قلبي، روحي عطا ٿيل فيضن ۽ برڪتن جي علمن مان ڪجھ ٻڌائي، هن طالب جي اعتقاد کي خداداد فيض سان منور ڪندئو. پاڻ فرمايائون ته: اوهان کي معلوم هجي ته ظاهري علم، طاهر ۽ پاڪ علم جي اڳيان ائين آهي جيئن موم بتي ۽ صرف زباني دعوى سان حقيقت جي ماکي حاصل ڪرڻ، غير وجائڻ کان سواءِ مشڪل آهي،

تنهنڪري پهريون عشق جي باھ ۽ مستيءَ جي باھ جا
ايترا اُلا گهرجن، جيڪي عقل جي موم کي پگهرائي ڇڏين
۽ السـتي جذبي جي باھ اهڙا شعلا هڻي، جو عقل جو
سمورو ڍير ۽ ڍيڳ جلي ۽ سڙي وڃي. انهيءَ کان پوءِ
طالب جو صاف ۽ بي ڪينه سينو لدني فيض جي ماکيءَ
سان ڀرپور ٿيندو ۽ مشتاقن جي سيني جو ٿانءُ ”سلوني“
حالات جي ماکيءَ سان ٽِپا ٽِپ ٿي پوندو.
جيڪڏهن پڙهندڙن کان پاڻ ڇليو ۽ صوفين سان پاڻ ڳنڍيو
جي فرمان موجب ائين ڪرڻ جي طاقت اٿئي؛ ۽ اختيار
جي واڳ ” مرڻ کان اڳ مرو“ جي حڪم موجب بي
خوديءَ جي پڪي رستي تي پاڻ کي آڻي ۽ معزز شريعت
جي صراط مستقيم جي رستي تان قدم نه هٽائجانءِ. مفتي
عالمن گهٽن مشڪل مسئلن کي ڇڏي، رندي رمز جو علم،
طلب جي ميدان ۾ ڪڙو ڪيو آهي ۽ ”جن کي علم ڏنو
ويو“ جو وڏي ڪاميابيءَ جي شيءِ آهي، سي درجات کان
پاسو ڪري احديت جي شراب جي پيالي پيئڻ کان سواءِ
ٻئي پاسي ڌانهن نه وريا.

فارسي متن

## درجہ بیست ودویم

## <u>در ترک حب دنیا وطلب قربِ مولیٰ</u>

**<u>آیت</u>**

آرضیتم بالحیواۃ الدینا من الاخرۃ، فما متاع الحیواۃ الدنیا في الاخرۃ اِلاّ قلیل.

**(پ-10:س-توبہ: ع-6)**

**<u>حدیث</u>**

عن ابن عمر رضي اللہ تعالیٰ قال اخذ النبي صلی اللہ علیہ وسلم ببعض جسدي فقال کن في الدنیا کانّک غریبٌ او عابر السبیل وُعدُ نفسک من اصحاب القبور.

**(رواہ البخاري)**

**<u>مثنوي</u>**

اي کہ صبرت نیست از دنیايُ دون

صبر چون داري زنعم الماهدون

اي کہ صبرت نیست از پاک و پلید

صبر چون داري ازان کِت آفرید

اندک اندک خويُ کن بانور روز

تا چون خفّاشي نماني بیفروز

## بيت

ٺڳ ويهج نه ٺڳجي، ٺيرهيءَ پاس ٺري
ٻيلن ساڻ ٻري، مُنهن پٺي مريج تون.

## حڪايت

وقتي سرمست شراب لدني و نغمہ سرايُ رباب ارني سر جلوه نور قديم حضرت موسى كليم على نبينا و عليہ السلام من الله العظيم بشرف مكالمہ محبوب بي نشان مشرف بود سامعہ روحاني آشيفتہ كلام رباني صدايُ بي كيف بي جهتہ سبحاني شنود كہ بجانب فلان كہ مجذوب حبالہ وجدان و سر خوش باده عرفان است، قدم رنج بيفرمائي و بطريق ميانچي ميان ماو او مصالحہ نمائي، صاحب يد بيضا مامور فَاضّرب بعصا دولت چار چشمي درويش وجد كيش حاصل نموده ابلاغ پيام مصالحہ نظام فرمود متحير مشاهده جمال اظهار نمود كہ بسمع اين دل شده حيرت زده رسيده امت كہ شاهد بيچون ذات والا صفات خود را برحمان و رحيم مسمى گرانينده و نيز نقش خلقت نار جحيم بر لوح فطرت كشيده از ممر ثبوت اين دو

ضد خدشہ بي حد در دل من راه يافت و فكر من در تنگناي ذبذبہ شتافت حاليا مصالحہ منحصر بر ثبوت احد الامرين است و رفع مناقشہ موقوف بر نفي احدالضدين سلطان ملک لم يزل رسول مکمل را اعلام نمود والهام فرموده کہ اين مجر معتزل مخزن سر ازل را همراه خود بعمرانات ببر و باتفاق اين بيخبر از عالم شر بسر وقت شاغلان دنياي دورن پرور بگذر ماعد مصاعد طور عارج معارج نور بفرمان حضور عجائب ظهور بصحابت آن مستور اتحاد دستور وارد معموره گشتہ بر سر زمره تاجران محجور کہ اسبيل تجارت "تنجيكم من عذاب اليم" بغايت دور و از باده "و ماالحيواة الدنيا الا متاعُ الغرورَ" مخمور بودند مرور نمود، عنقاي قاف تجريد و شهباز آشيانہ تفريد چون چشم بحال بُعد مالَ آن محجوبان مشاهده ذوالجلال كشود خود بخود بصلح رضا داد و زود تر زبان بکشاد کہ اي بار خدايا عذر تجاسر اين ذرہُ احقر بيذير و بجهتہ تعذيب اين سفيهان کہ موصوف بصفت "اِستحوَذُ عليهم الشيطان" اند، هزار كوره نيران آماده گير کہ ايثار مودت "وهو معكم اينا كنتم" بتلاقي منعم يكدم کہ ناشي تحسر دايم است شاغل اند و از

استرباح ابدي و منافع طلبي سرمدي بتجارت ”خسر الدنيا و لآخرة“ مائل.

سنڌي ترجمو

## درجو ٻاويهون

**<u>دنيا جي محبت کي ترک ڪرڻ ۽ الله جي قرب جو طالب ٿيڻ</u>**

**<u>آيت</u>**

اوهان آخرت جي بدران دنيا جي حياتي سان راضي ٿيا آهيو ڇا؟ حالانڪ دنيا جي حياتيءَ جو مال متاع آخرت (جي مقابلي) ۾ هڪ ٿورڙي چيز آهي.

**(پ-10:س-توبہ: ع-6)**

**<u>حديث</u>**

ابن عمر رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي، فرمايائين ته نبي صلی اللہ علیہ وسلم منهنجي جسم جي حصي کي وٺي فرمايو ته تون دنيا ۾ ائين رھ ڄڻ ته غريب يا واٽهڙو مسافر آهين ۽ پاڻ کي قبر وارن مان شمار ڪر.

**(رواه بخاري)**

## مثنوي

توکي خسيس دنيا کان صبر نه آهي اي انسان
دوزخ جي باھ کان صبر نه آهي اي انسان
توکي پاڪ ۽ پليت کان صبر نه آهي اي انسان
ته پنهنجي پالڻهار کان صبر ڪيئن ڪندين اي انسان
ٿورو ٿورو ڪري پاڻ کي ڏينهن جي نور تي هيراءِ اي انسان
ته بي نور چمڙي وانگر نه رهجي وڃين اي انسان.

## بيت

ٿڳ ويهج نه ٿڳجي، ٿيرهي پاس ٿري
ٻيلن ساڻ ٻري، مُنهن پٽي مريج تون.

## حڪايت

هڪڙي وقت حضرت موسی ڪليم الله عليہ السلام کي الله تعالی سان ڪلام ڪرڻ جو شرف حاصل ٿيو. کيس فرمان ٿيو ته فلاڻي طرف وجد پريو مجذوب ۽ معرفت جي شراب جو سرمست آهي، تنهن ڏانهن وڃي ڪري، انسان ۽ انهيءَ جي وچ ۾ دلال بڻجي صلح ڪراءِ. موسی عليہ السلام فرمان موجب سرمست درويش وٽ حاضر ٿي، پاڻ ۾ ٿاھ

ڪرائڻ جو پيغام پهچايو. تنهن تي مشاهدي جي مت واري درويش فرمايو ته مون کي هيءَ خبر ٻڌڻ ۾ آئي آهي ته بي مثل ذات ۽ صفات جي محبوب پاڻ تي ’رحمان‘ ۽ ’رحيم‘ به نالو رکايو آهي ۽ مخلوقات کي دوزخ جي باهه ۾ ساڙڻ جو حڪم به جاري ڪيو اٿس، سو انهن ٻن ضدن منهنجي دل ۾ وڏو خدشو پيدا ڪري وڌو آهي! تنهنڪري منهنجي ٿاهه جو دارو مدار ٻنهي ضدن مان هڪ کي نفي ۽ گم ڪرڻ تي آهي. الله تعالى موسى عليہ السلام کي الهام ذريعي فرمان ڏنو ته هن مستاني فقير کي پاڻ سان گڏ ڪنهن آباديءَ ڏانهن وٺي وڃ ۽ اهڙا شخص ڏيکارينس جيڪي خسيس دنيا جي ڏي وٺ ۾ ئي شاغل آهن.
”دنيا جي حياتيءَ جو مال متاع صرف دوکي بازي آهي. ”جي واپار ۾ اهڙا مخمور ۽ مست آهن، جو ”اوهان پاڻ کي ڏکوئيندڙ عذاب کان بچايو“ جي فرمان کان بلڪل دور ۽ حجاب ۾ پيل آهن. لا مڪاني درويش جڏهن هنن کي الله تعالى جي مشاهدي کان بلڪل پري ۽ حجاب ۾ پيل ڏسي پنهنجو پاڻ راضي ٿي پيو ۽ عرض ڪرڻ لڳو ته: اي خدايا! مون کي پنهنجي غلطيءَ جي معافي ڏي ۽ ”انهن شخصن تي شيطان غالب آهي“ جي صفت سان موصوف

آهن، اهڙن نالائقن کي هڪ عذاب نه بلڪ انهن واسطي باهه جا هزار ڪورا تيار ڪر، چو ته اهي ماڻهو”اوهان جتي به هجو اتي الله اوهان سان گڏ آهي“ جي هميشه واري نعمت کي ڇڏي هر وقت نڪمي شين ڏانهن شاغل آهن؛ ۽ ”انهن کي دنيا ۽ آخرت ۾ نقصان آهي“ واري واپار ڏانهن مائل آهن.

فارسي متن

## درجہ بيست وسيوم

**<u>در تاكيد و بكاءُ تحصيل صفائى</u>**

**<u>آيت</u>**

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ:

اَفَمِن هٰذا الحديثِ تَعجَبُون وَ تَضحَكُونَ وَلا تُبكُونَ وَ اَنتُم سامِدُونَ. (آيات 59 اليٰ 61)

**(پ-27:س-نجم: ع-3)**

**<u>حديث</u>**

عن عقبة بن عامر قال لقيت رسول الله صلى الله عليه وسلم فقلت ما النّجاة قال املک عليک لسانک و ليسعک بيتک و اَبک على خطيئتک.

**(رواه احمد و الترمذي)**

## مثنوي

تو کہ یوسف نیستي یعقوب باش
همچون او در گریہ و آشوب باش
تا نگرید طفل کي جوشد لبن
تا نگرید ابر کي خندد چمن
آشک کان از بهره او بارند خلق
گوهر است و اَشک پندارند خلق

## بيت

کل تڏهن جڏهن کٿين، تهان اڳي رو
اجان مٿي تو، ٿي پورا پل ٿئي.

## حکايت

درویشي بُکاءَ یعقوبي داشت و تخم اشک در مزرعہُ محبت میکاشت، دوستدارش گفت کہ بہ این قدر گریستن قوت باصره بحالت اصلي نماند و چنین جریان آبدیده چراغ بصارت را فرو نشانده پویان بادیہ مجاهده و جویان جلوهُ مشاهده باسینہ بریان و دیده گریان فرمود کہ عاقبت

الامر از احد الامرين خالي نخواهد بود يا گل مشاهده خواهم چيد يا خار حرمان در پائي رجا خواهم خليد، پس اگر دولت ديدار نصيب اين هوادار سراپا انتظار گرديد و شامۀ روحي لائحۀ وصال از پيرهن يوسفي شميد در حال لائحۀ جمال آن شاهد روشن خيال دفع تيرگي دل و ديده اين محنت كشيده خواهد فرمود و رفع ظلام از بصيرت و بصارت اين مستهام تواند نمود و اگر چشم اميد اين منتظر نويد از نظاهره آسر جلوه جاويد مايوس ماند و بلبل ترقب اين مترصد جان بلب در قفس حرمان و تغب محبوس از ديدن اغيار كوري بهتر و از مواصلتۀ ما سوا مهجوري خوشتر.

سنڌي ترجمو

# درجو ٿيويهون

**<u>تيسين رڙ ۽ رو، جيسين سينو صاف ٿئي</u>**

**<u>آيت</u>**

اوهان هن (هولناڪ ڏينهن جي) ڳالھ کان تعجب ڪريو ٿا
چا؟ ۽ کِلو ٿا ۽ روئو نٿا.

**(پ-27:س-نجم: ع-3)**

**<u>حديث</u>**

عقبه بن عامر فرمايو ته مون رسول الله صلى الله عليه وسلم کي ڏنو. پوءِ عرض ڪيم ته نجات ۽ ڇوٽڪارو ڪهڙي شيءَ ۾ آهي؟ پاڻ فرمايائون ته پنهنجي زبان پنهنجي قبضي ۾ رک، پنهنجي خطائن ۽ گناهن تي روءُ

**(رواه احمد و الترمذي)**

## مثنوي

جي تون يوسف نه آهين ته يعقوب هج
اُن وانگر هميشہ روڄ راڄي ۾ هج
جيستائين ٻار نه روئندو تيستائين کير جوش ۾ نه ايندو
جيستائين ابر نير نه وهائيندو تيستائين چمن نه کلندو
جيڪي شخص انهي واسطي نير وهائن ٿا
سي گوهر آهن ۽ ماڻهو ڳوڙها سمجهن ٿا.

## بيت

ڪل تڏهن جڏهن ڪٿين، تهان اڳي رو
اجان مٿي تو، ٿي پورا پل ٿئي.

## حڪايت

هڪڙو درويش روئڻ ۾ يعقوب صفت هو ۽ محبت جي زمين ۾ نِيرن جو ٻج پوکيندو رهيو. تنهن تي دوستن چيس

ته:ايڏي روئڻ ڪري اک جي قوت اصلي حالت ۾ نه رهندي، انهيءَ طرح ڳوڙهن وهائڻ ڪري اکين جو نور وسامي ويندو. جهاد جي ميدان ۾ ٻوڙندڙ، مشاهدي جي جلوي کي ڳوليندڙ سينه بريان ۽ ديده گريان درويش چوڻ لڳو ته ٻن ڳالهين مان آخر هڪ ته ٿيندي، يا مشاهده جا گل حاصل ڪندس يا نا اميديءَ جو ڪنڊو اميد جي پير ۾ ڪائيندس، سو جيڪڏهن سراسر منتظر مشتاق کي ديدار جي دولت نصيب ٿي ۽ وصال جي خوشبوءِ، يوسف جي پهراڻ مان منهنجي دماغ کي پهتي ته انهي روشن خيال محبوب جي هبڪار، هن ڏکويل جي ديد ۽ اک جي ڏنڌ کي دفع ڪري ڇڏيندي ۽ وسوڙيل جي دل ۽ اک تان هر قسم جون اونداهيون هٽي سگهنديون، پر جيڪڏهن هن دائمي ديدار جي منتظر اک مايوس رهي ته آخري پساه رکندڙ اميدوار بلبل، نا اميدي جي پڃري ۾ ۽ ڏکن جي بنديخاني ۾ بهتر آهي. غير جي ڏسڻ کان ۽ الله کان سواءِ ٻين جي ميل ميلاپ کان مهجور ۽ وڇوڙيل سٺي آهي.

فارسي متن

# درجہ بیست و چہارم

## <u>در حصول صفائي سینہ و انقلاع بناءُ کینہ</u>

**<u>آیت</u>**

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ:

و نزعنا مافي صدورهم من غل تجري من تحتهم الانهار.

**(پ-8:س- اعراف: ع-5)**

**<u>حدیث</u>**

عن آنس رضي الله تعاليٰ قال قال رسول الله صلی الله علیہ وسلم: یا بُنَيّ ان قدرت ان تصبح و تمسي و لیس في قلبک غش الاحد فافعل ثم قال یا بُني و ذالک فن سنتي فمن احب سنتي فقد احبني و من احبني کان معي في الجنة.

**(رواه الترمذي)**

**<u>مثنوي</u>**

آئینہ کز زنگ آلایش جدا ست
پر شعاع از نور خورشید خدا ست
آئینہ دل چون شود صافي و پاک
نقشها بیني برون از آب خاک

هم بہ بيني نقش و هم نقاش را
فرش دولت را وهم فراش را.

## بيت

صوفيّ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وجود جو
تهان پوءِ ٿيو، جيئري پسڻ پرينءَ جو

## حڪايت

شيري درنده هر روز جانوري بچنگ مي آورد و هر صباح حيواني بہ وظيفہ مي بُرد روبهي حيلہ ساز در بارگاه حضرتش قدم جرئت نهاده بعرض رسانيد و دليرانہ پيش آمده يكران اظهار در مضمار بيان دوانيد كہ اي سرير پيرايُ كشور شهامت و رونق افزايُ افسر كرامت، در قلمرو بندگان عالي شان شير ديگر پُر شور باغي مغرور از جاده راستي دور دست تطاول بخون ما سايہ پروردگان عطوفت لم يزل دراز دارد باوجود تسلط عاليہ حضور صدمت ظهور دمار از روزگار حيوانات برمي آرد، هزبر دران بغر و دلاوري در ضمن حيلہ گري و

بهانہ وري جامہ مفالات سرسري پي نبرده سراغ طلب مقران سرمايہ شورو شفب گرديد. روبه ذو فنون دليل آن جهالت مشحون گشتہ برسر چاهي رسيد و قرار گاه آن شرارت انتباه درچاه عرضداشت. ليث خشم آگين چون نظر دهشت آئين بہ آب فرو گماشت عكس خود را تماشا گره (كرد؟) دشمن خود پنداشت چندان كہ بركناره بيرصولت و جملہ مي آورد بہ همان و تيره از شير سلفي نظاره ميكرد تا كہ عرق حسد وي بحدي متحرك گرديد كہ خود را از ”شَفا حفرَةٌ من النار“ بزير انداخت بحكم فحوائي تهديد انتمائي ”لهم اعينٌ لايُبصرون بها“ خود را از ديگري نشناخت.

# درجو چوويهون

## ڪيني ۽ غير جي عمارت کي پاڙئون پٽي، سيني جي صفائي حاصل ڪرڻ

**آيت**

جو ڪجھ انهن جي سينن ۾ غير ۽ غبار آهي، سو اسان ڇڪي ڪڍي ڇڏيوسون.(هاڻي) انهن جي (محلاتن) هيٺان نهرون وهن ٿيون. (7.43)

(پ-8:سورة- اعراف: رکوع-5، آية 43)

**حديث**

انس رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته: مون کي رسول الله ﷺ فرمايو ته اي ٻچا! جيڪڏهن توکي صبح ۽ شام ڪرڻ جي طاقت آهي (ته هن طرح سان ڪر) جو تنهنجي دل ۾ ڪوبه حجاب ۽ غير خيال نه اچي، ائين ڪري ڏي. پوءِ پاڻ فرمايائون ته: اي پٽ! اها منهنجي سنت آهي، سو جنهن شخص منهنجي سنت سان محبت رکي، تنهن يقيناً مون سان محبت رکي آهي، ۽ جنهن مون سان محبت رکي آهي، سو مون سان گڏ جنت ۾ هوندو.

**(رواه الترمذي)**

## مثنوي

جو آئينو ڪٿ ۽ آلايش کان جدا آهي
سو خدائي سچ جي نور کان پُر شعاع آهي
جڏهن دل جو آئينو صاف ۽ پاڪ ڪندين
تڏهن خاڪ ۽ پاڻي مٿان نقشا ڏسندين
چٽ ته ڏسندين ۽ پڻ چٽيندڙ به ڏسندين
دولت جو فرش سهي ۽ فرش وڇائيندڙ به ڏسندين

## بيت

صوفيّ صاف ڪيو، ڌوئي ورق وجود
تهان پوءِ ٿيو، جيئري پسڻ پرينءَ جو. (شاهه)

## حڪايت

هڪ ڦاڙيندڙ شينهن ڏهاڙي هڪ جانور پنهنجي قبضي ۾ آڻيندو هو ۽ هر صبح جو هڪ حيوان کائڻ لاءِ ڪٽي ويندو هو. هڪڙي چالاڪ لومڙ جرئت رکي شينهن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ۽ دليريءَ سان پيش اچي بيان شروع ڪري ڏنو ته: اي دٻدٻي جي مُلڪ جا مالڪ! ۽ معزز آفيسرن جي رونق وڌائيندڙ! اوهان جي وڏي شان واري

حڪومت ۾ پُر شور باغي ۽ مغرور، حق جي راه کان دور، اوهان جي پاڇي ۾ هميشہ مهرباني هيٺ رهندڙن تي رت پيڻ لاءِ ظلم مچائي ڏنو آهي ۽ اوهان جي زبردست تسلط ۽ ضابطي هوندي اوهان جي جانورن مان ڪائي ٿو وڃي. مغرور زوراور شينهن، لومڙ جي چالاڪي ۽ بهاني بازيءَ ڏانهن ڪو ڌيان نه ڏيئي، وڏي شور ۽ گوڙ سان انهيءَ جي تلاش ۾ نڪري پيو. چالاڪ لومڙ انهيءَ جاهل مجهول شينهن کي هڪڙي کوه جي مٿان وٺي آيو ۽ انهيءَ شرير شينهن جو ڏس کوه جي تري ۾ ڏنائين. جڏهن ڪاوڙ پرئي شينهن، وهشت پري نظر پاٽيءَ ۾ هيٺ وڏي ته پنهنجو عڪس ۽ پاڇو ڏسي، ان کي پنهنجو دشمن سمجهيائين. کوه جي ڪناري تي جا به جنبش ۽ جولان ڪيائين ٿي، سو ساڳيو هيٺين شينهن کان ڏنائين ٿي، تان جو سندس حسد ۽ ڪينو اهڙي حد کي وڃي پهتو، جو پاڻ کي (قوله تعاليٰ) ”باه جي کڏ جي ڪناري“ (تي جو بيٺو هو ته) اُتان کٽي پاڻ کي هيٺ اڇلايائين. (قوله تعاليٰ) ”انهن کي اکيون به آهن ته به اُن کي نٿا ڏسن“ جي حڪم موجب پاڻ کي بيو ڪري سمجهيائين.

فارسي متن

# درجہ بيست و پنجم

## در ثبوت رويت سبحاني و حصول مشاهده نوراني

**آيت**

قالَ الله تعّالى جَل جلالہ: وَعَم نوالہ:

**وُجُوهٌ يّومئذ.نّاضرةٌ. (22) الى رَبِهّاَ ناظرة.(23)**

(پ-29:سورة القيامة 75:ركوع-1، آيات 22 ۽ 23)

**ءٌ**

## حديث

عَن جريرُ بن عبدالله رضي الله تعاليٰ قَال،

قَالَ رسول الله صلى الله عليه وسلم: **سَترون ربّكم عَيَاناَ.**

**(متفق عليہ)**

## مثنوي

چون شوي محرم كشايم با تولب

تابہ بيني آفتابي نيم شب

جز روانِ پاک اُو را شرق ني

در طلوعش روز و شب را فراق ني
خاصہ خورشيد حقيقت کان سري ست
روز و شب آثار او روشنگري ست

## بيت

پرتوو پنهونءَ جو، جهڙ جيئن جهالا ڏي
آءُ تنهن آريءَ کي، ونئو راه روئان گهٽو.

## حکايت

وقتي ملتسم تراب عتبہ خاندان سرگروه تابعان صادقان طالب صحبت مکمل تابعي وعبل رضي الله تعاليٰ از جناب ولايت نصاب شهسوار مضمار لدني غواص بحار سلوني تخت نشين ”هل اَتيٰ“ تاجدار لا فتی حضرت امير المومنين علي المرتضيٰ کرم الله وجهہ ورضي عنہ مسئيلت نمود. کہ حضور کرامت ظهور بشرف مشاهده جمال محبوبي کہ حجابہ النور وصف نقاب صفات اوست، و نکتہ لو کشفہ لَاَحرقت سبحات وجہ ما انتهی اليہ بصره من خلقة نشان تجليہ ذات او مشرف شده اند يا نه؟ فرمودند کہ اگر ديده مشتاق بہ انوار ديدار آن سر جلوه

اسرار روشن نشود، روح عشق فتوح بعبادت باري بدون لقايُ انواري نگردد و دل شيفته ساعتي قدم نهمت برجادهُ طاعت نه نهد، و فكر آشفته انفاس عزيز را بي حصول نظاره از دست ندهد بلكه قبله طاعت عاشقان جلوه جمال لا يزال ست و محراب عبادت واصلان پرتو جلال باكمال.

سنڌي ترجمو

# درجو پنجويهون

**سبحاني ديدار ۽ نوراني مشاهدي جي حاصلات جي ثبوت ۾ آيت**

اُن ڏينهن ڪيئي مُنهن پنهنجي رب ڏانهن نهاريندڙ خوش ۽ سرها هوندا.(75.22 و 23)
(پ-29:سورة القيامة 75:ع-1 آيات 22 ۽ 23)

**حديث**

جرير بن عبدالله کان روايت آهي ته، فرمايو رسول الله صلى الله عليه وسلم ته: اوهان پنهنجي رب کي ظاهر ظهور ڏسندؤ. (متفق عليه)

## مثنوي

توسان روح رهاڻ ڪندس جيڪڏهن تون محروم ٿي پوندين
تان جو تون منهنجي سچ کي اڏ رات جو ڏسندين
هو پاڪ روح ڪان سواءِ ٻئي هنڌ نه اُپرندو آهي
هن جي اپرڻ ۾ رات ڏينهن جو ڪو فرق نه آهي
اصل حقيقي سچ منهنجي سر ۽ اسرار جي کاڻ آهي
ڏينهن رات انهيءَ جا روشن ۽ نروار نشان آهن.

## بيت

پرتوو پنهونءَ جو، جهڙ جيئن جهالا ڏي
آءٌ تنهن آريءُ کي، وٺئو راه روئان گهڻو. (شاهه)

## حڪايت

هڪڙي وقت حضرت وعبل رضي الله تعاليٰ حضرت امير المومنين علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه کان سوال ڪيو ته سائينجن کي الله تعالى جو ديدار حاصل آهي يا نه؟ پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن مشتاق جي اک

محبوب جي ديدار کان روشن نه هجي ها ته محبوب جي ديدار کان سواءِ عشق جا انوار ۽ جهلڪارون ئي نه ڪلن ها ۽ عاشق جي دل طاعت جي راھ ۾ هڪ گهڙي به قدم رکي نه سگهي ها ۽ نظاري کان سواءِ پنهنجي پياري جان کي ديوانگيءَ جي فڪر ۾ نه وجهي ها، بلڪ عاشقن جي طاعت جو قبلو لا يزال جمال جو ديدار آهي ۽ وصل وارن جي عبادت جو محراب ڪامل جوش ۽ جلال جو مشاهدو آهي.

فارسي متن

## درجہ بيست و ششم

### در تاکيد مجاهده و تحصيل مشاهده

**آيت**

قال الله تعالى جلّ جلالہ و عم نوالہ:

و اَن) ليس لِلاِنسانِ اِلاَّ ماسَعى (39) وَ اَنَّ سَعيَہ‘ سَوف يُرى (40).

(پ-27:سورة النجم 53: رکوع-3، آيات 39 ۽ 40)

**حديث**

عن ربيعة بن ڪعب رضي الله تعاليٰ قال، ڪنت ابيت مع رسول الله صلى الله عليه وسلم فاتيتہ‘ بوضوءَ و حاجتہ، فقال لي سل

قلت اسالک مرافقتک في الجنةِ، قال او غير ذالک قلت هوذاک قال اعنئي علی نفسک بکثرة السجود.
(رواه مسلم)

**مثنوي**

کافرم من گرزيان کرده ست کس
در رهِ ايمان بطاعت يکنفس
درين ره مي تراش و مي خراش
تا دمي آخر دمي فارغ مباش
توبہ کن مردانہ رو آور بره
کہ فَمَن يعمَل بِمثقال يَرَهُ.
(رجوع قوله تعاليٰ ”فمن يعمل مثقال ذرة خيرا يره..)
سورة الزلزال

**بيت**

آگم ڪيو اچن، سچڻ ساوڻ مينهن جان
پاسي تن وسن جي، سپ ڇماندر سِڪيا.

**حکايت**

در لطائف معنوي مسطور است کہ جناب معذلت نصاب امير المؤمنين عمر بن خطاب رضي الله تعاليٰ بعد از وفات حضور سراپانور صداقت ظهور عشيق عتيق امير

المؤمنين ابي بكر الصديق رضي الله تعاليٰ صاحبہ اورا بعقد تزويج خود آوردند. چون بدر خلوت سرايُ وارد شدند از آن عقيقہ كيفيت مجاهده آن مستغرق درياىُ مشاهده كہ در وقت پردگي شب تاركہ پردگا ه وصال يار است مي نمودند پرسش كردند.

عصمت پناه مذكوره اظهار نمود كہ سايہ قدوم فيض لزوم بربساط بيت مي انداختند، سجاده مبسوط فرموده آغاز نماز كہ معراج عاشقان است مي ساختند ليكن در سجدۀ اولى چنان استغراق دست ميداد كہ تا طلوع صبح بحكم ’’واسجدو اقترب‘‘ در آن سجده مي ماندند و بعد از نصف شب تا برآمدن سحر از جگر سوز اثر آن پروانہ شمع شهود و شمع بزم وحدت وجود بويُ جگر كباب بزغالہ بمشام جوار كبار و صغار ميرسيد. چنان در روز مردم همسايہ خبر كباب نمودن جگر بزغالہ مي پرسيد چون صبح نشان ’’كيف مدالظل‘‘ مبرهن مي نمود وسامعہ ساطعہ وي صدايُ آذان كہ اعلام مشتاق باحضار محبوب با جسم و جان است مي شنود همايُ همت محويت نهمت ايشان ظل اقاقت باستخوان جسماني مي انداخت متوجہ بمسجد گشتہ تهيہ اداىُ آداب عبودت مي پرداخت.‘‘

چون فاروق اعظم عارف معظم رضي الله تعاليٰ خبر مجاهده آن فارس مضمار قدم اصفا نمود، عذر خواسته فرمود که مقصود من از ازدواج شما اطلاع برين مقدمه بود تا باعتصام اسوه حسنه صديق اکبر در مجاهده کوشيده سعادت ابدي حاصل کرده آيد ترصد که باستمساک چنين سجيه رضي الله تعاليٰ عنه شاهد ترقي رويُ نمايد.

سنڌي ترجمو

# درجو چويهون

## جان ٽوڙ ڪوشش ڪري مشاهدو حاصل ڪرڻ

**آيت**

نه آهي انسان لاءِ، مگر جيڪي سعيو ڪيائين

(يعني انسان جي ذمي صرف ڪوشش ڪرڻ لازم آهي) چاڪاڻ ته پنهنجي ڪوشش (جو نتيجو) هڪ وقت ڏسندو (پ-27:سورة النجم:ع-3)، آيات 39 و40)

**حديث**

ربيعه بن ڪعب رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته مون رسول الله صلي الله عليه وسلم سان رات گذاري هئي. پوءِ وٽن وضو ۽ ٻي ضرورت واسطي پهچي ويس. پوءِ مون کي پاڻ فرمايائون ته مون کان جو ڪجھ سوال ڪرڻو

هجئي سو ڪر. مون عرض ڪيو ته: اوهان سان جنت ۾ گڏ هجان؛ اهو سوال آهي. پاڻ فرمايائون ته ان کان سواءِ ٻيو به ڪجهه؟ وراڻيءَ ۾ چيم ته بس اهو عرض آهي. پاڻ فرمايائون ته منهنجي مدد ڪر پنهنجي نفس تي گهڻي کان گهڻن سجدن ڪرڻ جي (منهنجي ڪوشش نفس ڪشي ڪرڻ ۾ آهي، سو جيڪڏهن تون به منهنجي ڪوشش ۾ حصو وٺندين ته مون سان جنت ۾ گڏ هوندين. (رواه مسلم)

**مثنوي**

جيڪڏهين مان ڪنهن جو زيان ڪيو آهي
ايمان جي راه ۾ هڪ دم به اطاعت ڪندين ته مان ڪافر آهيان
هن راه ۾ ٻيو رڻهه ۽ ڪُرچيندڙ هُج
آخري دم تائين هڪ دم به فارغ نه هُجُ
مردن وانگر توبه ڪري گهڙي پئو راه ۾
چو ته ذري جيترو به عمل ڪندين سو ڏسندين راهه ۾.

**بيت**

آگم ڪيو اچن، سچڻ ساوڻ مينهن جان
پاسي تن وسن جي، سپ چماندر سڪيا.

## حڪايت

لطائف معنويءَ ۾ لکيل آهي ته عدل ۽ انصاف جي صاحب امير المؤمنين عمر بن خطاب رضي الله تعاليٰ سراسر نور ۽ صداقت ظهور قديمي عاشق حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ جي وفات کان پوءِ سندن حرمن کي نڪاح ۾ آندو. جڏهين اڪيلا ٿيا ته مجاهد مرد جي باري ۾، مشاهدي جي درياءَ ۾ غرق ٿيل جي شان ۾، ۽ اونداهين راتين ۾ يار جي وصال جي حقيقت پڇڻ لڳو. سندن پاڪ بيبي فرمائڻ لڳي ته جڏهين رات جو بسترو وڇائي سمهڻ جو وقت ٿيندو هو ته پاڻ مصلو وڇائي نماز شروع ڪندا هئا، جا عاشقن جي معراج آهي. پر پهرين ئي سجدي ۾ صبح صادق تائين ”سجدو ڪر ۽ قرب حاصل ڪر“ جي حڪم موجب استغراق ۽ محويت ۾ هليا ويندا هئا. اڌ رات کان پوءِ اَسر ٿيڻ سان، انهي شهودي شمع جي پرواني جي سڙيل جگر مان ۽ وحدت وجود جي محفل جي شمع جي سڙيل جگر مان، گابي جي ڪباب ٿيل جيري جي خوشبوءِ پاڙي وارن جي ننڍن وڏن کي اهڙي پهچندي هئي، جو ڏينهن جو پاڙي وارا ماڻهو ڪباب جي خبرچار پڇڻ ايندا هئا. جڏهين صبح جو نشان ”ڪيئن نه پاڇي کي پکيڙيائين“

جي حڪم موجب روشن ٿيندو هو ته اذان جي ٻڌڻ وقت، جا مشتاقن واسطي محبوب جي حضور ۾ جسم ۽ جان سان حاضر ٿيڻ جو اعلان آهي، ٻڌي سندن اعلى همت جي محويت جو هماءُ پڪي جسماني عضون ڏانهن ايندو هو ته مسجد ڏانهن متوجه ٿي عبديت جي آداب ادا ڪرڻ ۾ لڳي ويندا هئا.“

جڏهين فاروق اعظم ۽ عارف معظم رضي الله تعاليٰ انهي مجاهد مرد جي خبر ٻڌي ته معافي وٺي فرمائڻ لڳو ته: اوهان کي نڪاح ۾ آڻڻ جو مقصد اهو هو ته صديق اڪبر جي سهڻي چال جي مضبوط رسيءَ کي وٺي جدوجهد ۾ ڪوشش ڪري هميشہ واري سعادت حاصل ڪريان ۽ اميد اٿم ته اهڙي سهڻي، سدا ملوڪ ۽ مضبوط طريقي تي ترقي حاصل ٿيندي.

فارسي متن

## درجہ بيست و هفتم

## در و ثوق رجائي غفران و اهندام بنايُ حرمان

<u>آيت</u>

قَالَ الله تعالى جَلّ جلالہ وَ عَمّ نوالُہ:

قُل يا عِبادِيَ الذينَ اَسّرَفُوا على انفسهم لاتقنطوا من رحمةِ الله ان الله يغفروالذنوب جميعاً انہ‘ هو الغفور الرحيم.
(39.52) الزمر
(پ-24:سورة الزمر:رکوع-6، آية 53)

## حديث

عن ابي هريرة رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم:
لما قضي الله الخلق كتب كتاباً فهو عنده‘ فوق عرشِہٖ ان رحمتي سبقت غضبي و في روايت غلبت غضبي.
(متفق عليہ)

## مثنوي

سويُ تاريکي مرو خورشيدها ست
کوئي ناميدي مپو اميدها ست
هين مشو ناميد نور از آسمان
حق چون خواهد ميرسد دريک زمان
تو مگو مارا بدان شہ بار نيست
با کريمان کارها دشوار نيست

## بيت

عيبن سان ئي وچ، پيهي در دوستن جي

شک مژيئي پچ، سهچ ملندا سپرين.

**حکايت**

درحديث آمده است کہ دو تن از بني اسرائيل باهم مخالطت داشتند يمي انبار صدور باجناس فرط محبت يکديگرا نباشتندي ليکن يکي متعبّد بود و ديگر مبتدع، پسي وقتي عابد رفيق خود را از معصيت ورزي ممانعت کرد، و او اجدية رجائي بر زبان آورد تاکہ روزي زاهد عاصي را مرتک منهيات يافت، بسبب غيرت با او بسبيل زجر و توبيخ لساني شتافت غريق لجہ عصيان عرضداشت کہ عاقبت کار اين گنہ گار را برحمت آمرزگار بگزار و بدينيان چين اعتراض در ابرو مبار کہ ترا بجهة نگهباني مانہ فرستاده اند و رتق و فتق معاملہ اخروي بدست تو نداده اند.

عابد از آنجا کہ کلاه پنداري برسر داشت و قبايُ خود بيني در بربي رعايت ادب بر زبان آورد کہ قسم باسم منتقم قهار کہ نام چون تو هوا پرست در ديوان آمرزيد گان نہه خواهد نوشت و طينت چون تو مفسد باب رحمت نخواهد سرشت، پس چون متقاضي ازل بحکم پروردگار اجل نقد جان هردو بخزينہ بادشاه ابد و ازل حاضر آوردبخشايش الاهي

بمقتضايُ فحوايُ مرحمت انتهايُ ”قل كل يعمل و علي شاكلة“ مراحم و افيہ بحال آن اميدوار مصروف داشتہ نوشتہ سوءُ القضاءُ را بکزلک ”يَمحُوالله مايشاءُ“ ستردو رحمت نامتناهي موجب مضمون ترقب مشحون ”وسعت رحمتي كل شيءَ عواطف كافيہ دستگير افتاده گشتہ جان ترصد توامان ويرا مخاطب بہ الهام نوازش انجام ”فادخلي عبادي وادخلي جنتي“ گرديد، وزاهد خود بين عتاب انتقام نصاب فرموده پرسيد کہ خشنودي جناب رحمت مآب من موقوف بر رضائي تست و عطيہ درگاه مرحمت اشتاه من منحصر برعطائي تو.
گفت نـي. منتقم باري فرمان داد کہ اورا دركانِ اسفل السافلين داخل گردانند و درمعرکہ ”بيئس مثوى المُتكبرينَ“ نشاندند.

سنڌي ترجمو

## درجو ستاويهون

### ڪنهن به حالت ۾ نا اميد نه ٿيءُ

**آيت**

(منهنجي طرفان انهن کي) ٻڌاءِ ته اي منهنجا اُهي ٻانهؤ! جن پاڻ تي ظلم ڪيو آهي، ته اوهان الله جي رحمت کان نااميد نه ٿيو ڇو ته الله سڀ گناهه بخشيندو، ڇاڪاڻ ته اهو ئي بخشڻهار مهربان آهي.

**(پ-24:سورة الزمر:رکوع-6) آية 52**

## حديث

ابو هريره رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول اللهﷺ: جڏهين الله خلقڻ جو فيصلو ڪيو، تڏهين هڪ ڪتاب لکيائين پوءِ پنهنجي عرش مٿان پاڻ وٽ رکيائين، تحقيق منهنجي رحمت منهنجي غضب ۽ غصي جي اڳيان هوندي. (ٻي روايت ۾ آهي ته منهنجي غضب تي غالب هوندي ) **(متفق عليہ)**

## مثنوي

اونداهين ڏانهن نه وڃو سج آهن
نااميديءَ جي گهٽيءَ ڏانهن نه ڊوڙو اميدون آهن
اوهان آسمان جي نور کان نااميد نه ٿيو
جڏهين رب گهريو ته انهيءَ مهل پهچبو

تون ائين نه چئو اسان جو اعلى دربار تائين پهچڻ مشڪل آهي
ڪريمن اڳيان اهي ڪم ڪي ڏکيا نه آهن

## بيت

عيبن سان ئي وچ، پيهي در دوستن جي
شڪ مڙيئي پچ، سهج ملندا سپرين.

## حڪايت

حديث ۾ آيو آهي ته بني اسرائيلن مان به شخص هئا، جيڪي پاڻ ۾ ڏاڍا گهرا هئا ۽ گهڻي محبت جي ڪري هڪ ٻئي کان جدا نه ٿيندا هئا، پر هڪ عابد شخص هو ٻيو بدعتي ماڻهو هو. هڪڙي وقت عابد شخص پنهنجي دوست کي گناهن ڪرڻ کان روڪيو ته هن اميد پريا لفظ زبان سان ادا ڪيا. زاهد هڪڙي ڏينهن، انهيءَ گنهگار ماڻهوءَ کي وري اهي ڪم ڪندي ڏٺا جن کان ڪيس منع ڪئي هئائين، سو غيرت منجهان هن کي سخت گهٽ وڌ ڳالهايائين. گناهن جي درياءَ ۾ ٻڏل شخص عرض ڪيو ته هن گنهگار جي ڪم جي پڇاڙي بخشڻهار جي رحمت تي

ڪٽي ڇڏ، ۽ ايڏو منهن ۾ گهنڊ نه وجهه، توکي اسان جي نگهباني واسطي ڪونه موڪليو اٿس ۽ آخرت جو معاملو تنهنجي هٿ ۾ نه ڏنو اٿس. عابد اهڙي جاءِ تي هو، جتي ڪيس پائڻ ۽ خودبيني جي ٽوپي ۽ جبو پيل هو، سو ادب ۽ لحاظ ڇڏي چوڻ لڳو ته: انتقام ۽ بدلي وٺندڙ قهار جو قسم آهي ته (الله تعالى) تو جهڙي هوا پرست جو نالو بخشيل ماڻهن جي دفتر ۾ نه لکندو ۽ تو جهڙي فسادي مٽيءَ کي آب رحمت مان نه ڳوهيندو. پوءِ جڏهن پروردگار جي حڪم سان ملڪ الموت ٻنهي جو روح قبض ڪري الله جي حضور ۾ پيش ڪيو ته بخشڻهار خدا، (قل كل يعمل علىٰ شاكلته، سورة بني اسرائيل) ”اي محبوب چئي ڏي ته هر هڪ پنهنجي ڍنگ ۽ ڊول تي عمل ڪندو آهي“ جي فرمان موجب انهيءَ اميدوار جي حال تي رحم فرمائي ”جو ڪجهه چاهيندو آهي تنهين کي ميٺي ڇڏيندو آهي“ جي ڪلڪ سان ڍڪي ”منهنجي رحمت هر ڪنهن شيءَ تي پکڙجي ويندي آهي.“ جي ارشاد موجب، ڪريل شخص جي دستگيري ڪري حڪم ڏنو ته” تون منهنجن ٻانهن ۾ داخل ٿي وڃ“ جي فرمان موجب جنت ۾ داخل ٿي وڃ. خودبيني ۽ پاڻ کي ڏسندڙ زاهد کان سوال جواب پڇڻ لڳو ته خوشنودي ۽

رضا، تنهنجي رضا ۽ مرضيءَ تي ڇڏيل آهي ڇا؟ ۽ منهنجي عطا ۽ بخشش، تنهنجي عطا تي منحصر آهي ڇا؟ جواب ۾ چيائين، نه. انتقام ۽ بدلي وٺندڙ خدا فرمان ڏنو ته هن کي دوزخ جي هيٺاهين کان هيٺ واري طبقي ۾ وجهو ۽ ”هنيلن جو هنڌ تمام بڇڙو آهي“ جي هنڌ رکوس.

فارسي متن

**درجہ بيست و هشتم**

**در فضيلت مجاهدان بر قاعدان**

**<u>آيت</u>**

قالَ الله تَعالى جَل جلالہ وَ عَم نوالہ‘:

لاَ يَستَوِي القَاعِدُونَ مِنَ المُؤمِنِينَ غَيرَ اُولِي الضَّرَرِ وَالمُجاهِدُونَ فِي سَبِيلِ اللهِ بِاَموَالِهِم وَ اَنفُسِهِم فَضلِ اللهِ المُجَاهِدِين بِاَموَالِهِم وَ اَنفُسِهِم عَلي القَاعِدِينَ دَرجَةً... (4.95)

(پ-5:س-نساءِ:ع-13) آية 95

**<u>حديث</u>**

عن ابي هريرةء رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم: من آمن بالله و رسولہ و اقام الصلواة وصام رمضان كان حقاً علي الله ان يدخلہ الجنة، جاهدو في سبيل الله او جلس في ارض التي وُلد فيها.

قالو يا رسول الله صلى الله عليه وسلم افلا تبصر بہ الناس؟

قال ان في الجنة مائة درجةً، اعدها الله للمجاهدين في سبيل الله ما بين الدرجتين كما بين السماءِ والارض. و اذا سالم

الله ماسئلوا الفردوس فانہ‘ اوسط الجنة واعلى الجنة و فوقہ‘ عرش الرحمان ومنہ تفجر انهار الجنة:
(رواه البخاري)

**مثنوي**

دوست دارد دوست اين آشفتگي
كوشش بيهوده بہ از خفتگي
اندک جنبش بکن همچون جبين
تابہ بخشندت حواسِ نور بين
چون شگوفہ ريخت ميوه سرکند
چون کہ تن بشکست جان سربرکند

**بيت**

جفا وارن جس، جس جفا ري نہ ٿئي
مُٺي متان چڏئين، سندو گورن گس
ليڙن جو لطيف چئي، ڏونگر پوندءِ ڏس
پنهون هلي پس، سر پر رڙهي سسئي.

**حکايت**

سرير پيرايُ مملکتي و کشور آرايُ سلطنتي متعهدان امور ديوان خود را فرمان داد کہ مرسوم فلان هرچہ کہ هست

دوچندان نمائيد و برروئ ترصدش ابواب عطائ شاهانہ دوباره كشائيد كہ جان نثار درگاه است وفدوي صداقت انتباه و متعلقان ديگر ليل و نهار خود در هوس بازي و هوا پرستي بسرمي برند و بصرف ود انفاس امتعہ خشنودي سركاري نمي خرند.
صاحبدلي اصغا نموده خروشي برآورد و افغان دلستان كرد پرسيدندش كہ باعث سوزش بنياد و آه جانگاه چہ بود؟ فرمود ترقي درجات عباد و علو مراتب ابدال و اوتاد ببارگاه سلطان حقيقي بداين منوال است و فضائل ارباب مجاهده را ترجيح بر اصحاب قعود بهمين مثال.

سنڌي ترجمو

## درجو اٺاويهون

### ويڙهي رب ريجهائڻ وارن کان، جاکوڙا افضل ۽ اعلى آهن

### آيت

مومنن مان (جهاد کان) ويهي رهندڙ، ضرر ۽ ڏک وارن کان سواءِ، ۽ جيڪي شخص الله جي راهہ ۾ پنهنجي مالن ۽ جانين سان ڪيڏن ٿا، سي هڪ جهڙا نه آهن. جيڪي شخص پنهنجي مالن ۽ جانين سان سر جي بازي لڳائيندڙ

آهن، تن کي ويهي رهندڙن کان الله درجي ۽ مرتبي ۾ افضل ۽ اعلى ڪيو آهي.
(پ-5:س-نساءِ:ع-13)

**حديث**

ابو هريره رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلى الله عليه وسلم: جنهن شخص الله ۽ سندس رسول تي ايمان آندو ۽ نماز قائم ڪئي ۽ رمضان جا روزا رکيا، تنهن کي جنت ۾ داخل ڪرڻ الله تي لازم ٿيو (جيتوڻيڪ) انهيءَ شخص الله جي راهه ۾ جهاد ڪيو هجي يا پنهنجي انهيءَ زمين ۾ ويٺو ئي رهيو هجي جتي ڄڻيو ويو آهي.

تنهن تي صحبت ۾ رهندڙن عرض ڪيو ته: يا رسول الله صلى الله عليه وسلم اها بشارت عام ماڻهن کي نه ٻڌايون ڇا؟
پاڻ فرمايائون ته: جنت ۾ سؤ درجا آهن، جن کي الله في سبيل الله جهاد ڪندڙن لاءِ تيار ڪيو آهي. ٻن درجن جي وچ ۾ ايترو فاصلو آهي جيئن زمين ۽ آسمان. سو جڏهين اوهان الله کان سوال گهرو ته فردوس جنت جي گهر ڪجو. ڇاڪاڻ ته بهترين ۽ اعلى جنت آهي ۽ انهيءَ جي

مٿان رحمان جو عرش آهي، ۽ انهي عرش مان جنت جون نهرون وهن ٿيون.

(رواه البخاري)

## مثنوي

اها ديوانگي دوست کي پسند ٿي اچي
سمهڻ ۽ غفلت کان بيڪار ڪوشش به چڱي ٿي لڳي
ڪچي پار وانگر ٿورڙي سهي جنبش ڪر
ته توکي نور ڏسندڙ حواس عطا ڪن
جڏهين گوشو نِوندو ته ميوو اپرندو
جڏهين بت پُرندو ته جان اپرندو.

## بيت

جفا وارن جس، جس جفا ري نه ٿئي
مُٺي متان چڏئين، سندو گورن گس
ليڙن جو لطيف چئي، ڏونگر پوندءِ ڏس
پنهون هلي پس، سر پر رڙهي سسئي.

## حڪايت

وقت جي باد شاھ پنھنجي درٻار جي عھديدارن کي فرمان ڏنو ته فلاڻي چوبدار جي پگھار ٻيڻي ڪريو ۽ لاکُس (سندس لاءِ، ھُنَ لاءِ) بادشاھي بخشش جو دروازو کولي ڇڏيو، چاڪاڻ ته درٻار جو جان نثار ۽ صداقت سان فدا آھي، ۽ ٻيا ملازم رات ڏينھن پنھنجي ھوس بازي ۽ ھوا پرستي ۾ لڳا پيا آھن، ۽ قيمتي دمن ۽ ساھ جي رقم کي، حڪومت جي خوش ڪرڻ لاءِ استعمال نٿا ڪن. ھڪڙو صاحبدل اھو ٻُڌي، دردناڪ دانھون ۽ آھون ڪرڻ لڳو. انھيءَ کان پڇيائون ته اھڙو جان جھوريندڙ ۽ جان سوز آواز ڪرڻ جو ڪھڙو سبب ھو؟ جواب ڏنائين ته حقيقي باد شاھ جي درٻار مان به ٻانھن جي منزل ۽ درجا وڌڻ، ۽ ابدالن، اوتادن جا مرتبا انھيءَ طرح وڌندڙ ھوندا آھن ۽ مجاھدي وارا ويٺلن ماڻھن کان انھيءَ طرح افضل ۽ اعلى ھوندا آھن.

فارسي ترجمو

## درجہ بيست و نہم

## در ترک مصاحبت باحکام و عدم مخالطت باظلام

### آيت

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ‘:

ولا تَرکَنُوا اِلَي الذِّينَ ظَلَمُوا فَتَمَسَّکُمُ النّارُ... (113)

(ۓ نه لاڙو ڪريو ظالمن ڏانهن نه ته لڳندي اوهان کي باه)

(پ-12:سورة-هود:رکوع-10) آية 11.113)

### حديث

عن اوس بن شرجيل اِنہ‘ سمع رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول:

من مشيُ مع ظالمٌ وهو يعلم انہ‘ ظالمٌ فقر خرج من الاسلام. (رواه البهيقي في شعب اليمان)

### مثنوي

اهل دنيا چون سگِ ديوانہ اند

دور شو ز ايشان کہ بس بيگانہ اند

اهل دنيا سربسر در غفلت اند

مردهء نانند و کشتہء شهوتند

اهل دنيا چہ کهين وچہ مهين
لعنة الله عليهم اجمعين

## بيت

ڳِجهه نه ڳري لاءِ، ڪڻ بورائو باز کي
آهي تنهن انڌيءَ جي، جيفي پاسي جاءِ
وجيو ڪاڄ تهائين ڪاءِ، هو جو قوت ڪتن جو.

## حکايت

درويشي بخواب ديد کہ سلطاني بدرجات نعيم ”جناتٌ تجري تحتها الانهار“ خلود دارد و فقيري بدرکات ”سعيرٌ لَهَا شهيقٌ وَهي تفور“ دخول مي آرد. پُرسيد کہ موجب حصول رتبه”الذين انعمت عليهم“ کہ تونگر بدان کامياب است چہ اعمال اند، وباعث وصول جزايُ ”قوماً غضب الله عليهم“ کہ درويش بدان درتب وتاب است کدام افعال.
گفتند کہ اين دولتمند از سبب ارادت صادق اهل الله وعقيدت واثق زمره آگاه بحکم ”حب الفقراءُ مفتاح الجنةِ“ بطائفہ عليہ ”ان الابرار لفي عليين“ واصل است.

و اين زاهد از ممر مصاحبت ملوڪ و سلاطين و مخالطت دنيا پرستان غفلت آئين بمقضايُ ”حب الدنيا راسءُ ڪل خطيئة“ بجماعت ذليلہ ”ان الفجار لفي سجيين“ داخل چراکہ ”نعم الامير على باب الفقير“ واقع است ” وبئيس الفقير على باب الامير“ ثابت.

سنڌي ترجمو

# درجو اُوڻٽيهون

## حاڪمن ۽ ظالمن جي صحبت ۽ ميل ميلاپ ڪي ترڪ ڪرڻ

**آيت**

ظالمن ڏانهن لاڙو نه ڪريو نه ته اوهان کي باهہ لڳندي.
(پ-12:س-هود:ع-10)

**حديث**

اوس بن شرجيل کان روايت آهي، انهيءَ پاڻ رسول الله صلى الله عليه وسلم کان ٻڌو، جو پاڻ فرمايائون ٿي ته: جو شخص ظالم سان گهميو ڦريو، حالانڪ کيس معلوم آهي (ته هيءُ ظالم آهي)، سو اسلام کان خارج آهي.
(رواه البهيقي في شعب الايمان)

## مثنوي

دنيادار ڇتي ڪتي وانگر آهن
انهن کان پري پچ ڇاڪاڻ ته هي بيگانہ آهن
دنيا دار سراسر غفلت ۾ آهن
ماني تي مرندڙ ۽ شهوت جا ڪُتل آهن
دنيادار وڏو خواه ننڍو
انهن سيني تي الله جي لعنت آهي.

## بيت

ڳِجھ نه ڳري لاءِ، ڪڻ بورائو باز کي
آهي تنهن انڌيءَ جي، جيفي پاسي جاءِ
وڃيو ڪاچ تهائين ڪاءِ، هو جو قوت ڪُتن جو.

(ڳجھ کي ڳِلَ سان نه لاءِ، پنهنجي ويجهو نه ڪر،

## حڪايت

هڪڙي درويش خواب ۾ ڏٺو ته هڪڙو باد شاھ نعمتن وارن درجن ۾ داخل آهي ”اهڙيون جنتون جنهن جي هيٺان نهرون وهي رهيون آهن“ ۽ فقير هيٺين طبقن ۾ داخل آهي. ”جتي ٻرندڙ باه آهي“. پُڇا ڪيائين ته اهو

مرتبو ڇا جي ڪري حاصل ٿيو آهي؟ هي ته اهي شخص آهن ”جن تي تو انعام ڪيو آهي“. سو تونگر انهيءَ نعمت سان ڪامياب آهي، ڪهڙا عمل ڪيا اٿس، ۽ هو سزا جو حقدار ڇا جي ڪري آهي؟ هي اُهي ماڻهو آهن جن تي الله غضب ڪيو آهي، سو درويش وڏيءَ سختيءَ ۾ آهي، ڪهڙا ڪم ڪيا اٿس؟“

جواب مليو ته هي دولتمند الله وارن ۾ سچو ارادو رکندو هو ۽ معرفت وارن ۾ مضبوط عقيدو رکندو هو.

هن حڪم موجب ”فقيرن جي محبت جنت جي ڪنجي آهي،“ ”نيڪ شخص مٿانهن درجن ۾ آهن“ واري جماعت ۾ شامل آهن.

۽ هي زاهد بادشاهن ۽ غفلت پري دنيا پرستن سان ميل ميلاپ رکڻ جي ڪري ’دنيا جي محبت سڀني خطائن جو مُنڍ آهي“ ذليل جماعت ۾ آهي. ”گنهگار ماڻهو هيٺين طبقن ۾“ داخل هوندا ڇاڪاڻ ته ”امير جي نعمت فقير جي دروازي تي آهي“ جو حڪم ٺيڪ آهي ۽ ”فقير جي بُڇڙائي امير جي دروازي تي“ ثابت آهي.

فارسي متن

**درجہ سي ام**

**در خوگيري خاطر عوام بمواصلت دنياءُ دني نافرجام**

**آيت**

وَ اِذا ذُكِرَ اللهُ وحده اشمازَّتَ قُلُوبُ الَّذِينَ لا يؤمنون بالآخرة- واِذَا ذُكِرَ الَّذِينَ مِن دُونِہ اِذَا هُم يَستَبشِرُونَ. (39.45)

(پ-24:سورة الزمر:ع-5)، آية 45

**حديث**

عن ابي هريرة رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله صلى الله عليه وسلم :

آلدنيا سجن المؤمنين من و جنة الكافر. **(رواه مسلم)**

**مثنوي**

طمع و ذوقِ اين حياتِ پر غرور

از حياتِ راستينت كرد كور

پس طمع كورت كند نيكو بدان

بر تو پوشاند يقين را بي گمان

حق ترا باطل نمايد از طمع

در توصد كوري فزايد از طمع

**بيت**

محروم ئي مري ويا، ماهر ٿي نه مُئا

چڙِي جيان چهنب هڻي، لڏيائون لئا
حبابي هئا، انهيءَ واديءَ وچ ۾.

## حکايت

دباغي در بازار عطاران رسيد چون روائح عطريات و فوائح مطيبات برقوت مشامش مستولي گرديد از تواتر و تواهلي نکهات عنبرين شده تام در دماغش افتاد، پس مانند، مسکوت نقش رويُ زمين شده سر ببالين بيخبري نهاد. حاضران وقت چندانکہ بخورو گلاب بکار بردند، غريق لُجّہُ مدهوشي را بساحل افاقہ نياوردند تاکہ از مصاحبانش اتفاقاً برو گذر نمود برحال سراپا و بالش نظر فرمود، زودتر سرگين سکش ببويانيد ديدند کہ اشمام آن نجاست عين باعث حسن و حرکات آن خوگير منتنات شده شگوفہ تفريح در دوحہ وجود آن خباثت آمود رويانيد و بحکم مضمون قدرت مشحون ”وَلِكُلٍّ وِجهَةٌ هُوَ مُوَلِّيهَا“ از وصول ريح منتن شاخ حياتش نزهت گرفت. و بمقتضايُ کلام حقيقت نظام ”يُحبون هم کحب الله“ از حصول قرب نجس غنچہُ دلش چون گل بشگفت.

سنڌي ترجمو

# درجو ٿيهون

**خودي ۽ خدا کين ماڻ هڪ ماڻ ۾**

**آيت**

جڏهين الله جي وحدانيت جو ذڪر ڪيو ويندو آهي ته جن شخصن جو آخرت (باطن جي حالات) تي ايمان نه آهي، تن جون دليون ٿهنديون آهن ۽ جڏهن الله کان سواءِ انهن جي (خودي جو) ذڪر ڪيو ويندو آهي ته ان وقت اُهي سرها ۽ خوش ٿيندا آهن.

**(پ-24:س-زمر:ع-5)**

**حديث**

ابي هريره کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم: دنيا (ڪثرت) مومن جو بنديخانو آهي ۽ ڪافر جي جنت آهي.

**(رواه مسلم)**

**مثنوي**

هن پُر غرور حياتيءَ جي لذت ۽ طمع
توکي حقيقي حياتيءَ کان انڌو ڪري ڇڏيو
طمع توکي انڌو ڪري ڇڏيندي پڪ سمجھ

سچ پچ تنهنجي يقين کي ڏڪي چڙهيندي
طمع جي ڪري حق باطل نظر ايندو
طمع جي ڪري پردن مثان پردو چڙهندو ويندو.
وضاحت: دوکي باز دنيا جي لذتن ۽ طمع جي ڪري وحدت کان نابينائي ۽ نفرت جو مرض پيدا ٿي پوندو آهي.

## بيت

محروم ئي مري ويا، ماهر ٿي نه مئا
چڙي جيان چهنب هڻي، لذيائون لئا
حبابي هئا، انهيءَ واديءَ وچ ۾.

## حڪايت

هڪڙو چمڙو رنگيندڙ، عطر وارن جي بازار ۾ وجي پهتو، جڏهين عطرن ۽ خوشبوءِ دار شين جي لڳاتار هٻڪار سندس دماغ کي پهتي ته کيس غشي ۽ مدهوشي اچي وئي ۽ زمين تي ڪري پيو. موجوده ماڻهن گلاب جا عرق پياريا ۽ پيا ڪلي حيلا هلايا پر هوش ۾ نه آيو، تان جو اوچتو سندس دوستن مان هڪڙو اتان لنگهيو. سندس احوال مان واقف ٿي کيس ان وقت چيڙو کڻي سنگهاياين، انهيءَ نجاست ۽ بدبوءِ دار شيءِ جي سنگهڻ ڪري چرڻ

لڳو، ۽ بدبوءِ جو عادي ۽ هيراڪ خوش ٿي اٿي ويهي رهيو. قدرتي راز سان پريل مضمون موجب ته ”هر هڪ لاءِ هڪ طرف آهي، پوءِ اهو انهيءَ ڏانهن مهاڙ ڪندو آهي“ بدبوءِ جي حاصل ٿيڻ ڪري سندس حياتي سر سبز ٿي پئي. حقيقت پرئي مضمون موجب

”هي شخص انهن شين سان محبت اهڙي رکندا آهن جهڙي الله سان رکڻ گهرجي“.

نجس ۽ پليت شيءَ جي قرب حاصل ٿيڻ ڪري، سندس دل جي مکڙي گل وانگر ٽڙي پئي.

فارسي متن

## درجہ سي ويکم

### در مذمت ايثار برحظوظ دنيوي و ترک تلذ ذات اُخروي

**آيت**

قال الله تعالی جل جلالہ‘و عم نوالہ:

بَل تُؤثرون الحيواة الدنيا، والآخرة خيرءٌ و اَبقی.

(پ-30:سورة الاعلی:ع-1)

**حديث**

عن ابي هريرة رضي الله تعاليٰ قال، قال رسول الله صلي الله عليه وآلہ وسلم: مَثلي کمثل اجلِ اِستو قد نارا فلما

اضاءَت ماحولها جعل الفراش و هاذہٖ الدّواب التي تقع في النار يقعن فيها وجعل يحجز هنّ و يَغلّبنَہ فيتقحمن فيها فانا اَخذٌ بحجز كم عن النّار و انتم تقحمون فيها. هٰذہٖ راوية البخاري والمسلم نحوها وقال في آخر
قال فذالک مَثلي و مَثلكم انا آخذٌ بحجز كم عن النّار هَلّمُ عن النَار هَلمُ عن النّار فتغلبوني تقحمون فيها.
**(متفق عليہ)**

## مثنوي

زينهار اي عاقلان زين گلشني
كو حقيقت بد ترست از گلخني
الفرا رايُ جاهلان زين گلشكر
كو بسوزاند دهانرا چون شرر
هر کہ شيرين زيست آخر تلخ مرد
هر کہ اندر بند تن شد جان نيرد

## بيت

ڦريا پسي ڦيڻ، كرين كير نه چكيو
دنيا ڪارڻ دين، وڃائي ولها ٿيا.

## حکایت

چون شقاوت آثار وجهالت اطوار اعدا عدو خاندان خاص عمرو بن سعد بن وقاص بفرمان ضلالت نشان ملحد سراپا عناد مرتد کفر نزاد لعین غوایت آگین بن زیاد متعهد سفک دماءَ اهلبیت رسول خدا علیہ و علیهم التحیتہ والثنا گردیده از کوفہ قدم بیرون نهاد، شخصي آثار بشاشت و ابتهاج بر چهره آن روسیاه طاغي بدمزاج دیده زبان تعرض بکشاد کہ اي منکر تیره دل و اي کافر مضمحل خونریزي کسي کہ کلام معجزه نظام "الحسین مِني و انا من الحسین" در شان اوست و آیت سراپا هدایت "الا المودة في القربی" موجب مودت بندگان او برذمہ خود متحتم ساختي و در مقمار طغیان و روز کہ "وما الحیواة الدنیا متاع الغرور" طغراي منشور اوست و نقد ایمان بیکبار باختي.

گفت به یقین مي دانم کہ محارب شهسوار مضمار امانت گلبن گلذار کرامت داخل اسفل سافلین است و تخلف سفینہ محبت عترت نبوي و سبط مصطفوي غرق طوفان آتشین لیکن چون ریاست رَي کہ در جلد وي این عمل شنیع مشروط است یاد مي آید بحکم "سنستدرجهم من حیث لایعلمون" شاهد نهیب "نار الله المؤقدة التي تطلع علي

الافئدة“ از مراءة دل ضلال منزل چهره نمي نمايد و گوش بسبب آگندگي پنبہء غفلت صداي ”سيصلى ناراً ذات لهب“ نمي شنود و خاطر وسوسہ مأثر موجب نكتہ ”فما اصبرهُم علي النار“ بسويُ نجات نميگرود.

سنڌي ترجمو

# درجو ايڪٽيهون

## دنيا جي چشڪن تي موهجڻ ۽ آخرت جي لذتن کي ترڪ ڪرڻ.

**آيت**

بلڪ اوهان دنيا جي حياتيءَ تي گهور گهوران وجو ٿا؛ حالانڪ آخرة افضل ۽ بقادار آهي.

**(پ-30:س-اعلى:ع-1)**

**حديث**

ابو هريره کان روايت آهي ته: فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم ته منهنجو مثال هڪ باھ ٻاريندڙ ماڻهو جي مثال وانگر آهي. پوءِ جڏهن سندس آسپاس روشن ٿي وجي ته پروانا اچڻ لڳندا آهن ۽ اهي ڦري ڦري وجي باھ ۾ ڪرندا آهن، ۽ اهو شخص انهن کي پري ڪرڻ لڳندو آهي ۽ (اهي پروانا) انهيءُ تي غالب پئجي باھ ۾ ڪاهي

پوندا آهن. آءٌ به اوهان کي باھ (دنيا) کان روڪيان ٿو ۽ اوهان انهيءَ ۾ ڪاهيندا وڃو ٿا.
هيءَ روايت بخاري ۽ مسلم جي آهي. انهي باري ۾ ٻي روايت هن طرح سان ارشاد فرمايل آهي ته:
منهنجو مثال اوهان جي مثال وانگر آهي، آءٌ اوهان کي باھ کان پري ڪريان ٿو ۽ باھ کان بچايم، پوءِ اوهان مون تي غالب اچي ان ۾ ڪاهي پيؤ. (متفق عليہ)

## مثنوي

اي عقل وارؤ! هن (دنيا) جي گلشن کان،ڪنارو ڪري وڃو
سچ پچ اهو (گلشن) تنور کان به بدتر آهي.
جاهلو! هن گلقند کان پڇي وڃو.
نه ته اهو باھ جي اُلن وانگر چپن کي ساڙي چڏيندو
جنهن شخص ناز ۽ نعمت جي زندگي گذاري
سو آخر خراب ٿي مُئو.
جيڪو شخص جسم ۾ بند ٿي رهيو تنهن جي
جان جي قيمت ڪجھ نه آھ.

## بيت

ڦريا پسي ڦيڻ، ڪرين ڪير نه چڪيو
دنيا ڪارڻ دين، وڃائي ولها ٿيا.

## حڪايت

جڏهن شقاوت آثار، جهالت اطوار، ۽ خاص خاندان جو وڏو دشمن عمرو بن سعد بن وقاص، ضلالت نشار، ملحد، سراپا عناد، مرتد، ڪفر نژاد ۽ لعين غوايت آگين ابن زياد جي فرمان سان رسول خدا جي اهلبيت عظام جي رت وهائڻ جي عهدي تي مقرر ٿي ڪوفي کان ٻاهر نڪتو ته ڪنهن خوشرو ۽ خوش چهري شخص، انهيءَ ڪارمنهين طاغي ۽ بدمزاج اک واري کي چئي ڏنو ته:
اي ڪاري دل وارا منڪر! اي ڪفر جي رنگت وارا! اهڙيءَ هستيءَ جي خونريزي واسطي وڃي رهيو آهين، جنهن جي حق ۾ معجز نظام ڪلام آيل آهي ته” حُسين منهنجو آهي ۽ مان حسين جو آهيان“ ۽ سندس شان ۾ سراسر هدايت واري آيت ”صرف منهنجن قريبن سان محبت رکو“ آيل آهي (تون ان جي مارڻ) جو ذمو کڻي آيو آهين ۽ سرڪشي جي ميدان ۾ سرڪش ٿي پيو آهين.

حالانڪه هي فرمان آهي ته ”دنيا جي حياتي صرف دوکي بازي جو سامان آهي“ سو ايمان جي روڪڙ هڪدم ختم ٿو ڪري ڇڏين؟
عمرو بن سعد جواب ۾ چيو ته: مان يقين سان سمجهان ٿو ته امامت جي ميدان جي شهسوار ۽ ڪرامتي باغ جي گل سان وڙهڻ پاڻ کي اسفل السافلين ۾ داخل ڪرڻو آهي ۽ نبي ۽ مصطفيٰ جي محبت واري اولاد جي مخالفت ڪرڻ ڪري پنهنجي پيڙي باھ جي طوفان ۾ غرق ڪرڻي آهي، پر ري رياست جي حڪومت هن ناجائز ڪم جي ڪري شرط ٿيل آهي، اها ياد ٿي اچي (ته سڀ ڳالهيون وسري ٿيون وڃن)، ”اسان انهن کي اهڙي هنڌان ڪيرائيندا آهيون، جو انهن کي خبر ئي نٿي پوي“ جي حڪم موجب ۽ هيبتناڪ نظاري ”هيءَ الله جي اها باھ آهي، جا دلين تي چڙهي ويندي آهي“ کي دل جي آئيني مان نٿا ڏسن، غفلت جي ڪپھ پوڻ جي ڪري ۽ ڪنن جي گندگيءَ ڪري ”جيپي واري باھ ۾ گهڙندا“ جو آواز ٻڌي نٿا سگهن ۽ وسوسي سان پريل ”انهن کي باھ تي ڪيئن ٿو صبر اچي“ جو نڪتو نجات ۽ ڇوٽڪاري ڏانهن نٿو آڻين.

فارسي متن

## درجہ سي ودوم

## در ايثار قناعت برغنا و خشنودي حق بر هوا

**آيت**

قال الله تعالى جل جلالہ و عم نوالہ:

لَا تَمُدَّنَّ عَينَيکَ اِلىٰ مَا مَتَعنَا بِہ اَزوَاجاً مِّنهُم وَلَا تَحزَن عليهم. واخفض جناحک للمؤمنين. (الحجر 15.88)

(پ-16:س-طہ: آية 131. رکوع 8)

ولا تمُدَّنَّ عَينَيکَ اِلىٰ مَا مَتَعنَا بِہ ازواجا منهم زَهرَةَ الحيوٰةِ الدُّنيا، لنَفتِنَهُم فيهِ، و رزق ربک خيرُ و ابقيٰ (طه 20.131)

**حديث**

عن علي رضي الله عنہ و کرم الله وجہ قال: قال رسول الله صلى الله عليه وسلم: من رضي من الله باليَسيِرِ من الرزّق، رضي الله عنہ بالقليل من العمل.

**(رواه البيهقي في شعب الايمان)**

**مثنوي**

بند بگسل باش آزاد اي پسر

چند باشي بند سيم و بند زر

كوزهء چشم حريصان پر نه شد
تا صدف قانع نشد پور در نشد
نيست كسبي از توكل بيشتر
چيست از تسليم خود محبوب تر

**بيت**

ڳوريون پاسي ڳوٺ، هورنِ هاڙهو لنگهيو
ڪيچ تنين کي ڪوٺ، ڪين جنين جي ڪڇ ۾.

## حکايت

در حديث آمده است كه زوجہ ابي الدّر داء رضي الله تعاليٰ بشوهر خود از ممرضيق (؟) معاش عرضداشت كہ اي گلچين حديقہء صحبت نبوي، و عندليب روضہء رتبہء علوي بد نمي آيد و غريب مي

حديث ۾ آيو آهي ته ابي درداءَ جي عورت پنهنجي مڙس کي کاڌي خوراڪ جي تنگي ڪري عرض ڪيو ته: اي نبيءَ جي صحبت واري باغ جا گل چونديندڙ ۽ اعلى مرتبي جي گلستان جا بلبل! اهڙي مسڪيني ۽ تنگيءَ جي

نماید کہ باچنین افلاس و استیلاءِ حرمان و یاس در تحصیل اموال دنیوي جهد وافي و کوشش کافي مبذول نداري و شست تدبیر بجهتہ اصطیاد ماهي معیشت ناگزیر نمي گماري.

ابوالدّرداء رضي الله تعاليٰ از آنجاکہ از وسعت عالم قناعت خبرداشت علم تکلم در عرصہء پاس آن پاکدامن افراشت کہ از زبان رشوت (؟) بیان خطیب منبر قاب اوسین او آدنی یعني حضرت احمد مجتبی محمد مصطفی صلی اللہ علیہ وسلم بہ

ڪري، جو مايوسي چانئجي وئي آهي، جيڪڏهن اوهين دنيا جي مال حاصل ڪرڻ لاءِ ڪافي ڪوشش ڪندؤ يا مڇي مارڻ کان منهن نه موڙيندؤ ته چڱو ۽ بهتر ٿيندو.

ابو درداءَ رضي الله تعاليٰ جو قناعت جي وسيع عالم کان واقف هو، سو فرمائڻ لڳو ته مون هدايت ۽ فيض واري زبان مان ۽ قَابَ قَوسَيْنَ اَو اَدنی جي منبر واري خطيب يعني حضرت احمد مجتبیٰ ۽ محمد مصطفیٰ صلي الله عليه وسلم کان ٻڌو آهي، جو پاڻ فرمايائون ٿي ته: اي منهنجي صحبت ۾ رهڻ

| | |
|---|---|
| اصفايُ ارادت انتمايُ اين كمترين حضار بارگاه عرش اشتباه رسيده ڪہ مي فرمودند كه اي مصاحبان من شمارا عقبہ دشوار درپيش است ڪہ ارتقاءِ وي گرانبار آنرا محال خواهد بود و مثقلانرا عين وبال لهذا بحكم مضمون ارشاد مشحون ” هلڪ المثقلون و نجي المخففون“ بقلّت مال و تنگي حال مي باشم و ريش دل را بناخن تاسف و تحسر نمي خراشم. (1) | وارو! اوهان جي اڳيان هڪ ڏکيو لڪ آهي، جو (وڏي) بار وارن کي انهيءَ تي مٿي چڙهڻ ڏکيو ۽ محال ٿي پوندو، بلڪ ڳؤرن (بارن وارن) شخصن واسطي نسورو وبال هوندو. هن هدايت پريل مضمون موجب ”ڳؤرا شخص هلاڪ ٿي ويندا ۽ هلڪا شخص پار وجي پوندا“، انهيءَ ڪري مال جي ٿورائي ۽ حال جي تنگيءَ ۾ گذاريان ٿو ۽ دل جي زخم کي ارمان ۽ افسوس جي ننهن سان کرڙيان ۽ چليان نٿو. |

سنڌي ترجمو

# درجو ٻٺيھون

## **تونگريءَ جي بجاءِ قناعت ۽ خواهشن جي بجاءِ حق جي رضا پسند ڪرڻ.**

## آيت

اوهان هرگز اُنهن مختلف جماعتن جي مال متاع ڏانهن اک به کڻي نه ڏسو ۽ نڪي انهن (اصحابن جي مس’ڪينيءَ تي) غم ۽ ڏک ڪريو.

**(پ-16:س-طہ:ع-8)** (در اصل اهي الفاظ سورة الحجر آية 88 (15.88)

## حديث

علي رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته، فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم: جيڪو شخص الله کان ٿوري رزق تي راضي ٿيو، تنهن کان الله ٿوري عمل کان راضي ٿيندو.

(رواه البيهقي في شعب الايمان)

## مثنوي

اي پٽ! بند ٽوڙي ڇڏ ۽ آزاد رھ
ڪيترو سون ۽ چاندي جو فڪر ڪندين
حرص وارن جي اک جو ڪوزو ڪڏھن نه ڀربو
جيستائين سِپَ قناعت واري نه ٿيندي،
لعلن سان ڀرپور نه ٿيندي
توڪل ڪان وڏيڪ ڪو به ھنر ۽ حرفت نه آھي
رضا ۽ تسليم ڪان وڌيڪ پياري ٻي ڪھڙي آھي.

## بيت

ڳوريون پاسي ڳوٺ، ھورنِ ھاڙھو لنگھيو
ڪيچ تنين کي ڪوٺ، ڪين جنين جي ڪڇ ۾.

## حڪايت

حديث ۾ آيو آھي ته ابي درداءَ جي عورت پنھنجي مڙس کي ڪاڏي خوراڪ جي تنگي ڪري عرض ڪيو ته: اي نبيءَ جي صحبت واري باغ جا گل چونديندڙ ۽ اعلى مرتبي جي گلستان جا بلبل! اھڙي مسڪيني ۽ تنگيءَ جي ڪري، جو مايوسي ڇانئجي وئي آھي، جيڪڏھن اوھين دنيا جي مال حاصل ڪرڻ لاءِ ڪافي ڪوشش ڪندؤ يا

مچي مارڻ کان منهن نه موڙيندؤ ته چڱو ۽ بهتر ٿيندو. ابو درداءَ رضي الله تعاليٰ جو قناعت جي وسيع عالم کان واقف هو، سو فرمائڻ لڳو ته مون هدايت ۽ فيض واري زبان مان ۽ قَابَ قَوسَيۡنَ اَو اَدنی جي منبر واري خطيب يعني حضرت احمد مجتبیٰ ۽ محمد مصطفیٰ صلي الله عليه وسلم کان ٻڌو آهي، جو پاڻ فرمايائون ٿي ته: اي منهنجي صحبت ۾ رهڻ وارو! اوهان جي اڳيان هڪ ڏکيو لڪ آهي، جو ڳري بار وارن کي انهيءَ تي مٿي چڙهڻ ڏکيو ۽ محال ٿي پوندو، بلڪ ڳؤرن (بارن وارن) شخصن واسطي نسورو وبال هوندو. هن هدايت پريل مضمون موجب ”ڳؤرا شخص هلاڪ ٿي ويندا ۽ هلڪا شخص پار وڃي پوندا“، انهيءَ ڪري مال جي ٿورائي ۽ حال جي تنگيءَ ۾ گذاريان ٿو ۽ دل جي زخم کي ارمان ۽ افسوس جي ننهن سان ڪرڙيان ۽ ڇليان نٿو.

فارسي متن

# درجہ سي و سوم

## در تواتر ذکر نہانی و تصفیہ آئینہ روحانی

## آیت

قال الله تعالی جَل جلالہُ و عَمّ نوالہُ:

واِذکُر رَبَّکَ فِي نَفسِکَ تَضَرُعّا وَّ خِیفَةَ وَّ دُونَ الجَهرِ مِنَ القَوّلِ بالغُدُوِّ وَالاَ صَالِ ولاَ تَکُن مِنَ الغافِلِین. (7.205)

(پاره 9:سورة الاعراف: رکوع 24) آیة 205)

## حدیث

قال النبي صلي الله و علیه وآلہِ وسلم: اُذکر واللهَ ذکراً حامداً، قِیلَ یا رسُولُ الله وَمَا الذّکر والحامِدُ قَالَ الذّکرُ الخفِي.

## مثنوي

ذکر آرد فکر را در احتراز

ذکر را خورشید این افسرد ساز

عام مي خوانند هردم نام پاک
اين اثر نکند چو نبود عشق ناک
چونکہ باحق متصل گرديد جان
ذکر او اين ست و ذکر اين ست آن

**بيت**

ائين چرخو چور، جيئن پُوڻ پٽڪو نه سٽي
اوڳي پنهنجي ارٿ کي، وجھ ڏيهاڙي ڏور
ڪُهي نيڻ نه ڪوڙ، متان آتڻ اچڻ نه ٿئي

## حکايت

منقول است کہ از جناب وحدت نصاب برهان الواصلين سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره العزيز پرسيدند کہ باعث چيست کہ ذکر زبان کہ رطوبت بخش لسان و عزوبت ده دل و جان است از حضور درياءُ نور بظهور نمي آيد، و ترانہ ذکر اسم جل و علا شانہ بميانچي سخن دافع محن آن کليم طور لدن هوش مستمعان را نمي ربايد. فرمودند کہ زبان درخلوت سراءُ وصال بيگانہ است و درميان ذاکر و مذکور بہِ نمي گنجد و ذکر محبوب حقيقي گوهر نهانه است کہ در پلہء ميزان السنہ

محبان نمي سنجد، حصول طاعت بي ريا در ذکر خفي صورت مي بندد و غنچہ قلبي زود تر بدين نسيم وهبي چون گل مي خندد.

---

(1) حاشيي تي حافظ جو هي بيت لکيل آهي:
از زبان سوسن آزاده ام آمد بگوش
کاندرين دير کَهن کار سبگساران خوش است
سنڌي ترجمو

# درجو ٽيٽيهون

**دائمي مخفي ذڪر ۾ رهڻ ۽ روحاني آئينو صاف ڪرڻ.**

**آيت**

پنهنجي رب جو پنهنجي اندر ۾ بنا آواز مخفي ذڪر ڪر، ۽ غافلن مان هرگز نه هج.
(پ-9 : سورة الاعراف:ع-24)

**حديث**

نبي صلي الله عليه وسلم فرمايو آهي ته الله جو ذڪر ڪريو، حامد ۽ ساراه وارو ذڪر. عرض ڪيائون ته: يا رسول الله صلي الله عليه وسلم! حامد ذڪر ڪهڙو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته خفي ذڪر آهي.

## مثنوي

خفي ذڪر فڪر ڪي جنبش ۾ آڻي ٿو
انهيءَ سچ (جي گرميءَ وارو) ذڪر (هستيءَ) کي ڳاري ۽ ماري ٿو
عام ماڻهو هر وقت الله الله ڪندا رهن ٿا
(پر) اهو اثر نه ڪندو، جڏهين عشق ۽ سوز پريل نه ڪندا
جنهن وقت جان حق سان ملي وئي
اُهو ذڪر اِهو آهي، ۽ اِهو ذڪر اُهو آهي.

## بيت

ائين چرخو چور، جيئن پُوڻ پڻڪو نه سٽي
اوڳي پنهنجي ارٿ کي، وج ھ ڏيهاڙي ڏور
کُهي نيڻ نه کوڙ، متان آتڻ اچڻ نه ٿئي

## حڪايت

نقل آهي ته جناب وحد نصاب، برهان الوصالين، سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره العزيز کان سوال ڪيائون ته ڪهڙو سبب آهي، جو اوهان کان زباني ذڪر نٿا ٻڌون، حالانڪ زباني ذڪر، زبان کي رطوبت

بخشيندڙ آهي ۽ دل و جان کي ميثاج عطا ڪندو آهي ۽ الله تعالى جي اسم جي ذڪر جو ترانو سڀ دک دور ڪندڙ آهي، ۽ موسى جهڙي هستيءَ کي مستانو بڻائيندڙ آهي؟ پاڻ فرمايائون ته وصال جي وحدت سراءِ ۾ زبان بيگاني ۽ اوپري آهي،(۽) ذاڪر ۽ مذڪور جي درميان ۾ نٿي سمائجي سگهي. حقيقي محبوب جو ذڪر هڪ مخفي گوهر ۽ موتي آهي، سو عاشقن جي زبانن جي ترازيءَ جي پُڙ ۾ نٿو سونهي ۽ بي ريا عبادت خفي ذڪر ۾ حاصل ٿئي ٿي. قلب جي مُڪڙي انهيءَ بخشش جي ٿڌڙي هوا سان، ان وقت ئي گل وانگر ٽڙي پوي ٿي.

فارسي متن

## درجہ سي و چهارم

**در بيان تنبيہ بر عظمت شان فقرا و تحريض بر تعظيم اين زمره بی سرويا**

**آيت**

قال الله تعالی جلَّ جلالہُ وَ عَم نوالہُ وَلا تَطرُدِ الذيِنَ يَدعُونَ رَبُهم بالِغَدَاةِ وَالعَسِيّ يُردُونَ وَجَ ه مَاعَليکَ مِنِ حسابهِم مِن شيءِ وَمامِن حيِسابِک عَليهِم مِن شيءِ فَتَطرُدَ هُم فَتکُونَ مِن الظالِمِينَ.

**(پ-7:س-انعام:ع-6)*** 

**حديث**

عَن اَنسِ رضي الله تعاليٰ اَنَ النّبي صلى الله عليه وسلم قال: اَللهُمَ اَحيِنيِ مِسکيناً وَاَمتِني مِسکيناً و اَحشُرُ فِي زَمرَةِ المَساکينَ فَقَالَت عَاشيِتهُ لِمَ يَا رسول اللهِ، قالَ اَنهُم يَدخُلونَ الجَنته قَبلَ اَغنِياءَ هُم بہِ ربعينَ خَرِيفاً يَا عَائشِيہ لا تُرَ دَّيَّ المساکينَ وَلو بِشقِ تَمرَةءٌ، يَا عَائشيةَ اَحبِي المساکينَ وَقرَ بَيهِم فَان الله يقربک يوم القيامة.

**(رواه الترمذي والبيهقي في شعب الايمان)**

## مثنوي

اوليا اطفال حقند اي پسر
در حضور و غيبت آگہ باخبر
گفت اطفال من اند ابن اوليا
در غريبي فرد از کار وکيا
از براءِ امتحان خوار وي يتيم
ليک اندر سر منم يار و نديم

## بيت

ککيءَ هاٽيون کاريون، چچيءَ هاٿان چچ
پاند جنين جي پاند سين، لڳو ٿئي لچ
سمون چام سهچ، اُپو ڪري اُن سين.

## حکايت

سرمست پيمانہ رحيق مختوم عبدالله بن اُم مکتوم رضي الله تعاليٰ خاکبوس عتبہ فلک رتبه درگاه عرش اشتباه نبوي گرديده در حين مشغول بودن آنحضرت بدعوت قريش از ممر نابيناءِ و کمال نشہ آشناءِ بحضور وافر السرور بتکرار عرضداشت کہ جرعہ چند از ساتکين ”دنى فتدلى“ بکام جان تشنگان صهباءِ معنى بريزيد و بصور مقالات

لدني آيات كشتگان تيغ محبت را در عرصات اثبات برانگيزيد. جناب محبويت نصاب ازجناب از آنجاکہ بدعوت اشراف قريش اشغال داشتند تکرار عرضداشت اورا مکروه پنداشتند بحدَّي کہ رقوم کلوح و اعراض بر صفحہء جبين آن محبوب نازنين بظهور آمد و حروف عبوست و کلاح بر ورقہ ناصيہ آن جناب عاليہ مسطور شد در اثنايُ اين حال پيک ذوالجلال جلَّ و علی پيغام ”عبسَ وتولی“ بمسامع اجلال حضور سراپا نور رسانيد. حضرت رسالت پناه صلی الله عليه وسلم بعد از نزول اين فحوايُ کہ باعث بر دلبري درويشان وحدت کيش و وحدت کيشان حقيقت انديش بود و در اکرام و نوازش آن محب صميم و مخلص قديم کوشش بليخ مي نمود حتی کہ هنگام قدوم عظمت لزوم آن فارس ميدان محبت و شهسوار مضمار معرفت کلمہُ مرحبا بمن عاتبني فيہ ربی مي فرمود.

سنڌي ترجمو

# درجو چوٿيهون

**<u>فقرا جي اعلیٰ شان کان خبردار ڪرڻ ۽ هن بي سرويا</u>**

## ثولي جي تعظيم ڪرڻ جي ترغيب ۾

## آيت

(پنهنجي محفل مان) اُنهن الله وارن کي نه تڙ جيڪي صبح شام پنهنجي رت کي سندس ديدار جي تمنا رکي سڏيندا آهن. انهن درويشن جو ڪج ه به حساب اوهان تي نه آهي ۽ نڪي اوهان جو ڪو به حساب انهن تي آهي. سو جي اُنهن کي تڙي ڇڏيؤ ته اوهان نامناسب ڪم ڪندڙن مان ٿي پوندؤ. **(پ-7:س-انعام:ع-6)***

## حديث

انس رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته نبي صلي الله عليه وسلم فرمايو: اي الله! مون کي مسڪينن ۾ زنده رک ۽ مون کي مسڪينن ۾ مار ۽ مسڪينن جي ٽوليءَ ۾ اُٿار. بيبي عائشہ رضي الله تعاليٰ فرمايو ته: يا رسول الله! ڇا جي ڪري (اهڙي دعا گهرو ٿا)؟ پاڻ فرمايائون ته اهي مسڪين شاهوڪارن کان چالي ه سال اڳي جنت ۾ داخل ٿيندا. اي عائشہ! مسڪينن کي واپسي نه موٽائجانءِ توڙي اڌ کارڪ جو هجي اي عائشه مسڪينن سان سان

محبت رکجانءِ ۽ اُنهن جي قريب رهجانءِ، چاڪاڻ ته الله توکي قيامت جي ڏينهن قريب ڪندو.

## مثنوي

اي پٽ! اولياءَ، الله جا ٻچا آهن
ظاهر ۽ باطن کان آگاه ۽ باخبر آهن
فرمايو اٿس ته اولياءَ، منهنجا ٻچا آهن
ڪم ڪار کان (الڳ) غريبيءَ ۾ تن تنها آهن
امتحان جي ڪري خوار ۽ يتيم آهن
پر اندر ۾ منهنجو سرّ اسرار، دوست ۽ ساٿي آهن.

## بيت

ککيءَ هاٽيون کاريون، چڇي هاٽان چڇ
پاند جنين جي پاند سين، لڳو ٿئي لڇ
سمون چام سهڄ، اُپو ڪري اُن سين.

## حڪايت

الستي شراب جو سرمست عبدالله بن مڪتوم رضي الله تعاليٰ اعلى نبوي درگاه ۾ اهڙي وقت خاڪ بوس ٿيڻ لاءِ اچي حاضر ٿيو، جنهن وقت رسول الله صلي الله عليه

وسلم قريشن کي دعوت ڏيڻ ۾ مشغول هو، تنهن مستاني، نابينائي ۽ معرفت جي ڪمال نشي جي ڪري، سرور ۽ راحت سان مالا مال ڪندڙ حضور جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته: (يا نبي!) دَنى فَتدلّى جي ساغر مان حقيقت جو شراب، اُجايل جان جي وات ۾ پالو ڪريو ۽ لدني آيتن جي ظاهري گفتار سان محبت جي تلوار جي ڪٺلن کي اثباتي ميدان ۾ ڪڙو ڪريو. حضور سائين، جو شريف قريشن جي دعوت ڏيڻ ۾ مشغول هو، سو بار بار عرض ڪرڻ کين ناپسند لڳو، انهيءَ ڪري سندن منهن مبارڪ ۾ غصي جا آثار ۽ نيشان ظاهر ٿيڻ لڳا. انهيءَ حالت ذوالجلال کان ”عبس وَتوَلى“ (گهنڊ وڌائين ۽ منهن ڦيريائين) جو پيغام حضور سراپا نور تائين پهچي ويو. حضرت رسالت پناه صلي الله عليه وسلم هن آيت جي نزول کان پوءِ وحدت وارن درويشن ۽ حقيقت انديش موحدن جي دلبري ڪرڻ لڳا ۽ اهڙن ۽ سچن پختن محبن ۽ قديمي مخلصن جي نوازڻ لاءِ وڏي ڪوشش ڪرڻ لڳا.

فارسي متن

# درجہ سي و پنجم

## دربيان رفع تکلفات شرعيہ از رجال الله و عفو تکاليف عرفيہ از واصلان درگاه

**آيت**

قال الله تعالى جل جلالہُ و عم نوالہُ:

و اَعبد ربک حتى يَاتيک اليقينُ. (15.99)

(پ-14:سورة الحجر :ع-6)* آية 99

**حديث**

قالَ النبي صلى الله عليه وسلم: اَلصّلواة مِن عادتي لا من عبادتي.

نبي صلي الله عليه وسلم فرمايو ته نماز منهنجي عادت آهي، نه منهنجي عبادت آهي.

**مثنوي**

شرع بهرِ زندگان و اغنياست

شرح بر اصحاب گورستان کجاست

آن گروهي کز فقيري پي برند

صد جهت زان مردگان فاني ترند

همچون جرجيس اندهر يک در شرار

كشته گشته زنده گشته شصت بار

**بيت**

چڙيائون سپ سانگ، ڪندا ڪوهه نماز کي
جاڙي عالم آسرو، تاڏي ڪن نه تانگهه
نڪو پڙهن ڪلمون، نڪو پڙن پانگ
لاهوتي بي لانگ، عدم کئون اڳي ٿيا.

**حڪايت**

وقتي ساقي ميکده اسرار ازلي و شمع کاشانه انوار لم يزلي شيخ ابوبڪر شبلي قدس الله سره بقصد اقامت نماز استاده از نشه رحيق را زميفرمود که اگر درين حالت که بيگانگي تبديل يافته و خورشيد ربوبيت از افق عرفان تافته متوجه لوازم عبوديت مي شوم شرک کرده باشم، و اگر مراسم بند گيات را ترک داده در عقب جاذبه معنوي ميروم، حروف اسلام جلي را از لوح جبين خود بکلک کفر مي تراشم، چراکه زمرهء ظاهر بينان بسبب ترک فريضه بکفر منسوب خواهند نمود و طائفه کور باطنان از مر عدم عبادت من در جهل و عناد خواهند افزود.*

سنڌي ترجمو

# درجو پنجٽيهون

**اهل الله تان شرعي حڪمن جو هٽڻ ۽ واصل بالله تان ظاهري بندڻن جو معاف ٿيڻ جي باري ۾.**

**آيت**

ايستائين پنهنجي رب جي عبادت (پيو) ڪر جيسين توکي يقين اچي.

(پ-14:س-حجر :ع-6)* آية 99

**حديث**

نبي صلي الله عليه وسلم فرمايو ته نماز منهنجي عادت آهي، نه منهنجي عبادت آهي.

**مثنوي**

شريعت زنده ماڻهن ۽ شاهوڪارن واسطي آهي
شريعت قبر وارن واسطي ڪٿي آهي؟
اُهو ٽولو، جيڪو فقيريءَ ڏانهن وڃي رهيو آهي
سو مُردن ڪان به ڪيئي ڀاڱا بلڪل فاني آهي
جرجيس وانگر هر هڪ باه جي شعلن ۾ آهي
سٺ دفعا مري زنده ٿيو آهي.

**بيت**

ڇڏيائون سڀ سانگ، ڪندا ڪو ﻫ نماز کي

جاڏي عالم آسرو، تاڏي ڪن نه تانگ
نڪو پڙهن ڪلمون، نڪو ٻڌن ٻانگ
لاهوتي بي لانگ، عدم ڪئون اڳي ٿيا.

## حڪايت

هڪڙي وقت ازلي اسرار جي شراب خاني جو ساقي ۽ دائمي نوراني محلات جي شمع شيخ ابوبڪر شبلي قدس الله سره نماز ادا ڪرڻ جي ارادي سان اُٿي، حقيقت جي شراب جي نشي مان فرمائڻ لڳو ته: بيگانگي، يگانگيءَ ۾ تبديل ٿي وئي آهي، ۽ ربوبيت آسپاس ڪان معرفت جون جهلڪارون ڏئي رهي آهي، سو جيڪڏهين اهڙي حالت ۾ بندگيءَ جي لوازمن ڏانهن متوجه ٿيان ٿو ته مشرڪ بڻجي پوان ٿو ۽ جيڪڏهين حقيقي جذبي جي پٺيءَ ڪي لڳي بندگي جي رسم ڇڏي ڏيان ٿو ته ظاهري اسلام، منهنجي پيشانيءَ تي ڪفر جي فتوى لڳائي ٿو. ڇاڪاڻ ته ظاهربين جماعت فرض ڪي ڇڏڻ ڪري ڪفر ڏانهن منسوب ڪندا ۽ باطن جي انڌن جي جماعت وارا، منهنجي عبادت نه ڪرڻ ڪري مون ڪي جاهل ۽ مغرور سمجهندا. *

فارسي متن

## درجہ سي و ششم

## محبت باعث بي آرامي است و مودت موجب ناكامي

**آيت**

قَالَ الله تَعالى جَلَّ جَلاَّلَہُ وَ عَمَّ نوالَہُ:

اِنّاعَرَ عَرَضِنَا اُلاَ مَانَہَّ عَلَي السّماواتِ والارضِ وَالجِبَالِ فَاَبَينَ اَنْ يّحمِلنَہَا وَاَشفَقنَ مِنهَا وَحَمَلهَا الانِسَانُ اِنہُ كَانَ ظَلُوماً جَهُولاً: (پ-22:سورة الاحزاب:ركوع -9) آية 72

**حديث**

عَن اِبن عبّاسِ رضي الله تعاليٰ قالَ رسولُ اللهِ صلى الله عليه وسلم: قالَ اللهُ تعالى يا آدَمَ اِني عَرضتُ الاَمانَةَ عَليَ السّماواتِ والاَرضِ فَلَم تُطِقها، فَهَلُ اَنتَ حامِلها بِما فِيها، قالَ وَمالِي فِيها يا رَبِ، قالَ اِن حَمَلتَها اَجَرُتَ، وَاِن ضَيّعِتَها عُزّبُتَ، فَقالَ قَدْ حَمَلتُها بِما فِيها. فَلَمْ يَلبثُ فِيٌ الجَنّةِ اِلاَّ مابَينَ الصّلواةِ اُلاُوْلى والعَصرِ حَتّى اَخرَجَ الشّيطَانِ مِنها. (رواهُ الشيخ اِبنِ حبان)

**مثنوي**

بهر گريہ آمد آدم ير زمين

تابود گريان نالان و حزين
چون بگريد آسمان گريان شود
چون بنالد چرخ يا رب خوان شود
عاشقي رنج ست و تاوان تا ابد
خيزَ لأُقسم بخوان تافيٌ كَبَدِ. (1)

**بيت**

ڪاتيءَ ڪني سپڪا، اڪين ڪُني آءٌ
جا نينهن ڳنهندي نانءُ، سا مون جيان پوندي مامري

**حكايت**

از سلطان العارفين قدس سره منقول است كہ پيش از ايجاد آدم صفي الله و قبل از وجود آن محرم بارگاه عشق از محبت كامل و مودت شامل ميخواست كہ از مظهري سر بر زند و از كدام آئينہ ظهور كند. اما از آنجا كہ ملائكہ لياقت مظهريت اسرارش و استحقاق مظلميت انوارش نداشتند در خلوت خانہ غيب متواري بود تاكہ چون هت عزازيل علم عبادت رب الجليل بر افراخت. عشق اورا مستحق ظهور خود دانستہ برسرش تاخت

ليکن سلطان غيرت بانگ بروي زد که آشنا شناس باش و شيشه  عطريات برکلابه مپاش. عشق باز مدني درحجله هوّيت منزوي ماند و قطرات انتظار از ديده اضطرار مي فشاند تا وقتي که آدم از زاويه غيب بعرصه شهود جلوه گر گرديد و مشام وجودش نکهت گلشن ظهورات شميد. عشق را ممثّل بصورت شجره منهيه نموده بد و نمودند و در شيفتگي برو بکشو دند. خواست که ثمره آن شجره در بستان سرايُ خلد بکام دل بچندو در آرامگاه جنّت شاهد عشق و محنت را برفاقت گزيند. گفتندش که حصول اين دولت ابد پيوند باوجود آسايش و راحت صورت نه بندد و گلبن عشق باوجود اين ناز و نعم بروي تو نخندد چرا که منزل کاديءٌ محبت جز بدکان دل غمديده نيست و فردوس اعلی ماوا و ملجا ماتم رسيده ني.

---

* انهي آيت جو شان نزول هن درجي جي حاشيي ۾ لکيل هيٺين عبارت تان نقل ڪيل آهي: شان نزول اين آيت بطريق اجمال آن ست که صناديد قريش بجاب رسالت عرضداشتند که مارا بامثل ابن مسعود و بلال و مقداد و عمار و صهيب و سهيل و امثال آبهارا رضي الله عنهم که درويشان و غلامانند در حضور تو همنشين شدن عارست

اگر آنهارا از صحبت در رسازي بامصاحب تومي باشم. حضرت فرمود من راندن مومنان نتوانم گفتنا، بس بودن مان بحضور تو ممکن نيست در اثنايُ اين گفتگو امير عمر فاروق رضي الله تعاليٰ فرمود که يا رسول الله چنين توان کرد تابہ بينم کہ مهم رؤسا عرب بچہ ميکشد. حضرت رسالت پناه درخواست اشراف را قبول کرده، مرتضى علي کرم الله وجہ را امر بکتابت وثيقہ نمود آيت فرود آمد. لا تطرد..... الخ‘ حديث قدسي: اَلمالُ مالي والا غناءُ عالِي والفقراءُ عيالِي ومنُ لم يُنفِقَ مالِي على عيالِي فهوفِي النّار ولاُؤبالِي.

* انهي آيت جو شان نزول هن درجي جي حاشيي ۾ لکيل فارسي عبارت تان ورتل آهي ته: رسول الله جي خدمت ۾ هيٺيلن ۽ هوڏي قريشن عرض ڪيو ته ابن مسعود، بلال، مقداد، عمار، صهيب ۽ سهيل، انهيءَ قسم جا پيا رضي الله تعاليٰ عنهم جهڙا درويش ۽ غلام جيڪي اوهان جي حضور ۾ اوهان سان گڏ ويٺا آهن، تن سان اسان کي گڏ ويهڻ عار ۽ شرم ٿو لڳي، جيڪڏهين انهن کي صحبت کان پري ڪندؤ ته اسين اوهان وٽ ويهي ڳالهيون ٻُڌنداسون. حضرت جن فرمايو ته مومن کي آءٌ هٿائي نٿو

سگهان. پوءِ هنن چيو ته اسان جو اوهان جي حضور ۾ ويهڻ ناممڪن آهي. انهيءَ گفتگو درميان امير عمر فاروق رضي الله تعاليٰ فرمايو ته يا رسول الله ائين ڪرڻ ڪري عرب جي رئيسن جون تڪليفون هٽي سگهن ٿيون. حضرت رسالت پناه اشرافن جي درخواست قبول ڪري علي المرتضى ڪرم الله وجہ کي حڪم فرمايو ته اهڙو عهدنامو هنن کي لکي ڏيو. تڏهن "ولا تطرد...الخ" واري آيت نازل ٿي. حديث قدسي: (هي سمورو) مال منهنجو مال آهي، ۽ (هر قسم جي) تونگري منهنجو عمل آهي ۽ فقراءَ منهنجو عيال ۽ ڪٽنب آهي. جنهن شخص منهنجي عيال تي منهنجو مال نه خرچ ڪيو، سو باهه ۽ وبال ۾ هوندو.

* هن آيت جي شرح بيدل صاحب پنهنجي مثنوي نهر البحر جي 46 صفحي تي ڪئي آهي:

قال الله تعالى عزوجل واعبد ربک حتى ياتيک اليقينُ

| تا يقين نبود ترا اي مرد راهه | که منم ذات خدا سر الہ |
|---|---|

| لاف مردي کم زن خاموش مان | کزتو تاحالي نشد رفع گمان |
| --- | --- |
| اين يقين را اهل علم ظاهري | کرده تفسيري بمرگ ازماهري |
| اين هم از معنى مدان خالي همي | کہ چو مير دسالک از خود محرمي |
| رست از تکليف چون اومات شد | بعد مرگِ معنوي اثبات شد |
| نيست، تکليف، عبادت بعد ازان | کوشده فاني بذاتِ بي نشان |
| ليکن اين سر خفي هست از عوام | در نيايد فهم عامش والسلام |

* هن درجي جي حاشيه ۾ هيٺين عبارت لکيل آهي:

قال الشبلي قدس سره: اِن صليتُ اَشرکتُ و اِن لم اصل کفرتُ

* انهيءَ آيت جي شرح بيدل صاحب پنهنجي مثنوي نهر البحر جي 46 صفحي تي هن طرح ڪئي آهي:

اي سالڪ جيسين توڪي يقين نه ٿيو آهي ته مان خدا جي ذات ۾ الاهي اسرار آهيان تيستائين دم نه هڻجانءِ ۽ خاموش رهجانءِ، جيسين گمان وجي، حال نه حاصل ٿئي. ظاهري علم وارن هن يقين جي (معنى) جيڪڏهن تون ماهر آهين ته تفسيرن ۾ موت ڪئي آهي. اها پڻ معنى حقيقت کان خالي نه آهي. ڇو ته جڏهين سالڪ مري ٿو تڏهين پاڻ کان آگاه ٿئي ٿو. جڏهين هو مري ويو، تڏهين تڪليفن کان ڇٽي پيو. معنوي مرڻ کان پوءِ اثبات ٿئي ٿو، انهيءَ کان پوءِ عبادت جي ڪا تڪليف نه آهي، ڇو ته هو فاني ٿي، بي نشان ذات وجي ٿيو، پر هي ڳُجھ عام ماڻهن کان مخفي آهي، عام ماڻهن جي فهم ۾ نه ايندو، تنهنڪري السلام عليڪم چئي موڪلايون ٿا.

* هن درجي جي حاشيه ۾ لکيل عبارت جو ترجمو هيٺين ريت آهي:

حضرت شبليءَ قدس سره جا چيل اصل الفاظ هي آهن:

جيڪڏهن مون نماز ادا ڪئي ته مشرڪ بڻجي پيس ۽ جيڪڏهين مون نماز ادا نه ڪئي ته ڪافر ٿي پيس.

(1) لا اُقسمُ بِهٰذَا لبلد، و انتَ حل بهٰذالبلد، وَ والد و ما ولد لَقَدٌ خَلَقنا الانسانَ فِي كَبَد. (سورة البلد، سورة 90، آيات 1 اليٰ 3)

سنڌي ترجمو

# درجو چٽيھون

## عشق ۽ محبت سراسر بي آرامي ۽ نامرادي آھي

**<u>آيت</u>**

اسان ئي آسمانن، زمين ۽ جبلن کي امانت جي آڇ ڪئي، پوءِ( انهن سڀني) اُن جي کڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ کانئس ڊڄي ويا، ۽ اُن کي انسان (اڇي) کنيو، بلاشبہ اهو تمام ظالم ۽ جاهل آهي. (33.72)

(پ-22:س-احزاب:ع-9)، آية 33

**<u>حديث</u>**

ابن عباس رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم ته، الله تعالی فرمائي ٿو ته مون زمين ۽ آسمان جي اڳيان امانت پيش ڪئي پوءِ (اُنهن) اُن جي (کڻڻ) کان انڪار ڪيو. سو (اي آدم) تون انهيءَ کي کڻندين ۽ جيڪي انهيءَ جي وچ ۾ آهي سو به؟ آدم عرض ڪيو ته: اي منهنجا رب! انهي ۾ منهنجي لاءِ ڇا آهي؟ جواب مليو ته، جيڪڏهين اهو تو کنيو ته توکي اجر عطا ٿيندو ۽ جيڪڏهين انهيءَ کان تون تنگ ٿئين ته توکي عذاب ٿيندو. پوءِ (آدم) چيو ته اهو ۽ انهيءَ جي اندر جيڪي

به آهي سو سپ سر مٿي آهي. انهيءَ ڪان پوءِ جنت ۾ ظهر ۽ عصر جي نماز جي درميان جيترو به نه ترسيو، تان جو شيطان انهي مان ڪڍي ڇڏيس.
(رواه الشيخ ابن حبان)

## مثنوي

آدم زمين تي روج راڙي ڪرڻ واسطي آيو
تان ته روئيندڙ، دانهون ڪندڙ ۽ ڏکيو هجي
جڏهن روئي ٿو ته آسمان کي روئاڙي ٿو ڇڏي
اوچنگارون ٿو ڏئي ته آسمان ٿرٿلي ۾ اچي ٿو وڃي
عاشقي هميشہ لاءِ دک ۽ تاوان آهي
اُتي لاَ اُقسَمُ، فِيٌ کَبَدِ تائين پڙهي ڏس.

## بيت

ڪاتيءَ ڪني سيپڪا، اکين ڪُني آءٌ
جا نينهن ڳنهندي نانءُ، سا مون جيان پوندي مامري

## حڪايت

سلطان العارفين قدس سره کان نقل ٿيل آهي ته آدم صفي الله جي پيدا ٿيڻ کان اڳي ۽ انهيءَ محرم بارگاه جي وجود کان اڳي عشق تمام محبت ۽ چاهنا منجهان چاهيو ٿي ته ڪنهن مظهر مان ظاهر ٿئي ۽ ڪنهن آئينہ مان نروار ٿئي. پر

جيئن جو ملائڪ سندس اسرار جي مظهريت جي لائق ۽ سندس انوار جي جلوه گري ٿيڻ جهڙا نه هئا. تنهنڪري غيب جي خلوت خانہ ۾ پوشيدو رهيو، تان جو عزازيل همت سان عبادت ڪندي رب الجليل وٽ اچي پهتو. عشق اُن کي لائق سمجهي مٿس پنهنجو ظهورو ڪرڻ لڳو، پر شاهي غيرت مٿس دانهن ڪري چيو ته پنهنجي ۽ پرائي کي سڃاڻ ۽ عطر جو شيشو گند تي نه ڇٽڪاءِ. انهيءَ ڪري وري عشق ڪجھ وقت هويت جي حجري ۾ رهيو ۽ انتظار جا نير، مضطرب نيڻن مان وهائڻ لڳو، جيستائين شهودي ميدان ۾ آدم جلوه گر ٿي ظاهري گلشن ۾ نروار ٿيو. عشق منع ٿيل وڻ جي بهاني سان سامهون ٿي، سندس هوش حواس تي پردو ڏيئي، چاهيائين ته جنت جي باغ ۾ انهي وڻ جو ڦل کائي ته جنت جا آرام ڇڏي جفاڪشي اختيار ڪري. کيس ارشاد ٿيو ته اها ابدي ۽ دائمي نعمت، ظاهري آسائش ۽ راحت هوندي حاصل نه ٿيندي ۽ انهيءَ ناز نعمت جي هوندي عشق جي مکڙي نه ٽڙندي، چاڪاڻ ته محبت جو بلند مڪان ۽ منزل، دکايل دل کي عطا ٿيندو آهي ۽ فردوس اعلى جي رهڻ جو هنڌ واويلا ڪرڻ واري کي ملندو آهي. *

فارسي متن

# درجہ سي و هفتم

## در مذمت جمع و امساک

**آيت**

قَالَ الله تَعالی جَلَّ جَلاَّلَہُ وَ عَمَّ نوالَہُ:

وَالذينَ يَكنزُوْنَ الذَّهَبَ وَالفِضّةَ وَلاَ يُنفِقوْ نَهَا فِيْ سَبيِل اِلله فَبَشِرْ هُمْ بِعَذَاب. (9.37)

(پ-10:س-توبہ:ع-5)، آية 37

**حديث**

عَنْ اَبيْ هُرَيرَةُ رضي الله تعاليٰ قَالَ، قَالَ رسول الله صلى الله عليه وسلم:

مَنْ اَتَاهُ اللهِ فَلَمْ يَوَدَّ زَكواتہِ مُثِلَ لَہُ مَالُہُ يَوْمَ اْلقَيامَةِ شُجَاعاً اَقرَعَ لَہُ زبيِبَتَبَانِ يطَوَّ قَہُ يَوْمَ القِيامَةِ ثُمَّ يَاْخُذُهُ بلَهِز مَتَيَهِ يعني شُدْقَہُ ثُمَّ يَقُوْلُ اَنامَالُک اَناكَزُک ثُمَّ تَلاَ وَلاَ يَحسَبَنَّ الذيِن يَبخَلُوْنَ بِما آتيهمُ اللهُ مِن فَضلہِ هُوَ خَيرُلَّهُمْ بَلْ شَرُلَّهُمْ سَيَطَوَّقُونَ مَابَخِلُوْا بِہِ يَوْمُ القِيَامَةِ.

**(رواه البخاري)**

**مثنوي**

| مال خس آمد چون آمد | جو مال بي بقا آهي، سو |
|---|---|

| بي ثبات<br>در گلويت مانع از آب حيات<br>هر کہ کارد گردد انبارش تهي<br>ليکش اندر مرزعہ باشد بهي<br>و آنکہ در انبار ماند و صرفہ کرد<br>اسپش و موش حوادثهاش برد؟ | ڪک ڪچرو آهي<br>توڙي آب حيات هجي، ته به تنهنجي گلي اندر نه ويندو<br>جو شخص اناج جا خرار پوکي فارغ ٿي ويٺو<br>پر اهو شخص پوک ۾ گھٽو ڪجھ نيندو<br>جنهن شخص اناج جا خرار رکي ڇڏيا ۽ خرچ نه ڪيا<br>تنهن جي(اناج کي) جيت،ڪوئا۽ زماني جا حادثا وجائي ڇڏيندا. |
|---|---|

| راست کن اجزات را از راستان<br>هم ترازو را، ترازو راست کرد<br>هر که با ناراستان هم سنگ شد<br>رو أَشِدَّاءُ عَلَي الْكُفَّارِ باش | سر مکش از راست، رو ز آن آستان<br>هم ترازو را، ترازو کاست کرد<br>در کمي افتاد و عقلش دنگ شد<br>خاك بر دل داري اغيار پاش |
|---|---|

| بر سر اغيار چون شمشير باش | هين مکن روباه بازي شير باش |
|---|---|
| تا ز غيرت از تو ياران نگسلند | زآنکه آن خاران عدوي اين گلند |
| آتش اندر زن به گرگان چون سپند | زآنکه اين گرگان عدوي يوسفند |
| جان بابا، گويدت ابليس هين | تا به دم بفريبدت ديو لعين |
| اين چنين تلبيس با بابات کرد | آدمي را آن سيه رخ، مات کرد |
| بر سر شطرنج چُست است اين غراب | تو مبين بازي به چشم نيم خواب |
| زآنکه فرزين بندها داند بسي | کو بگيرد در گلويت چون خسي |
| در گلو ماند خس او سالها | چيست آن خس؟ مهر جاه و مالها |
| مال خس باشد، چو هست آن بي ثبات | در گلويت مانع آب حيات |
| گر برد مالت عدوي پر فني | ره زني را، برده باشد ره زني |

## بيت

ڳِجھ نه ڳري لاءِ، ڪڻ بورائو باز کي
آهي تنهن انڌيءَ جي جيفي پاسي جاءِ
ڪاڄ تهانئين ڪاءِ، هو جو قوت ڪتن جو.

## حڪايت

در حديث آمده است کہ بامر رب رحيم جواد کريم دو تن از سبز پوشان جنات النعيم يعني دو فرشتہ پاک سرشتہ شبانروزي در بازار کائنات و مجلس کون و نشات مناديان اين نداءِ تنبيہ انتماءِ باشند که اي بار خدايا آنانکہ ورقہ حال شان بحواشي ”مِمّاَ رَزَقنَاهُم يُنفِقُونَ“ مُحَشَاست و لوح ضمائر آنها از سواد حروف بخل مُعرّا تزئيد مال و تقويت حال بايشان عطا فرما، و اَنانکہ بصفت ”يَکُنِزُوْنَ الذَّهَب وَالفِضّةِ“ موصوف اندو بعلامات ”يُنفِقُوْ نَها فِيْ سَبيل اللهِ“ معروض احوال و اموال آنهارا مَورد نقص ابدي بَنماَ.

سنڌي ترجمو

# درجو ستٽيهون

## مال جمع ڪرڻ ۽ روڪي رکڻ جي مذمت ۽ ڏکارڻ ۾

**آيت**

۽ جيڪي شخص سون ۽ چانديءَ جو خزانو گڏ ڪندا آهن ۽ اُهو الله جي راه ۾ خرچ نه ڪندا آهن، تن کي ڏکوئيندڙ عذاب جي خبر ڏي. (9.34)

(پ-1:س-توبہ:ع-5)، آية 34

## حديث

ابو هريره رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم: جنهن شخص کي الله (مال) ڏنو آهي (۽) اُنهيءَ پنهنجي مال جي زڪوات ادا نه ڪئي، (ته) اهڙي شخص جي مال جو مثال قيامت جي ڏينهن خوفناڪ نانگ وانگر هوندو، جنهن کي ٻه نقطن جا نيشان هوندا. اُن (مالدار) کي قيامت جي ڏينهن وڪوڙي ويندو. انهيءَ کان پوءِ انهيءَ جي ٻن پاسن يعني ڄاڙين کي پڪڙيندو. پوءِ کيس چوندو ته مان تنهنجو اُهو مال آهيان ۽ مان تنهنجو اُهو خزانو آهيان. انهيءَ کان پوءِ (پاڻ ڪريمن) هي آيت پڙهي ”جيڪي شخص بخل ڪن ٿا اهڙي شيءِ جو، جو الله اُنهن کي پنهنجي فضل سان ڏني آهي ته اُها ڪا انهن لاءِ خير ۽ ڀلي سٺي آهي. بلڪ اُنهن لاءِ شرّ ۽ مصيبت آهي، جنهن مال کي بخل ڪري رکي ڇڏيائون، سو کين قيامت جي ڏينهن وڪوڙي ويندو.“

**(رواه بخاري)**

## مثنوي

جو مال بي بقا آهي، سو ڪک ڪچرو آهي

توڙي آب حيات هجي، ته به تنهنجي گلي اندر نه ويندو
جو شخص اناج جا خرار پوڪي فارغ ٿي ويٺو
پر اهو شخص پوک ۾ گهٽو ڪجھ نيندو
جنهن شخص اناج جا خرار رکي ڇڏيا ۽ خرچ نه ڪيا
تنهن جي(اناج کي) جيت،ڪوئاءِ زماني جا حادثا وجائي
ڇڏيندا.

**بيت**

ڳجھ نه ڳري لاءِ، ڪڻ بورائو باز کي
آهي تنهن انڌيءَ جي جيفي پاسي جاءِ
ڪاچ تهانئين ڪاءِ، هو جو قوت ڪتن جو.

## حڪايت

حديث ۾ آيو آهي ته الله تعالى جي فرمان سان به فرشتا هن دنيا جي بازار ۾ تنبيھ پريل آواز جو اعلان ڪندا آهن ته: اي خدايا! جيڪي شخص هن آيت جي موافق آهن ته ”اسان جو ڪجھ انهن کي ڏنو آهي تنهن مان ( خدا جي راه ۾) خرچ ڪندا آهن ۽ بخل جي ڪاڙه کان پاڪ ۽ صاف آهن،“ تن کي مال زياده ڏي ۽ سندن حال ۾ قوت عطا ڪر، ۽ جيڪي شخص هن آيت جا موصوف آهن

ته سون، چانديءَ کي گڏ ڪري رکن ٿا ۽ انهي کي خدا جي راه ۾ خرچ نٿا ڪن، تن جي حال ۽ مال ۾ هميشہ لاءِ نقصان رساءِ.

فارسي متن

# درجہ سي و هشتم

## در صفت ترک و انفاق

**آيت**

قَالَ الله تَعالى جَلَّ جَلاَّلَہُ وَ عَمَّ نوالَہُ:

مَثلُ الَّذينَ يُنفِقُونَ اَمواَلَهُمْ فِيْ سَبيلِ اللهِ كَمَثَلِ حَبّةِ انبتت سبع سنابل في كل سنبلة مائة حبة، وَاللهُ يُضاعِفُ لِمَنْ يّشَآءُ والله وَاسِعٌ عَلِيمٌ. (2.261)

(پ-3:س-بقره:ع-36)، آية 261

**حديث**

عَنْ اَبيْ هُرَيرَةُ رضي الله تعاليٰ قَالَ، قَالَ رسول الله صلى الله عليه وسلم:

مَنْ تَصَدَّقَ بِعَدْلِ تَمرْةِ مِنْ كَسَبِ طَيّبِ، وَلاَ يَقبَلُ اللهُ اِلاَّ الّطيّبَ، فَاِنَّ اللهَ يَتَقَبّلَهَا بيمينہِ ثُمَّ يُرْبَيَهَا لِصَاحبَهَا كَمَا يُرَبي اَحَدُكُمْ فَلَوَّهُ حَتّى تَكُوْنَ مِثلَ الجَبَلِ.

**(متفق عليہ)**

**مثنوي**

آندرم دادن سخي را لائق ست
جان سپردن خود سخايُ عاشق ست
نان دهي از بهر حق نانت دهند
جان دهي از بهر حق جانت دهند
گر بريرد (بريزد؟) برگهايُ اين چنار
برگ بي برگيش بخشد كردگار

**بيت**

نه گندي نه گبرُو نه لٿو نه لينگ
پونگا جنين پينگ، سڄڻ تني سامهون

**حكايت**

منقول است كہ سرور اوليا و رهبر اصفيا جناب ارشاد فتوه مخدوم سلامت مخدوم نوح قدس سره را ازبسكہ نظر قبوليت بچهره اين محتالہ كج نهاد كہ عروس صد هزار داماد است نميكشادند يعني دنئي دني را بحسب فحوايُ تقويت انتمايُ فرد. بان خواري كہ سگ را ميكشند از مسجد بيرون مكرر رانده ام از آستانِ خوش دولت را. در قرب جواد خود بار نمي دادند سوال كردند كہ سبب چيست

كہ صاحب ارشاد مطلق خليفہ رباني مولانا خواجہ بهاءُ الحقّ غوث ملتاني قدس سره باوجود تكميل عرفان و تحصيل وجدان وسعت معاش متجاوز از حد قياس داشتند و همت وافيہ و همت كافيہ بر اطراد اين مطروده ابدال و اوتاد نمي گماشتند و طبع حضور رشدت ظهور بكمال عسرت قانع است و تهيہء اسباب يُسرت را مانع فرمودند كہ روز ميثاق روح شيخ ملتاني در عقب روح حضرت سليمان على نبينا و عليہ السلام بود و جان اين مشتاق اقتدا بروح مطهر مقدس مهتر پيغمبران سرور انس و جان صلوات الله عليہ و على آلہِ العظام نمود ازان ممر جناب غوث العالم بفوز نعمت دارين محظوظ است و درويش متابعت كيش از آفت آن مظهر شو روشن محفوظ.

سنڌي ترجمو

## درجو انٽيهون

### (دنيا کي) ترڪ ڪرڻ ۽ (خدا جي راه ۾) خرچ ڪرڻ جي بيان ۾

**آيت**

جيڪي شخص پنهنجا مال الله جي راه ۾ خرچ ڪندا آهن، تن (جي مال) جو مثال، انهيءَ داڻي جي مثال وانگر آهي،

جو ست سنگ ڄمائي، (۽) هر هڪ سنگ ۾ سؤ داڻا هجن. الله جنهن شخص لاءِ گهرندو آهي (تنهن کي اجان به) ٻيڻو ڪري ڏيندو آهي، ۽ الله (اجان به) وڏي وسعت وارو (۽ سڀڪجهه) ڄاڻندڙ آهي.

**(پ-3:س-بقره:ع-36)، آية 261**

## حديث

ابو هريره رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم ته، جنهن شخص پاڪ ڪمائيءَ مان اڌ کارک خيرات ڪري ڇڏي (پر هي شرط آهي) ته الله، پاڪ شيءَ کان سواءِ (ٻي ڪنهن) شيءَ کي قبول نه ڪندو آهي ڇو ته الله انهيءَ شيءَ کي پنهنجي سڄي هٿ ۾ قبول ڪندو آهي، انهيءَ کان پوءِ اهو خير پنهنجي مالڪ واسطي اهڙي طرح وڌندو آهي جهڙي طرح اوهان مان هر هڪ پنهنجي موڙيءَ کي وڌائيندو آهي، تان جو سندس موڙي جبل جيڏي ٿي ويندي آهي. **(متفق عليہ)**

## مثنوي

پيسو ڏيڻ، سخيءَ کي لائق آهي
پنهنجي جان ڏيڻ، عاشق جي سخا آهي

خدا ڪارڻ ماني ڏيندين ته توکي ماني ملندي
خدا واسطي جان ڏيندين ته توکي جان ملندي
جيڪڏهين هي وڻ پن چاٽي ٿو چڙي
ته پروردگار انهيءَ بي پن واري کي پيا پن ٿو بخشي

**بيت**

نه گندي نه گبرُ، نه لٿو نه لينگ
پونگا جنين پينگ، سڄڻ تني سامهون

**حڪايت**

سرور اوليا ۽ رهبر اصفيا، صاحب ارشاد مخدوم نوح قدس سره جي باري ۾ لکيل آهي ته سندن دنيا ۾ ڏاڍي شهرت ۽ مشهوري هئي پر پاڻ نالائق دنيا کان اهڙي طرح پاسو ڪندا هئا، جهڙي طرح نئين ڪنوار عام ماڻهن کان پري ۽ لڪندي رهندي آهي، جيئن پاڻ فرمايو اٿن ته"جهڙي طرح ڪُتي کي مسجد مان ڀوڙائي ڪڍبو آهي، اهڙي طرح مان پنهنجي دروازي تان دنيا ۽ دولت کي ڪيئي دفعا تڙي ڪڍيو آهي" جي فرمان موجب پنهنجي ويجهو اچڻ نه ڏيندا هئا، انهيءَ ڪري ڪائنن ڪن (ماڻهن) سوال ڪيو ته: ڪهڙو سبب آهي جو

صاحب ارشاد، خليفہ رباني مولانا خواجه بهاءُ الحق غوث ملتاني قدس سره وٽ ڪمال وحدت ۽ عرفان جي باوجود ۽ مال متاع جي بي انداز هوندي، باقاعده ابدال ۽ اوتاد تي فيض ۽ برڪت جاري هو، (۽) اوهان هيڏي تنگدستي هوندي به آسان ذريعن جي استعمال ڪرڻ کان پاڻ روڪي رهيا آهيو؟ پاڻ فرمايائون ته روز ميثاق ۾ ملتاني صاحب جو روح حضرت سليمان عليہ السلام جي پٺ ۾ هو ۽ جان سرور عالم صلي الله عليه وآلهِ العظام جي ڪڍ هئي، انهيءَ سبب ڪري جناب غوث الاعظم به ٻنهي جهانن جي نعمتن کان بهرور هئا ۽ اهي ٻئي حضرات زماني جي تنگدستيءَ کان محفوظ هئا.

فارسي متن

## درجہ سي و نہم

## <u>در ترغيب رضا دادن بہ قضا</u>

### <u>آيت</u>

قَالَ الله تَعالى جَلَّ جَلاَّلَہُ وَ عَمَّ نوالَہُ:

وَلَنبلُوَ نّكُم بشَيءِ منَ الْخوفِ وَالجُوعِ ونَقُّصِ منَ الاَموالِ وَالثمراتِ.(2.160)

(پ-2:س-بقرة:ع-19)، آية 160

### <u>حديث</u>

عَن سعدِ رضي الله تعاليٰ قالَ، قالَ رسُولُ اللهِ صلى الله عليه وسلم: مِنْ سَعادَةِ اِبنِ آدَمِ رضِاهُ بمَا قُضيَ اللهُ لہُ وَمن شقَاوةِ اِبنِ بمَا تركہ اِستخارةَ الله وَمِنْ شقاوَةِ اِبن آدم سَخطہُ آدَم قُضيَ اللهُ لہُ.

**(رواه احمد والترمذي وقال هٰذا حديثٌ غريبٌ)**

### <u>مثنوي</u>

مابها و خون هارا يافتيم

جانب جان باختن بشتافتيم

اُقْتلُوني اُقْتلُوني يا ثقات

اِنَّ في قَتلي حَيواۃٌ في الحيوات
اِنَّ في قتلي حياتي دائماً
اُقتُلُوني اُقتُلُوني لاَئمَا

## بيت

سر ڍونڍيان، ڏڙ نه لهان، ڏڙ ڍونڍيان سر ناهه
هٿ ڪرايون آڳريون، ويو ڪيچجي ڪانهه
وحدت جي وهانءِ، جي وئا سي وڍيا.

## حکايت

آورده اند کہ سرتاج صوفيان حقيقت آگاه و پير طريقت عارفان احديت انتباه شهيد الحق مشهود مطلق حضرت شاه عنايت اله قدس الله رُوحہ وَ اَفاض علينا فتوحه روزي بطريق مکاشفہ از مقدمہ شهادت مقرون سعادت خود بجمعي کہ جرَّعہ چشان جام ارشاد و باده کشان ساغر اتحاد بودند خبر ميدادند و بحکم ”مَوتُ الفُقراءِ رَاحۃٌ“ بکمال بهجت و سرور مانند شاه منصور به تشريح قضيہ مستقبل لب مي کشادند بعض از مريدان درگاه باستماع اين خبر جانکاه بتصرفي کہ داشتند لوايُ جرائت در ميدان

جواب بجناب مستطاب چنان افراشتند کہ حاکم سندہ راچه مجال کہ بارتکاب این چنین امر محال سراپا وبال دست اندازي کرداند و تکاور تعنت در مضمار تعصب دواند کہ متوسلان حضور کرامت دستور و معتقدان حضرت جلالت رتبت جراءني دارند کہ بیک صدمہ جلالت حال سراپا کمال آفت برعالمي بگمارند و تختگاه والي هندوستان را بیک جولان الوهیت عنوان بموجب فرمان "مِنهُم من خسفنابہِ وَبَدارَہِ الاَرضِ" بحیطہ تصرف زمین سپارند. نظم:

بردر میکده رندان قلندر باشند

کہ ستانند و دهند افسر شاهنشاهي

فرمودند کہ باین قسم مقالات لب کشودن و باین نوع مکالمات متبادر بودن شائستہ ما زمره اهل تسلیم نیست و باستہ عشاق دل دو نیم ني چرا کہ مارا از داغداران تولاًّ حضرت سید الشهدا علیہ التحیة والثنا شمرده اند نہ در مریدان مولوي جامي محسوب کرده اند. نظم:

جفا بریم ملامت کشیم خوش باشیم

کہ در شریعت ما کافریست رنجیدن

حاضران عرضداشتند کہ عارف نامي مولانا جامي قدس سره مگر از سالکان راه معاني و ماهران راز لدني نبوده و برید روح معني فتوحش رابطہ سیر في الله را بکام همت مردانہ نہ پیموده؟ فرمودند کہ مولانا ممدوح در سیر عروج مقامات روح و تماشايُ منازل کمال رشدت و فتوح منتهي بودند بکل عقده تقايُ مستفیدان طریقت و مستفیضان حقیقت بانامل ارشاد کبری مو کشودند لیکن معتاد طبیعت آن مظهر راز معیت تصرف و کرامت بود نہ اعتصام بجبل متین تسلیم و رضا و پسند خاطر خاکبوسان عتبہ امامت رتبہ قرة عیني نبيَّ الخافقین سیدنا و مولانا ابو عبدالله الحسین علیہ التحیات الوافیات من رب المشرقین و المغربین احتمال بار بلا و محنت بود و رضا دادن بقضا.

---

* حاشیہ تي حافظ جو هي بیت لکیل آهي:

دلا در عاشقي ثابت قدم باش

کہ در این ره نباشد کار بي اجر

(اي دل عاشقيءَ ۾ پختو رهجان چاڪاڻ ته هن راھ ۾ اجوري بنا ڪم ڪونه آهي.)

# درجو اوڻيتاليهون

## قضا يعني رب جي ڪيل فيصلي تي راضي رهڻ جي ترغيب ۾

**آيت**

اوهان کي خوف، بک، مالن، جندن ۽ ميون مان ڪنهن نه ڪنهن شيءِ سان ضرور پرکينداسون.

**(پ-2:س-بقرة:ع-19)**

**حديث**

سعد رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم:

- آدم جي نيڪ بخت اولاد مان اهي شخص آهن، جيڪي الله اُنهن لاءِ جو ڪجهه فيصلو ڪيو آهي، تنهن تي راضي رهيا،
- ۽ آدم جي بدبخت اولاد مان اُهي شخص آهن، جن الله کان خير جي طلب ڪرڻ ڇڏي ڏني،
- ۽ آدم جي نڀاڳي اولاد مان اُهي شخص آهن، جيڪي الله جي ڪيل فيصلي تي ناراض رهيا.

**(رواه احمد والترمذي وقال هٰذا حديث غريب)**

## مثنوي

اسان قيمت ۽ خون بها حاصل ڪئي سون
(جڏهين) جان، بازيءَ جي طرف ٻوڙائيسون
مون کي قتل ڪر، مون کي قتل ڪر مضبوطيءَ سان
تحقيق منهنجي قتل ڪرڻ ۾ حياتيءَ ۾ حياتي آهي
بلاشڪ منهنجي قتل ڪرڻ ۾ دائمي حياتي آهي
مون کي قتل ڪر، مون کي قتل ڪر، فيصلي موجب

## بيت

سر ڏونديان، ڌڙ نه لهان، ڌڙ ڏونديان سر ناه
هٿ ڪرايون آڱريون، ويو ڪپجي ڪانه
وحدت جي وهاڻ،ِ جي ويا سي وڍيا.

## حڪايت

حقيقت آگاه صوفين جي سرتاج ۽ احديت انتباه عارفن جي پير طريقت شهيد الحق مشهود مطلق حضرت شاه عنايت الله قدس سره جي باري ۾ ڳالهه ڪندا آهن ته هڪڙي ڏينهن سندن شهادت جو واقعو ڪين ڪشف جي رستي

معلوم ٿيو، سو وحدت جي نشي مان فرمائڻ لڳا ته ”فقيرن جو موت راحت آهي“ ۽ انهيءَ ايندڙ واقعي کي وڏي خوشيءَ سان ۽ منصور جي مثل سرور مان کولي کولي بيان ٿي ڪيائون. مريدن مان هڪڙو فقير جان جهوريندڙ خبر ٻڌي، صوفي صاحب جي خدمت ۾ عرض ڪرڻ لڳو ته: سنڌ جي حاڪم کي ڪهڙي مجال ائين ڪرڻ جي، چو ته سائين جن جا غلام ئي اهڙي طاقت رکندڙ آهن، جو هڪ گهڙيءَ ۾ ملڪ تي آفت برپا ڪري ڇڏين ۽ هندوستان جي والي جو تخت گاه آيت ”اُنهن مان ڪن کي زمين ڳهي وئي“ موجب زير زمين ڪري ڇڏين.

نظم:

رندن جي شراب خانه جي دروازي تي قلندر هوندا آهن
جيڪي حڪومت کسيندا به آهن ۽ عطا به ڪندا آهن

پاڻ فرمايائون ته اهڙي قسم جي گفتار ڪرڻ تسليم ۽ رضا واري ٽولي کي لائق نه آهي، چاڪاڻ ته اسان کي سيد الشهدا حضرت امام حسين عليہ السلام جي عاشقن ۾ شمار ڪيو اٿن، نه مولانا جاميءَ جي مريدن ۾.

نظم:

جفا ۽ ملامت سر تي سٺي سون ۽ خوش آهيون

چو ته اسان جي شريعت ۾ جو ناراض ٿيو سو ڪافر آهي.
حاضر فقيرن عرض ڪيو ته: مولانا جامي لدني راز جي ماهرن مان نه هو ڇا؟ ۽ فنا في الله جي سير ۾ نه هو ڇا؟
پاڻ فرمايائون ته مولانا صاحب عروجي سير ۾ منتهى کي رسيل هو، فيض جو صاحب فيض بخشيندڙ هو، صرف تسليم ۽ رضا جي مضبوط رسيءَ کي پختو ڪري نه ورتو هئائين. اهو مقام ۽ منزل صرف حضرت حسين عليہ السلام جو شايان شان هو. قضا تي راضي رهڻ ۽ هر قسم جو بار سر تي سهڻ، اسان انهيءَ قسم جي دروازي جا خاڪبوس آهيون.

فارسي متن

## درجہ چهلم

### در شفاعت خواص عوام را

**آيت**

قَاَلَ الله تَعالی جَلَّ جَلاَّلَہُ وَ عَمَّ نوالَہُ:
وَلَسَوفُ يُعطِيکَ رَبّکَ فَتَرضی.
(پ-30:س-ضحی:ع-1)

## حديث

عَن اَنسِ رضي الله تعاليٰ اِنَّ النّبيَّ صلى الله عليه وسلم:
قَالَ شَفَاعَتِي لاَهلِ الكَبائِر مِن اُمّتِي.
**(رواه الدارمي والترمذي و ابن ماجہ عن جابر)**

## مثنوي

بندگانِ حق رحيم و بردبار
خويُ حق دارند در اصلاح کار
مهربان بي رشوتان ياري کنان
در مقامِ سخت و در روزِ گران
هين بجو اين قوم را اي مبتلا
هين غنيمت دار شان پيش از بلا

## بيت

سَرڻن جا سوٺا سهي، وسيلو ولهن
لُڏي ڪين لطيف چوي، اڳيان لال لکن
جِتِ ڪورين ڪين ڪچن، اُت پاڀوهون پڏرو.

## حڪايت

آورده اند کہ وقتي کہ دارالسلطنت دهلي در تصرف عسکر سياست پيکر سلطنت پناه سطوت دستگاه نادر شاه

رسيد حكم شاهي بحسب تقدير الاهي بقتل عام يک محلہ از محلات وي نافذ گرديد، ناگاه از دست يک نفر خونريزي عارف سرزده کہ بعد از انفصال سرش از تن بگفتگو آمده مخاطب بقاتل شده چنان سخن راند کہ خون دو مردم برگردن تو بماند، مرد سپاهي باستماع اين سخنان دهشت ترجمان و وحشت عنوان از اُرد شاهي رو بفرار آورده كرم پويُ باديہ استعفاء جريم خود گرديد و از غايت هيجا و نهايت جولان در اندک زمان رخت اقامت در ملک عربستان کشيده بر در بارگاه عالم پناه شفيع مجرمان وسيلہ عاصيان سرور كائنات شافع العصاة يوم العرصات عليہ و على آلہِ افضل الصلواة و اكمل التحيات رسيد و رويُ التجا بجناب شفاعت نصاب آورد و قدم استقامت برجاده حصول مطلب افشرد بعد از مرور ايام چند بسبب مداومت اِمطار اقطار تشوبر آن دامنگير سراپا تقصير از سنگلاخ حرمان سبزه اميد غفران رست يعني اشارت فيض بشارت درگاه والا در بارهُ آن آوارهُ بظهور پيوست و انامل تلطف احمدي عقده مهماتش كشاد هاتف تعطف سرمدي درگوش جانش بدين كونہ آوازي داد كہ عفو اين قسم جرائم كہ هدر شدن خون بيگناه مي باشد

منحصر بر استرضايُ حضرت سيد شهداءُ كربلا عليہ التحيتہ والثنا است و موقوف بر خشنودي آن زينت آل عبا چراكہ سائر شهيدان حاضر حضور نور ديده سيد الثقلين خواهند بود و جميع مقتولان دست در فتراک سرور سينہ نبي الخافقين و حصول اين مرام يعني وصول چو ن تو عام در درگاه مقدس آن قائم مقام خير الانام عليہ و على آلہ الصلواة والسلام بوساطت جناب ولايت انتساب سلطان العاشقين برهان الصوالين مخزن اسرار يكتايُ حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي قدس سره كہ در ملک سنده طرح اقامت انداختہ اند و لوايُ تعشق و تعرف افراختہ صورت ايجاد خواهد پذيرفت و گلبن مقصود تو بابياري الطاف آن جامع الاوصاف بكام دل خواهد شگفت. آن مرد غمناک سراپا درد سينہ چاک يعين اِصغايُ اين مژده رهكرايُ گرديد بعد از طي مراحل و قطع منازل بشرف خاكبوسي خدام كرام مشرف شده و بصدق عقيدت و رسوخ طويت دست در دامن فيض ميامن حضور تلطف دستور زده اظهار مطلب گردانيد جناب كرامت مآب بحكم ”اِنَّ اللهَ سِرُ ويِحبُ سِرّاً“ نخستين از تعد اين امر نازک پهلو تهي كرده آخر برحال سراپا نكال آن متعطش رشحات زلال

بخشيد تا شبي بعد نصف الليل آن سرخيل عشاق وحدت میل مانند سهيل برنگ دادن اديم روح آن صداقت فتوح متوجہ گشتہ عزم نزول از مکان تشريف فرمودو آن غمديده از خود رميده را همراهي سراپا آگاهي خود قبول نمود عاقبت الامر برسر شاهراهي کہ تحت المکان بود منتظر قدوم کدام ممينت لزول توقف گزيد تا آنکہ کوکبہ عالم ارواح مُمَثظل بشکل اشباح بهمراهي شاهنشاه کہ کشور مطهر قاب قوسين او ادنى تختگاه اوست و افسر منوّر لَلولاکَ لما خلقتُ الاَ فلاک کلاه وي. فرد:

شهنشاهي سريرِ قاب قوسين احمد و مرسل

کہ بر پيشاني تقدير مرقوم ست فرمانش

عليہ الصلواة والسلام مع اهلبيتہِ العُظام و اصحابِہِ الکرام رسيد و چون چشم آن سر گروه عاشقان نامي و سر آمد عارفان گرامي بمشاهدہُ جمال جانفزايُ و چهرہء دلکشايُ محبوب خدايُ . شعر:

کالزُهرِ في تِرفِ والبدرِ في شرفِ

والبحر في کردمِ والدَّهرِ في هممِ

کانّہُ و هوَ فردہٌ في جلالہِ

في عسکرِ حينَ تلقاهُ و في حشمِ

فائز شده دست رجايُ بفتراک حضرت سيد الشهداءُ عليہ التحية والثناء زده لب باستمداد آن واسخ الاعتقاد کشاد، جناب شاه شهيدان عليہ و على من تبعہ التحية والرضوان في الفور باحضار آن مقبول معنوي يعني مقتول دهلوي فرمان داد، چون حاضر شد فرمودند کہ ترا گردن انقياد بمطاوعت اين سيادت نژاد سراپا صدق وسداد بايد نهاد و شهيد موصوف بحسب امر معروف باسترضاء خسرو اقليم يکتايُ حضرت شاه صاحب بهتايُ قدس سره تن در داده از خطايُ قائل خود در گذشت و خارهايُ ادبار آن معتصم حبل متين اعتبار بوسيلہ جريلہ آن صاحب کمال والا اقتدار بگلهاي اقبال مبدل گشت.

سنڌي ترجمو

## درجو چاليهون

### خاص شخص عام ماڻهن واسطي شفاعت ۽ سفارش ڪندا

**آيت**

تنهنجو رب توکي اُهو (شفاعت جو تاج) عطا ڪندو، جو تون راضي ۽ خوش ٿي پوندين.

**(پ-30:س-ضحى:ع-1)**

## حديث

انس رضي الله تعاليٰ کان روايت آهي ته: فرمايو نبي صلي الله عليه وسلم ته منهنجي شفاعت منهنجي امتين منجهان ڪبيرن گناهن ڪرڻ وارن لاءِ هوندي.

**(رواه الدارمي والترمذي و ابن ماجه عن جابر)**

## مثنوي

خدا جا بندا رحيم ۽ بردبار هوندا آهن

اصلاح ڪار ۾ خويُ حق ۽ شفيق هوندا آهن

بنا رشوت جي مهربان ۽ مددگار هوندا آهن

ڏکئي هنڌ ۽ ڏکين ڏينهن ۾

اي مصيبت ۾ ورتل! اهڙن انسانن کي ڳول

مصيبت کان اڳي،اهڙن انسانن کي غنيمت سمجھ.

## بيت

سَرڻن جا سونٺا سهي، وسيلو ولهن

لُڏي ڪين لطيف چوي، اڳيان لال لکن

جِتِ ڪورين ڪين ڪڇن، اُت پاٻوهون پڙرو.

## حڪايت

بيان ٿيل آهي ته هڪڙي وقت نادر شاه دهلي جي دارالحڪومت کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي، شاهي حڪم جاري ڪيو ته هتان جي محلن مان فلاڻي محلي ۾ قتل عام ڪري ڇڏيو. اوچتو هڪ سپاهي جي هٿان، هڪڙو عارف شهيد ٿي پيو. سر ڌڙ کان ڌار ٿيڻ کان پوءِ قاتل کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو ته ٻن مردن جو خون تنهنجي گردن تي پئجي ويو. سپاهي دهشت ۽ وحشت پريا سخن ٻڌي، حڪومت جي نوڪري ڪرڻ کان منهن موڙي فوراً استعيفا ڏئي، لڏو ٻڌي سڌو عربستان روانو ٿي عالم پناهه، شفيع مجرمان ۽ وسيلہء عاصيان حضرت محمد مصطفى صلي الله عليه وسلم جي دربار اقدس ۾ اچي پهتو. سندن حضور ۾ دل و جان سان خون جي معافي ملڻ جي عريضي پيش ڪندو رهيو ۽ ارادو ڪرڻ لڳو ته جيستائين معافي نه ملندي تيستائين در نه ڇڏيندس. ڪجهه ڏينهن گذرڻ بعد پاڻ ڪريمن نظر عنايت فرمائي سندس جان ۾ ارشاد فرمايو ته انهيءَ قسم جي گنهگارن جو دارو مدار سيد الشهداء حضرت امام حسين عليہ السلام جي

رضا ۽ خوشيءَ تي آهي، چاڪاڻ ته سڀ شهيد ۽ ڪل مقتول سندن حضور ۾ حاضر رهندا آهن، پر سيد الشهداء تائين سڌو سنئون پهچي نه سگهندين، تنهنڪري سنڌ ۾ سلطان العاشقين و برهان الصوالين سيد عبداللطيف ڀٽائي وٽ وڃي حال اور ته تون پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويندين. انهي خوشخبري ٻڌڻ سان غمگين مرد منزلون طئي ڪندي آخر اچي سندن (شاه ڀٽائي) حضور ۾، مضبوط ۽ سچي عقيدي سان دل جو سوز سلڻ لڳو. شاه صاحب پهرين ته ”تحقيق الله ڳجهو آهي ۽ لِڪ کي پسند ڪندو آهي“ واري حڪم موجب پاڻ لڪايو ۽ پاسو ڪري ويا پر آخر اُجايل جي حال تي رحم فرمائي تسلي ڏئي فرمايائون ته تون اڌ رات ڪان پوءِ فلاڻي سڙڪ جي هيٺاهين هنڌ اچي بيهجانءِ. وسوڙيل غمگين شخص فرمان قبول ڪري، آخر اچي اُنهيءَ جاءِ تي پهتو. تيستائين منتظر رهيو، جيستائين عالم ارواح جو ستارو ظاهري صورت ۾ اهڙي شهنشاه سان همراه هو، جنهن جو تخت قاب قوسين جي پاڪ ولايت ۾ آهي، ۽ لولاڪَ خلقتُ الافلاڪ (جيڪڏهين توکي نه خلقيان ها ته افلاڪ ئي نه خلقيان ها جي نوراني آفسريءَ جو تاج مٿس آهي.

بيت:
قاب قوسين جي تخت جو شهنشاه احمد مرسل آهي
تقدير جي پيشاني تي سندس فرمان لکيل آهي.
سو عليہ السلام، اهل بيت عظام ۽ اصحاب ڪرام سميت اچي پهتا، ته هيڏانهن عاشقن جو سردار شاه صاحب به خدا جي حسين ۽ جميل محبوب سان ملاقي ٿيو.
شعر:
نزاڪت ۾ گل وانگر آهي ۽ شرافت ۾ چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر آهي
سخا ۾ سمنڊ وانگر آهي ۽ همت ۾ دهر وانگر آهي
گويا هو پنهنجي جلال ۾ يڪتا آهي
۽ پنهنجي حشمت ۾ مقابلي جي وقت فوجي آهي.
اهڙي شهنشاه سان ملاقي ٿي حضرت سيد الشهداءَ عليه السلام جي ڳجهه ۾ اميد جو هٿ وجهي احوال پيش رکيائون. پاڻ ڪريمن ان وقت ئي انهيءَ معنوي مقتول يعني دهلي جي شهيد کي حاضر ٿيڻ جو فرمان ڏنائون. جڏهن هو حاضر ٿيو ته فرمايائون ته هن خالص ۽ سچار جي سفارش توکي قبول ڪرڻ گهرجي. موصوف شهيد عرض ڪيو ته قبلا، وحدت جي ولايت جا بادشاه

حضرت شاه صاحب ڀٽائي قدس سره جي رضا ۽ خوشي لاءِ پنهنجي قاتل جي خطا معاف ٿو ڪريان، سو نهلي راسخ الاعتقاد جي بدبختيءَ جا ڪنڊا وسيلي جي ڪري بخت جي گُلن سان بدلجي ويا.

خاتمه

تمت بالخير

اللهم صل عليٰ سيدنا محمد و عليٰ آله و اصحابه و ازواجه و ذرياته و اهلبيته اجمعين برحمتک يا ارحم الراحمين

والحمد لله رب العٰلمين

دعائ خير جو محتاج محمد عمر چنڊ